کويتا پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر_140

ڪتاب جو نالو: **ڪُماچ**
موضوع: ناول
ليکڪ: © اڪبر سومرو
ڇاپو: پهريون
سال: 2017ع
ٽائيٽل ڊزائين ۽ ڪمپوزنگ: اجي ڪمار مڪواڻا
ڇپائيندڙ: ڪويتا پبليڪيشن، 9-ربي چيمبر،
حيدرچوڪ، حيدرآباد، سنڌ. فون: 022_2728541
ڇپيندڙ: انٽيل ڪميونيڪيشنز حيدرآباد، سنڌ
قيمت: 350 روپيا

اسٽاڪسٽ:

**حيدرآباد:** ڪويتا بُڪ شاپ، ذوالفقار بُڪ ڊيو لياقت پنهور بُڪ اسٽال، سنڌيڪا بُڪ هائوس، فڪشن هائوس، سنڌي ادبي بورڊ بُڪ اسٽال، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي بُڪ اسٽال، فرينڊس بُڪ پوائنٽ، ڊفينس پلازه، ڪاشف بُڪ ڊيو حيدرچوڪ، ڪنگ پن بُڪ شاپ- پريس ڪلب
**ڪراچي:** ايس. اي بُوڪ ڪارنر (اردو بازار)، رائل بُڪ هائوس، توڪل اڪيڊمي اردو بازار، ثقافت ڪاتو بُڪ شاپ، ڪاڻياواڙ بُڪ اسٽور،
نئون نياپو ڪتاب گهر، سچل ڳوٺ **نوابشاهه:** سليمان برادرز بُڪ اسٽال، مسجد روڊ (03123637001)
**عمرڪوٽ:** العزيز بُڪ ڊيپو ٿر ڪتاب گهر، **کپرو:** مهراڻ ڪتاب گهر 0235879713، **ڀٽ شاهه:** شاهه لطيف بوڪ اسٽال، درگاهه ڀٽ شاهه
**سکر:** عزيز ڪتاب گهر، الفتح نيوز ايجنسي، ماءِ پبليڪيشن بُڪ اسٽال، **شڪارپور:** گل ڪتاب گهر، وسيم ڪتاب گهر
**خيرپورميرس:** تهذيب نيوز ايجنسي، نيشنل بُڪ اسٽال، **ميرپور ماٿيلو:** هائوس آف ناولٽي،
**لاڙڪاڻو:** رابيل ڪتاب گهر **ميهڙ:** ساحر ڪتاب گهر (ڪوندي) 03468948535، **دادو:** ممتاز بُڪ ڊيپو
**سانگهڙ:** المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، **بدين:** مرچو مل بُڪ ڊيپو محمد هاشم بُڪ اسٽال- پريس ڪلب
**مٺي:** ٿر ڪتاب گهر، **سجاول:** سنڌ ڪتاب گهر، **ڏگهڙي:** اڪرام بُڪ ڊيو (03442930628)
**اسلام آباد:** سعيد بُڪ بئنڪ.

**ISBN: 978-969-9329-86-9**

**KHUMACH**
**[Novel]**

*By © Akbar Soomro*

Edition: First
Year: 2017
Title design & Composing: Ajay Kumar Makwana
Printed by: Intel Communications,
Hyderchowk, Hyderabad.
Published by: Kavita Publication, 9-Rabi Chamber,
Court Road, Hyderchowk, Hyderabad-Sindh.
Tel: +92 22-2728541
**www.kavitapublications.com**
email: mlmintel@yahoo.com
Price: Rs. 350-00

ارپنا:

منهنجي لائف پارٽنر

مختيار اڪبر سومرو،

جي نالي

جنهن جي ساٿ بغير مان جيون جون سموريون
مٺيون ۽ ڪڙيون گهڙيون گذارڻ لائق نہ هجان ها!

(اڪبر سومرو)

# فهرست

(ڪماڄ راڳ جو هڪ قسم آهي، جيڪو ننڍي کنڊ جي موسيقيءَ جي ذهن ۾ ٺن مان هڪڙو آهي. هيءُ راڳ ڪلاسيڪل اسٽائلز ۾ ڳايو ويندو آهي پر هن راڳ جو مزاج رومانٽڪ هئڻ ڪري نيم ڪلاسيڪل ۽ اجا به هلڪين اسٽائلز ۾ ڳايو ويندو آهي. اڪثر انڊين فلمي گانا هن راڳ ۾ ڪمپوز ڪيل هوندا آهن، هي راڳ ڏاڍري ۾ به ڳايو ويندو آهي.

راڳ ڪماڄ ۾ ٽت ٿي سُرسمايل هوندا آهن، هي ۽ راڳ هندو ڏند-ڪٿا جي هڪ اهم ڪردار 'راڌا' ۽ سندس گوپين جو به پسنديده راڳ هئو، هن راڳ تي اهو نالو ڪرناٽڪ جي علائقي ڪمبوج تان پيو. ڪماڄ ٺٺ ۽ راڳ (ڪومل نشاد) جي ستين ڏاڪي تي اچي ٿو ۽ ڪرناٽڪي راڳن ۾ (ويلاڪرتا) اٺاويهين نمبر تي اچي ٿو.

سرگم:

سا......ري.......گا ........ما.......پا.......ڌا ......ني.......سا،

سا....ني.....ڌا......پا.......ما......گا....ري ...... سا..... ني.....

سا .......گا..........ما..........پا.........ڌا...........ني...........سا.

سا...... ني ...... ڌا......... پا.........ما.......گا.......ري.........سا.

مزاج: ڏيهي خوشيءَ جي ياد گيري خواهش ۽ اميد

ڳائڻ جو وقت: رات جو ٻيون پهر، جيڪڏهن لمري هجي تہ ٽيون پهر ۾ به ڳائي سگهجي ٿو . ڪجھ راڳي شام جو وقت مناسب سمجهن ٿا. شاھ سائين جي رسالي ۾ هڪ سُرجو نالو ڪُماڄ (ڪنهات) آهي. هي ناول ناٿن، اليون کان ٻوءِ جي دور ۾ لکيو ويو. 2001ع کان 2010ع تائين جي وقت، جڏهن NATO فورسز افغانستان ۽ عراق تي حملا ڪيا. ان وقت افغانستان جو طالبان سربراھ ملان عمر، القائده جو باني 'اُساما بن لادن' ۽ عراق جو صدر 'صدام حسين' جيئرا هئا. ناول ۾ بيان ڪيل منظرن، واقعن ۽ شخصيتن کي ان تناظر ۾ ڏسڻ کپي.)

## [1]

# هتي جا واسي ڪوبہ عشق نٿا ڪن!

شام ڪافي اڻ وڻندڙ سرد ۽ گدلي هئي، لڳو ٿي اپارٽمينٽ ۾ رهندڙ ماڻهن جي اکين جي وحشت بہ وڌي ان سان گڏجي ويئي هئي! اڪيلي گهر ـ ڪمرن ۾ هلندي ۽ واش روم مان نڪرندي عماد کي محسوس ٿي ٿيو تہ گهر ۾ ڪو بيو بہ موجود آهي، جيڪو هن جي پٺيان پٺيان هلي رهيو آهي! اهو تصور ڪندي هن جي پُٺيءَ جي ڪنڊي مان سيسڙاٽ نڪري ٿي ويو، هن گهڙيءَ گهڙيءَ مُڙي پويان ٿي نهاريو.

اها اداسيءَ واري موسم هئي، سرءُ ۽ سياري جهڙي گڏيل موسم، جنهن ۾ وڻن جا پن رنگ مٽائيندا، ڇڻندا ۽ دليون ڪومائجي ويندڙيون آهن!

اپارٽمينٽس جي بلاڪن مٿان شامَ جي آسمان تي ڪڪرن جا سُفيد ۽ سرمائي ٽڪرا برف جي پڙڇن جيان تاڻيا بيٺا هئا. سيءَ هر شيءِ کي پنهنجيءَ مُٺ ۾ پڪڙي ڇڏيو هو.

ٻارن جي اسڪول ۾ سياري جي موڪل هُئي: هن جي فيملي ساهرن ۾ ويل هُئي. هو گهر ۾ اڪيلو هئو. ۽ ان وقت ٽي.وي ڏسي رهيو هئو جنهن تي شهر ۾ ٿيل بم ڌماڪن جا تفصيل ۽ بريڪنگ نيوز اچي رهي هئي.

ڪجهہ وقت پهريان اپارٽمينٽ ڪامپليڪس ۾ باهہ جيان خبر پکڙي هئي تہ مسٽر پيٽرڪ ايمپريس مارڪيٽ ۾ ٿيل هڪ بم ڌماڪي ۾

مارجي ويو هئو. مسٽر پيٽرڪ هتي جي پراڻن رهاڪن مان هئو ۽ ڪرسچن ڪميونٽي سان تعلق رکندو هئو. اڪثر چپ چپ هلندو رهندو هئو.

عماد ان وقت ٽي.وي تي ساڳي بريڪنگ نيوز ڏسي رهيو هئو. ڪمند جي چوٽن ۾ لڪائي رکيل ڪو طاقتور بم رموٽ سان بلاسٽ ڪيو ويو هئو جنهن ڪري ڪافي ماڻهو مري ويا هئا ۽ ڪافي زخمي ٿيا هئا. اسپتالن ۾ ايمرجنسي لڳائي ويئي هئي. مئلن ۽ زخمين کي ايمبولينسز جاءِ واردات تان اسپتالن جي مرده خانن ۽ وارڊن ۾ منتقل ڪري رهيون هيون.

اُمالڪ ڪال بيل تي ڪنهن اچي آڱر رکي ته عماد چرڪي ويو. هن دروازو کوليو ته سامهون هن جي دوست زارا بيٺي مسڪرائي رهي هئي.

"اوهه.....! اچو..... اچو" عماد يڪدم دروازي کان پاسيرو ٿي ويو. زارا اندر آئي ته ان سان گڏ خوشبو جو هڪڙو لهرو به اندر هليو آيو. عماد دروازو بند ڪيو.

"Fendy?" هن زارا کان پڇيو.

"نه !..........Azzaro" هوءَ ٻيهر مسڪرائڻ لڳي.

"ازارو (اونيڪس) جو ڊمانسٽريشن ٽيسٽر آهي." زارا ڳالهايو.

"منهنجي خيال ۾ ڪمرشلز کان وڌيڪ بهتر ته ٽيسٽر ٿا ٿين؟" عماد چيو ۽ زارا جي ڳچيءَ تي نڪ رکي سُنگهڻ لڳو ته هوءَ کِلڻ لڳي. عماد هن کي ڳچيءَ تي ڪس ڪيو.

"ڪافي وڻندڙ خوشبوءِ آهي 'ازارو' جي ............اوهه ساري ازارو جي نه پر منهنجيءَ پياري 'زارا' جي!" عماد جي اکين ۾ چهري تي شرارت پريل مُرڪ هئي.

"جي..........؟" زارا جو آواز ٻڏي رهيو هئو.

"هان........ ڇا چَيَوَ؟" زارا چڻ چرڪ پريندي هن جي چهري ۾ نهاريو.

"چوان ٿو ڪافي وڻندڙ خوشبوءِ آهي منهنجي پياري زارا جي ...... منهنجي رڳ رڳ ۾ رچي وسي ويئي آهي!" عماد ورجايو ته زارا مسڪرائي هن جي ياڪر ۾ گم ٿي ويئي. هن جي اکين ۾ خمار هُئا.

"چڱو ٿيو جو اوهان آيا، اڄ ڪافي بوريت محسوس ٿي رهي هئي........" عماد چيو ته زارا ٻيهر مسڪرائي عماد کي ڪس ڪئي.

"سڀ ماڻهو بالڪنين ۾ بيٺا آهن." زارا ٻڌايو.

سمورن چئنلز تي ساڳي خبر: شهر ۾ ٽيل خودڪش ڌماڪي جا مسلسل تفصيل ۽ بريڪنگ نيوز ڪُتي جيان ڌاڙهي رهي هئي: هنن اڳيان ٽيبل تي ڪيڪ، ڊراءِ فروٽ، سُوئيٽس ۽ ڪافيءَ جا ٻه شاهي مگ رکيا هئا.

زارا کي ان وقت بليو جينز تي بليڪ شرٽ ۽ مٿان ريڊ ڪلر جو ڪوٽ پيل هئو ۽ چپن تي Casablanca ڪلرجي لپ-اسٽڪ لڳل هئي.

خودڪش حملي آور جي ڪيل ڌماڪي جي نتيجي ۾ ٽڏي تي ٻتيهه ماڻهو مري ويا هئا ۽ پنجاهه ڇٽا زخمي ٿيا هئا.

ٽي ويءَ تي سمورا تفصيل بار بار ورجائجي رهيا هئا. خودڪش حملي آور جي مُنڊي ملي وئي هئي.

'اوهه ماءِ گاڊ! ڇاته حالت آهي!' عماد پڙڪيو.

تباهيءَ جا منظر ڏسي عماد کي مسٽرپيٽرڪ جو نماڻو چهرو ياد اچي ويو. مسٽر پيٽرڪ، جيڪو سنيٽ ڪيٿيڊرل چرچ جو جونيئر پادري هئو.

اپارٽمينٽ جي مين گيٽ تي ٻه ڪافي ماڻهو مسٽر پيٽرڪ جي ڊيڊ باڊيءَ اچڻ جو انتظار ڪري رهيا هئا. ڪجهه بالڪنين ۾ ڇوڪريون، عورتون ۽ ٻار بيٺل هئا. لڳو ٿي نه رڳو سڄو اپارٽمينٽ ڪامپليڪس بلڪ سڄو شهر دهشت جي سرد ڏڪڻيءَ ۾ ورتل هئو! خبرن موجب، مئلن جو انگ ٻتيهن مان وڌي هاڻ ڇائيتاليهه تي ويو هو ۽ اٺانوي ماڻهو زخمي، ڄاڻايا پئي ويا! شهر جي سمورين سرڪاري اسپتالن ۾ ڊاڪٽرن ۽ پيرا ميڊيڪل عملي جي موڪل ختم ڪئي ويئي هئي. ماڻهو اسپتالن ۾ رضاڪارانه طور رت جون بوتلون ڏيئي رهيا هئا. هميشه جيان حڪومتي عهديدارن جا رٽيل بيان هلي رهيا هُئا، جنهن ۾ هو دهشت گردن کي ظالم ۽ ڪافر ڪوٺي ڪنهن دشمن ملڪ جي سازش قرار ڏيئي پنهنجين ـميوارين کان آجا ٿي رهيا هئا.

مسٽر پيٽرڪ جي اپارٽمينٽ ۾ ڪافي عورتون گڏ ٿي ڇُڪيون هيون ۽ رکي رکي اتان روئڻ جا آواز ٿي آيا.

*

ٻن سالن کان زارا ۽ عماد جا افيئرز هئا. ان وقت کان، جڏهن هوءَ اسڪول ۾ پڙهندي هئي. صبح جو اين سي جي ڊريس پائي اسڪول ويندي هئي ته آرميءَ جي ڪيپٽن لڳندي هئي. هن جو اُتيل قد ڪير ۽ چاڪليٽ گڏيل رنگ روپ ڪنهن کي متوجه ڪرڻ لاءِ ڪافي هئو. ٻنهي جو پس منظر ڳوناٽو هئو. زارا جي پيءُ جون ٻه شاديون هيون. زارا جي ماءُ سان هن جي پهرئين شادي هئي. زارا جي ماتيلي ماءُ جو هڪڙو پٽ صوبائي حڪومت ۾ وزير هئو.

ان وقت زارا واش روم ۾ هئي. عشق، عمر جي هر حصي ۾ مختلف رنگ جو هوندو آهي.جي اهو جوانيءَ جي دور ۾ گلابي رنگ جو هوندو آهي ته پڪي وهيءَ ۾ ان جو رنگ بدلجي سونهري تي ويندو آهي. ماڪيءَ جهڙو پڪو ۽ زبردست رنگ.

*

زارا جي واش روم مان نڪرڻ کان پوءِ هنن ٻنهي ايندڙ آچر جو ڏينهن چرنا آءِ لينڊ تي گذارڻ جو پروگرام ناهيو ۽ لنچ ڪنهن ريسٽارنٽ ۾ ڪرڻ لاءِ طئه ڪيو.

وچڻ مهل زارا مسڪرائيندي عماد جا چپ ٽشو پيپر سان اگهيا. پنهنجي لِپ اسٽڪ ٺيڪ ڪئي، پوءِ هن جي ڇاتيءَ ۾ پنهنجو منهن لڪائي چيو. "عماد تون بس منهنجو آهين ٻئي ڪنهن جو به نا!" عماد چپ رهيو ته هن ٻيهر ڳالهايو."چئو نه جان! تون صرف منهنجو آهين!" عماد بالڪنيءَ ۾ پيل گلن جي ڪونڊين مان نرگس جو هڪڙو گل پٽي زارا جي وارن ۾ هنيو ۽ چيو:

"زارا! بار بار ورجائڻ جي ضرورت ڪانهي، مان بس تنهنجو آهيان. اهو هڪڙو دفعو چوڻ ڪافي ناهي؟"

"نه اهو ڪافي ناهي!" هن جي چهري تي ڪوڙ-ڇاتل تاثر آيو ۽ ڊرائنگ روم جي ٻاهرئين دروازي مان هلي وئي.

سڀ ماڻهو پنهنجي سُڃاڻن، دوستن، مٽن مائٽن، پائرن، ڀينرن مڙسن ۽ زالن کي ڏاج پيا ڏين. سڀ ماڻهو نظر بچائي پنهنجو ڪم پيا ڪن!

'Cheating is the common way of human life.' عماد سوچيو. هر ماڻهو ٻئي ماڻهوءَ جي جذبن سان ڪِيڏي رهيو آهي! ڏينهن رات سڀ چٽا

ڪُوڙ پيا ڳالهائين. ڪورٽن، ڪچهرين ۾، اقتدارجي ايوانن ۾، مارڪيٽن ۾ هوٽلن ۾، گهٽين ۾ گهرن ۾، اڪثر ماڻهو ڪوڙ جو سهارو وٺي پاڻ کي سچو ثابت پيا ڪن! سڀ رشتا ناتا هڪٻئي جي اکين ۾ مِرچ پيا وجهن ۽ سڀ ماڻهو پنهنجي لاءِ جيڪو بهتر سمجهن ٿا سو ڪن پيا!



[2]

## زالن سان گڏ رهڻ خود ڪشي برابر آهي!

مون کي اپارٽمينٽ جي سامهون رهندڙ ڊاڪٽر سلمان جي زال عتيقہ وٽي تي ۽ پرسان رهندڙ شعيب جي ڏيءَ مِس فائزه جو چهرو ۽ پرِيل پُرِيل بدن پسندآهي پر جڏهن بہ گهر ۾ انهن ٻن عورتن جو ذڪر نڪري ٿو تہ مون کي ڪافي محتاط ٿي ڳالهائڻو پوي ٿو. ايستائين جو ڊاڪٽر سلمان جي زال جي موڪليل برياني ۽ ڪوفتن کي بد-ذائقو ۽ بيڪار چوڻو ٿو پوي ۽ شعيب جي ڏيءَ فائزه جي ٺاهيل چڪن منچورين ۽ ڊيزرٽ مان بہ ڪانہ ڪا وِڏ ڪڍڻي پوي ٿي!

مان عماد حسنين اپارٽمينٽ ۾ ڏهين نمبر ۾ رهان ٿو. سلمان جيڪو هن بلاڪ جو چڱو مڙس آهي، ڪنهن بئنڪ ۾ جاب ڪندو آهي سو ۽ سندس زال عتيقہ ٻارهين نمبر ۾ رهن ٿا. شعيب جيڪو سيڪريٽريٽ ۾ ڊپٽي سيڪريٽري آهي، سندس زال ۽ ڌي ءَ فائزه چوڏهين نمبر ۾ رهن ٿيون، ۽ زارا پنهنجي ماءُ سان پندرهين نمبر ۾ رهي ٿي، هن جو زميندار پيءُ ۽ ٻيءَ ماءُ مان ٻاءُ جيڪو ڪنهن ڪاتي ۾ وزير آهي، ٻئي دنيا جي ڪمن ڪارين مان واندا ٿي پوءِ هتان جو چڪر هڻندا آهن. اڪثر زارا جو پيءُ لنچ ڪري عصر جي نماز پڙهي واپس هليو ويندو آهي ۽ وري ٽن چئن ڏينهن بعد ايندو آهي. زارا جو ٻاءُ جيڪو صوبائي وزير آهي تنهن جون شامون ۽ راتيون اڪثر پيئندي گذرنديون آهن. هڪ پيري زارا ٻڌايو تہ: هن جي ٻاءُ سندس ٻارهن سالن جي پٽ 'ماجد' جي سالگرهہ تي ڪانئس پڇيو: 'پٽ، تنهنجي سالگرهہ

ڪئين ملهائجي؟' تہ هن چيو 'بابا! بس ڪيڪ ڪٽبو ۽ مون کي گفٽ ۾ شاٽ گن ڪپي' تہ هن جي پيءُ نہ رڳو هن کي شڪار لاءِ بريٽا Beretta 692 اسپورٽر جي شاٽ گن وٺي ڏني پر خوشي جي ان موقعي تي ٿي رشين بيلي ڊانسرز گهرايون: دوستن ۽ پٽ سان گڏ ويهي وهسڪي پيتي ۽ بيلي ڊانس ڏٺو.

سمورن اپارٽمينٽس جون دريون ۽ بالڪنيون اڪثر هڪ ٻئي جي گهرن سامهون کُلن ٿيون. ان ڪري اسين سڀ هڪٻئي جي گهرن جون خوشيون، غميون، رڌجندڙ ۽ پچندڙ ڊشز بہ شيئر ڪندا رهندا آهيون. اڪثر گهرن ۾ پچندڙ شين جون خوشبوئون: بصر جي ڏاڳ ڪان وٺي ڪير جي ڪڙهڻ، هارجڻ ۽ سڙڻ تائين شيئر ڪندا رهندا آهيون: ڪڏهن زالن ۽ مڙسن جا جهيڙا ۽ اڪثر ٻارن جو روئڻ بہ!

ڏهين نمبر ۾ پنهنجي زال رُوميسا سان گڏ رهڻ لاءِ بلڪ هيئن چوڻ بهتر آهي تہ اَمن سان رهڻ لاءِ. مون کي زارا جيڪا اڪثر رُوميسا جي موجودگيءَ ۾ بہ اسان جي گهر ايندي رهندي آهي جي، سلمان جي زال عتيقہ جي ۽ شعيب جي ڏيءَ فائزه جي مسلسل مسلسل گلا ڪرڻي پوي ٿي. فرحانہ جيڪا ڪنهن NGO ۾ جاب ڪري ٿي ۽ اڪيلي رهي ٿي منهنجي زال جي دوست آهي، ڪي ڪِرڙي جي نالي سان ياد ڪرڻو پوي ٿو! انهن خوبصورت ڇوڪرين ۽ عورتن جي اهڙي گلا ٻڌي رُوميسا، جي چهري تي سرهائي هوندي آهي.

پِير مرد چون ٿا: 'زالن سان گڏ رهڻ خودڪشي ڪرڻ برابر آهي' ۽ اها راز جي ڳالهہ زال اڳيان ڪرڻ وارو مرد يقينا ڪو بيوقوف ئي هوندو ان ڪري اها ڳالهہ زالن کان لڪائي مڙسن سان پِيئي ڪجي.

سياڻين زالن جو چوڻ آهي: 'زال سان مرد کي ائين رهڻ کپي، جيئن پيير ۾ چانديءَ جو پازيبہ' ائين عورت ڪافي سهڻي ٿي لڳي ۽ مرد بہ ڪافي خوبصورت ٿيو وڃي! يا مرد جي شخصيت ۾ نکار اچيو وڃي؟! پوءِ اهو مرد جو نصيب آهي تہ ڪنهن گهر ۾ مرد پيير جيان هجي ٿو ۽ ڪنهن گهر ۾ پازيب جيان!

دنيا ۾ زالون رڳو هڪ ئي قسم جون هونديون آهن: پَر دنيا ۾ مرد ٻن قسمن جا هوندا آهن: هڪڙا مون جهڙا بيوقوف، جيڪي نيٺ شادي ڪري

چڏيندا آهن ۽ بيا، مظلوم قسم جا مرد هوندا آهن. جيڪي شادي ڪرڻ بعد نہ رڳو زال سان گڏ رهڻ جو جوکم پر بار ڪلهي تي کڻڻ جو بار بہ پنهنجي ذميواري سمجهندا آهن.

باقي دنيا ۾ مظلوم عورت جو وجود تہ ٿي سگهي ٿو پر مظلوم زال جو شايد ڪوئي وجود ڪونهي! اها ڳالهہ بہ زالن کا ن لڪائي مردن سان ٿي ڪجي.

ڪجھ سمارٽ قسم جا مرد چون ٿا: 'ڪٿي ڇا بہ ٿي پوي، زال جڏهن بہ مڙس جي افعالن جي آڊٽ ڪندي آهي ۽ مڙس خلاف پٺرائون ٿاهيندي آهي. پوءِ اهي پٺرائون پلي ڪيٽريون بہ سيريس هجن. زال ڪي هڪ سُني ۽ ذهين آڊٽ آفيسر جيان ڊراپ ڪرٽيون پونديون آهن! ۽ مڙس هر پيري پٺرائن جي پلصراط تان هلي صاف بچي ويندو آهي! ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ مڙس وري بہ مڙس آهي!'

صبح جي هلڪي هير اُتر کان کُهلي اسان جي اپارٽمينٽ جي درين، دروازن ۽ روشندانن سان ٽڪرائجي واپس وڃڻ لڳندي آهي ۽ اڪثر ايگزاسٽ فين مان تازن ڦلڪن ۽ بيضن پچڻ جي خوشبوءِ ايندي آهي تہ ان ويل زارا يونيورسٽيءَ لاءِ تيار ٿي پيرن ۾ اڇو فليٽ ۽ مٿي تي گرين ڪلر جي پي ڪيپ پائي ڪاريڊار مان لنگهندي وڏي شان سان ڏاڪٽيون لهندي پاڻ کي ايما اسٽون (Emma stone) سمجهنديءَ هلندي وڃي بلاڪن ٻاهران پوائنٽ بس جي انتظار ۾ بيهندي آهي. زارا يونيورسٽيءَ جي بهترين اسڪواش پليئر پڻ آهي.

اهو ئي وقت هوندو آهي، جڏهن مان واڪ تي نڪرندو آهيان تہ ڪڏهن ڪڏهن رستي هلندي زارا سان اشارن ڪناين ۾ حال احوال بہ ٿي ويندو آهي. نہ تہ اڪثر اَسين هٺي اپارٽمينٽ بلاڪس ۾ ظاهري طور هڪٻئي سان اڻ ڄاڻن جيان Treat ڪندا آهيون. ان هوندي بہ چوڪيدار صاحب خان کي اسان جي تعلق جي سَچي خبر آهي.

ڪڏهن ڪڏهن منجهند جو هوءَ يونيور سٽيءَ مان موٽڻ وقت ڪارو چشمو پاتل، اپارٽمينٽ جي مين گيٽ وٽ، سپر اسٽورتي، پارڪنگ لاٽ وٽ يا لفٽ ۾ ملندي 'هاءِ' ڪندي آهي، مان صاحب خان کي سگريٽن ۽ چرس پاٽيءَ جا پئسا ڏيئي ڪچهري ڪندو رهندو آهيان. اڪثر لڳندو

آهي تہ صاحب خان کي جيتري معلومات آهي، اوتري هتي رهندڙ ڪنهن بہ
ٻئي ماڻهوءَ کي ڪانهي، ايستائين جو يونين جي صدر کي بہ نہ!
'صاب!...... ويهين نمبر وارو جليل صاب رات جو دير سان دارون پي
موٽندو آهي، هڪڙي ڀيري هو شهر جي ڪنهن طاقتور ماڻهوءَ جي ڇوڪرن
سان اٽڪي موٽيو تہ پوليس پويان اچي پهتس، مون پوليس وارن لاءِ مين گيٽ
نہ کوليو ۽ يونين جي صدر کي فون ڪيم، جنهن هنن سان حال احوال ڪري
کين موٽايو. صاب! اوهان جي عزت اسان جي عزت آهي نہ بابلا!......، هتي
رهندڙ سڀ اسانجن ٻچن جيان آهن، مائٽرون ڀينرون آهن. اسان توهان جو
نمڪ ٿا کائون صاب.' ائين هو نمڪ حلالي جي دعويٰ ڪندو هئو.
'اٺاويهين نمبر واري شاهد ڀائي جي زال آنٽي ڪلثوم اڪثر رات جو
دير سان پارٽ ٽائيم جاب ڪري موٽندي آهي، پر هوءَ جڏهن بہ موٽندي آهي
هر ڀيري هن کي ڊراپ ڪرڻ لاءِ ٻي گاڏي هوندي آهي ۽ سندس لپ اسٽڪ
ڦهليل هوندي آهي. اڪثر نشي جي حالت ۾ هوندي آهي.'
'صاب ڪالهہ رات انور صاب جي زال کي پيٽ ۾ السر جو سور ٿيو تہ
اسپتال ڪٺائي ويس!'
چوڪيدار صاحب خان ۽ ان سان گڏ بہ ٻيا چوڪيدار بندوق کڻي رات
ڏينهن اپارٽمينٽ وارن جي ڏنل پگهار تي اپارٽمينٽ جي، اتي رهندڙن جي
گاڏين جي، انهن جي زالن ۽ ٻارن جي، انهن جي اچڻ وڃڻ ۽ ٻين حرڪتن جي
چوڪيداري ڪندا رهندا آهن ۽ بعد ۾ راڄن کي انهن جا حال احوال ٻڌائيندا
رهندا آهن، تن کي ڪڏهن ڪڏهن خرچ پاڻيءَ جا پئسا ڏيڻ ڪافي فائدي مند
ثابت ٿيندو آهي. صاحب خان کي منهنجي ۽ زارا جي تعلقات جي مڪمل خبر
هئي پر ان معاملي تي هو هميشہ چپ رهندو هو.
اپارٽمينٽ ڪامپليڪس جي وسيع سلسلي ۾ ٽيٽيهہ بلاڪ آهن،
هڪڙي بلاڪ ۾ ٽيهہ گهر آهن ۽ اهڙيءَ طرح سمورن بلاڪن ۾ نوسئو نوي
گهر آهن، اڪثر بند پيا هوندا آهن، جن ۾ گهوٽن مان ايندڙ وڏيرا يا انهن جا
مِٽ مائٽ ۽ بيمار اچي ٻئين ٽئين مهيني ڪجهہ ڏينهن لاءِ ترسندا آهن ۽
ڪجهہ ڏينهن رهي هليا ويندا آهن. ڪن ۾ رئيسن جا چو ڪيدار يا بورچي

ويٺا هوندا آهن. باقي جيڪي گهر مسواڙ تي ڏنل آهن تن ۾ اڪثر ڪٽنبن جي ردو بدل ٿيندي رهندي آهي.

اپارٽمينٽس ۾ سڀ اشراف ماڻهو رهن ٿا (يا سڏائين ٿا) اهو پروفيسر ڪامل آغا چوندو آهي. جيڪو يونيور سٽيءَ جي جاگرافي ڊپارٽمينٽ ۾ پڙهائيندو آهي ۽ تازو هاڻ ٽئين شادي پنهنجيءَ ڊپارٽمينٽ ۾ پڙهندڙ هڪڙي ٻاويهن سالن جي شاگرديائيءَ سان ڪئي اٿائين. جنهن کي انسپيڪٽر سلطان علي مذاق مان چوندو آهي: 'آغا! ........ لالا! دنيا ۾ شريف ماڻهو ٿيڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ٽن شادين جي ضرورت پوي ٿي!... اها ئي ڳالهه آهي تہ هر ماڻهو افورڊ ڪري نٿو سگهي! يا هر ماڻهوءَ کي اهڙا موقعا نٿا ملن. ان ڪري هر ماڻهو کي شريف سمجهڻ بيوقوفي ٿيندو!' تہ پروفيسر کلندو رهندو آهي.

پوليس ڊپارٽمينٽ جو انٽيليجينس آفيسر 'سلطان علي' هتي رهندڙن مان ڪنهن هڪ جٽي کي بہ شريف ماڻهو سمجهڻ بجاءِ هر ماڻهوءَ کي ڏوهاري جي نگاهہ سان جا چيندو رهندو آهي.

سلطان علي چاليهن سالن جي عمر کان مٿي جو آهي. مڇن ۽ وارن کي ڪيس (Colour) ڪرڻ کان پوءِ صحيح پوليس وارو لڳندو آهي. اپارٽمنيٽ ۾ هلڻ دوران لڳندو آهي تہ هو پنهنجي ڊيوٽيءَ تي لڳل آهي. هو اڪثر 'صاحب خان' سان ڊگهين ۽ خلاصين ڪچهريون ڪندو رهندو آهي.

هونئن شريف ماڻهوءَ جي ڊڪشنريءَ ۾ ڪا ڊيفينيشن تہ نهيو پرمعاشري ۾ بہ ڪا پرسنلٽي ئي ڪانهي! بغير پرسنلٽيءَ جي پلا ماڻهوءَ جو ڪو وجود ٿي سگهي ٿو؟

شريف ماڻهو جي Definition ڪندي ڪجهہ تاريخدان چون ٿا تہ: گوتم ٻڌ شريف ترين ماڻهو هئو. گوتم ٻڌ کي اسين تاريخ جو شريف ترين ماڻهو سمجهون تہ پوءِ شريف ماڻهوءَ کي محلات. ڪامپليڪس يا بنگلي ۾ رهڻ بجاءِ جهنگ ۾ ڪنهن غار ۾ يا ڪکن پنن سان ڍڪيل اڏي ويهڻو پوندو! ۽ وڻن جا ٻج. گاهہ ۽ گل ڦل کائي گذارو ڪرڻو پوندو! 'اهو پڻ ئي کهڙو جنهن کي هوا نہ لوڏيو هجي؟' ۽ 'اهو سوار ئي کهڙو جنهن ڏکو نہ کاڌو

هجي؟' غور ڪبو تہ 'گوتم ٻڌ' بہ هندن جي وڄ ۾ يا عمر ۾ڙڏڪ وجهي ويو جيئن 'گرونانڪ' وجهي ويو!

ڳالهہ دراصل هيءَ آهي تہ اڪثر ماڻهن کي شريف سڏائڻ ۾ شايد تمام گهڻو مزو تہ اچي يا دِلي سڪون تہ ملي. ان ڪري هميشہ گهڻا ماڻهو سڄي ڄمار ان ڊپ ۾ ئي گذارين تہ معاشري ۾ ڪٿي هو خراب ماڻهوءَ جي نالي سان نہ سڃاتا وڃن ۽ ائين هو نہ رڳو پنهنجين پرسندن زالن جي نظرن ۾ بہ ڪافي محفوظ ٿي ٿا وڃن! اها معاشري طرفان طئہ ڪيل اخلاق جي دهشت آهي. دراصل ان دهشت ماڻهوءَ کي ڪٿي جو بہ نہ ڇڏيو آهي. سوچي سوچي ماڻهوءَ جو مٿو ڦريو وڃي: 'يار ماڻهو ڇا چوندا؟' ماڻهو رستي ويندي پيو ايندڙن ويندڙن کان ڊڄي ۽ سُسيو سوڙهو ٿئي!

بلاڪ E جي ائين نمبر ۾ رهندڙ شريف ڀائي کي سَت سياڻيون ڌيئرون ۽ هڪڙو نياڻو پُٽ آهي. شريف تي الله تعاليٰ جي رحمت آهي، ننڍي هوندي وڏا سڏا دعائون ڏيندا هُئا تہ: 'شال الله ستن پٽن جو پيءُ ڪرئي'. پر جي شريف ڀائي جهڙي ماڻهوءَ کي سَت ڌيئرون آهن ۽ ست ئي الله جي فضل سان نہ رڳو جوان پر خوبصورت بہ آهن تہ ڇا بات آهي؟ اهڙيءَ صورت ۾ ڌيئرون پٽن کان وڌيڪ وفادار ۽ ڪمائتيون ٿي سگهن ٿيون. شريف جي ستن ڌيئن مان چار تہ بلڪل پٽن جهڙيون آهن، جيڪي صوبائي کاتن جي آفيسن ۾ اسٽينو گرافرس يا اسسٽنٽ آهن. شريف جو اڪيلو پٽ نالائق، بگڙيل ۽ نشئي آهي. شريف اوقاف کاتي جو رٽائرڊ ڪلرڪ آهي. هن جي گهر ۾ جيڪو لائيف اسٽينڊرڊ آهي، سو G بلاڪ جي انجنيئر غلام مصطفيٰ پٽيءَ جو بہ ڪونهي، جنهن کي هميشہ پنج ٻار هڪ زال ۽ هڪ پراڻي گاڏي ڪِهليندي وتندي آهي!

شريف جي ويل ڊيڪوريٽيڊ اپارٽميںٽ ۾ چار اسپلٽ اي سي لڳل آهن، وال ٽو وال ڪارپيٽ بہ انچ ٿلهو آهي. سمورن ڪمرن ۾ جديد فرينچر، بہ ايل.سي. ڊي ۽ سمورين Accessories سان فرينچ ڪچن آهي، جنهن ۾ هنن جو بورچي 'شهزادو' چائنيز انگلش ۽ ڪانٽينينٽل کاڌن پچائڻ جا تجربا ڪندو رهندو آهي. شريف جي ڇئن ڇوڪرين جي ڪمائيءَ اڳيان

منهنجي نوابشاهه واري پندرنهن سئو ايڪڙ آباد زمين ۽ انجينيئرنگ واري نوڪري به شرمائيندي آهي!

هيٺ پارڪنگ لاٽ ۾ شريف جون به گاڏيون بيٺل هونديون آهن، جن مان هڪ نئين ماڊل واري جپاني ايڪس ڪرولا منهنجي پاڪستاني ٽويوٽا جا ڇپارا ڪڍندي رهندي آهي! ايڪس ڪرولا لاءِ هن جو چوڻ آهي ته سندس وچٿ ڌيءَ 'مصباح' کي آفيس پاران مليل آهي. مصباح جو قد پنج فوٽ ست انچ، ڇيتي جهڙي ڇيلهه نڪ ڏڳهو اکيون غزالي ۽ چهرو فوٽو جينڪ آهي.

*

شام ٿيندي ئي شريف پائي جي اپارٽمينٽ جو فون انگيج رهڻ شروع ٿيندو آهي ۽ ساڻس ملاقاتين جي به لائين لڳل هوندي آهي. شريف ڪافي مشهور ۽ هلندي پڄنديءَ وارو ماڻهو آهي. هن سان پوليس جي اعليٰ آفيسرن، ڊاڪٽرن، انجينيئرن، ايڊوڪيٽس، ڪسٽم آفيسرس، ايم اين ايز ايم پي ايز ۽ منسٽرس جا خاص لاڳاپا آهن. اڪثر رات تائين هن جي چئن ڏيئرن مان به سندن آٽوميٽڪ ايڪس ڪرولا ۾ ايندي ويندي نظر ايندي آهن، ۽ اهو سلسلو رات دير تائين هلندو رهندو آهي.

شريف جو ۽ ان جي فيمليءَ جو ڏينهن شام جو ستين وڳي شروع ٿيندو آهي. شام جو ڇهين وڳي گهرجا سڀ ڀاتي ننڊ مان اٿندا آهن ۽ ستين وڳي نيرن ڪندا آهن. ورندي صبح جو ستين وڳين هو نيرن بجاءِ ڊنر ڪري سمهندا آهن ۽ هنن جي رات به ان وقت شروع ٿيندي آهي!

مان سمجهان ٿو ته ڪامپليڪس ۾ جيڪڏهن چوڪيدار صاحب خان جو وجود نه هجي ها، ته ان قيمتي معلومات کان گهڻا ڄڻا ڪورا رهجي وڃن ها! ۽ اها ته گهٽ کي خبر هوندي ته دنيا جي سمورن بورچين، ڊرائيورن ۽ چوڪيدارن جا صرف به اهم ڪم ۽ ذميواريون هونديون آهن. پهرئين: پنهنجي مالڪن، انهن جي زالن ۽ ٻارن جي چوڪيداري ڪرڻ. ٻي: واند ڪائيءَ وقت انهن سمورن جي گلا پاڻ جهڙن بورچين ۽ ڊرائيورن سان ڪري نمڪ حلال ڪرڻ. ان ڪري اسان جهڙن اڪثر مالڪن تي الله تعاليٰ جو فضل ۽ ڪرم جاري رهي ٿو ۽ گلا ڪرڻ سان اسان جا گهڻا گناهه پڻ ڌوپجيو وڃن.

□

[3]

# ساڪون يار پلاڪي اکيان دي

’بائولرز ڪيفي‘ جي دونهاتيل، خوشبوءِ پريل ۽ نشئي ماحول ۾ انس، سندس دوست ’شهاب ثاقب‘ ماني ۽ فلسطيني ڇوڪرو ’اهب‘ وينا شيشو پي رهيا هئا. بيئررز کي اُنس ’*تنجيرس منٽ فليور‘ جو شيشو تاهي آڻڻ لاءِ چيو. ڪافي ٻيا ڪپلز ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون شيشن مان دونهات ڪڍي رهيا هئا. هڪ طرف ڪافي ڇوڪرا رَمي کيڏي رهيا هُئا، ٻئي طرف بليئرڊ کيڏي رهيا هُئا. ڪجهه اندروني ڪمرن ۾ چرس ۽ دارون پيئڻ جو انتظام به ٿيل هُئو.

ڪيفي ۾ انوقت شاهي آواز ۾ سرائيڪيءَ جو هِٽ سانگ ، ’ڍولا سَانو پيار ڊِيان نشِيان تي لاڪي، وي هُڻ ساڊا جانون نيئون ٻڻدا!‘ هلي رهيو هئو. ڪافي ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون گيت تي جهومي رهيا هئا.

ٿوري دير ۾ ’مونا‘ ڇوڪرين، ڇوڪرن جي هڪ گروپ مان نڪري اُنس جي ٽيبل ڏانهن آئي ۽ هن کان اتي ويهڻ لاءِ اجازت ورتائين. واجبي سلام دعا ڪرڻ کان پوءِ هوءَ انهن سان شيشو پيئڻ لڳي. مونا جو چهرو دونها ٿيل، وار وکريل هئا، هٿن ۾ مواليِن وانگيان عقيق ۽ فيروزي جون منڊيون،

---

* Tanjeer's Mint Flavour: ليڊنگ برانڊ جو تماڪ، جيڪو شيشو (حقو) ڇڪڻ لاءِ استعمال ٿيندو آهي.

جينس مٿان بيبي پنڪ قميص ۽ ڪارائيءَ ۾ برائون ليدرڪف بريسلٽ پاتل هئس.

ڪجهہ دير بعد انس کي مونا ٻڌايو تہ هن جو پيءُ گذاري ويو آهي، هن جي گذر سفر جو ڪو بهتر وسيلو نہ هئڻ ڪري هوءَ شام جو ڪنهن ٿري اسٽار هوٽل ۾ پيانو وڄائڻ جو ڪم ڪندي آهي. هُوءَ جنهن ڇوڪري سان محبت ڪندي هئي ۽ پوءِ شادي ڪيائين اهو بيروزگار هئو. سو هر مهيني سندس بائيڪ جي پيٽرول، سگريٽن ۽ دارون لاءِ نہ رڳو هن جا ڪمايل سڀ پئسا ڦري ويندو هئو. پر هن کي ماريندو بہ هئو. شاديءَ جي پهرئين سال ئي بريڪ اپ ۽ بعد ۾ ابارشن کانپوءِ هُوءَ ٽن سالن کان ڇڙ بيواهن واري زندگي گذاري رهي هئي. زندگيءَ مان هن جو موهہ ختم ٿي ويو هئو.

ٽن سالن کان ’مونا‘ بيوٽي پارلر بہ نہ ويئي هُئي. ايسٽائين جو هن لپ۔ اسٽڪ بہ نہ هنئي هُئي. هوءَ ڇڙ ماڻهوءَ بجاءِ ڪنهن سڪل وڻ ۾ تبديل ٿي ويئي هُئي. ۽ هاڻ هن زندگيءَ کان مُنهن موڙي ڇڏيو هئو. يا وري زندگيءَ هن کان منهن ڦيرائي ڇڏيو هئو؟ مونا جي اکين ۾ ڳوڙها هئا.

بائولرز ڪيفي جو ماحول ڪجهہ اداس ٿي ويو. ڪجهہ دير بعد وري مونا ٻڌايو تہ ٽن ڏينهن کان پوءِ چوويهين ڊسمبر تي هن جي چوويهين سالگرهہ هئي، جيڪا هن جي يونيورسٽي فيلو ساهيڙين ملهائڻ ٿي چاهي پر هن جي دل نٿي مڃيو ان ڪري هن انڪار ڪري ڇڏيو هو. زندگيءَ هن کي ڪجهہ ڏيڻ بجاءِ سڀ ڪجهہ ڦريو هئو! هوءَ هاڻ زندگيءَ مان بيزار هئي.

انس جي دل کي جُهبي اچي ويئي تہ هن کيس چيو: ميڊم! ’اوهان ساهيڙين جي صلاح مڃو ۽ هن سال پنهنجي سالگرهہ ملهايو ڇو تہ زندگي لکين سالن جي پراسيس ۾ هڪڙو موقعو آهي. جيڪو ماڻهوءَ کي هڪ ڀيرو ئي ملي ٿو. ان کي انجواءِ ڪريو.‘

زندگي ڪوهہ جي نارِ ۽ لوٽن جيان ماڻهوءَ کي گهمائي ٿي پر اڪثر ان جو هر لمحو ماڻهوءَ کي خوش رهڻ جا بيا ڪئين موقعا مهيا ڪندو ٿو رهي پوءِ اهو ماڻهوءَ جي مٿان آهي تہ هُو انهن لمحن کي ڪيئن ٿو پڪڙي ۽ ان مان ساهس وٺي.

"مون کي ڏاڍو افسوس آهي. بيبي، حالانڪِ اوهان جي ننڍي عمر آهي پر اوهان جي زندگيءَ ۾ ڪوئي چارم نہ رهيو آهي؟!" اُنس پنهنجي پئنٽ پاڪيٽ مان ويلٽ ڪڍيو ۽ 'مونا' اڳيان رکندي چيو:

'بيبي هن مان جيترا پئسا کپنو کڻو ۽ Duplex تي وڃي پنهنجي سالگرھ لاءِ' تياري ڪريو. مونا انڪار ڪيو تہ انس زبردستي هن جي پرس ۾ پئسا وجهي ڇڏيا.

*

ٻئي ڏينهن مونا Duplex تي ويئي ۽ تيار ٿي هُن سالگرھ جو ڪيڪ پنهنجين ساهيڙين بجاءِ بائولرز ڪيفي جي مالڪ شهزاد سان اچي ڪٽيو. جنهن کي هوءَ پسند ڪندي هئي. انس کي هن غلط ٻڌايو هو تہ هوءَ بيواهن واري زندگي گذاري رهي هئي.

رات جو دير سان هُوءَ جڏهن انس جي اپارٽمينٽ تي پهتي تہ نشي جي حالت ۾ هئي. هن جو ميڪ-اپ ڦهليل هُئو. مُونا ٻڌايو تہ برٿ ڊي جي خوشيءَ ۾ هن جي ساهيڙين هن کي دارون پيئاريو آهي. انس سان ويهي مونا 'ميري جوانا' پيتو ۽ پوءِ اتي ئي سمهي رهي.

ڪجهہ ڏينهن بعد 'انس' کي 'راحيل' جيڪو 'بائولرز ڪيفي' ۾ بيرو هئو. تنهن ٻڌايو تہ: 'سالگرھ جو ڪيڪ ڪٽڻ مهل ڪيفي جو مالڪ شهزاد، اتي ڪم ڪندڙ دادا رحمان ملڪ ۽ ڪيفي جي مئنيجر ڊگهي ڇوڪري صنم ڪاظمي بہ موجود هئي. جيڪا ۽ دادا رحمان بعد ۾ ڪمري مان هليا ويا هئا. 'شهزاد' ۽ 'مونا' ڪمري ۾ بہ ڪلاڪ اڪيلا موجود هئا!'

ڇهن مهينن اندر 'مونا' ڪئين دفعا ڪوڙ ڳالهائي اُنس کان پئسا وٺندي رَهي. هڪ ڀيري هن انس کان پئسا گهر ٻا تہ هن سندس گُهر کان گهٽ پئسا ڏنس جنهن تي 'مونا' ڪاوڙجي اهي پئسا اڇلائي انس کي مُنهن ۾ هنيا ۽ گهٽ وڌ پڻ ڳالهايو. بعد ۾ فون تي ڌمڪي ڏني تہ هُوءَ ننڍ جون گوريون ڦَڪي آپگهات ڪندي ۽ چٺي لکي انس تي الزام هڻندي تہ هن جي بيهودي رويي جي ڪري هوءَ آپگهات ڪري رهي آهي!

هڪ ڀيري 'مونا' انس کي فون ڪيو:

"ڪٿي آهيو؟"

"مان شهر مان ٻاهر پيو وَڃان. زمينن تي..."

"ڪهڙي ضرورت آهي؟.... ٻن ڪلاڪن کان پوءِ هونئن ئي موٽڻو پوندوَ جڏهن منهنجي ڊيڊ ٻاڊي هاسپيٽل مان ڪجهي گهر ايندي!"

"What nonsense is this yar! ...... What?" اُنس رڙ ڪئي.

"مان ننڊ جي گورين جي سڄي دٻي ٿي ڦڪيان!" مونا ڌمڪي ڏني.

انس انوقت ئي پنهنجو زمينن تي وڃڻ جو پروگرام ملتوي ڪيو. موٽي واپس گهر آيو ۽ 'مونا' کي فون ڪيو ته هوءَ کِلي رهي هئي. هن انس جو مذاق اڏايو ۽ کلندي چيائين: "يار! ٽينشن ليني ڪانهين، ديني ڪاهَي!" ته انس کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي.

انس 'مونا' جي نندي ڀيڻ 'سَپنا' کي فون ڪيو ۽ ان ڳالهه جو ذڪر ڪيو ته هُن ٻڌايو: 'مونا' رات آمي‌ءَ سان به وڙهي آهي ۽ ان کي به ڌمڪي ڏني اٿائين ته هوءَ آپگهات ڪندي. هوءَ پوئين سڄي رات گهر نه آئي هئي ته امي پريشان ٿيندي رهي. هن جو موبائيل به آف هئو. رات جو چئين وڳي شهزاد فون ڪري ٻڌايو ته 'مونا' بائولرز ڪيفي ۾ آهي ۽ صبح جو ايندي سڄي رات هوءَ M.J* پيئندي رهي هئي.

'Buck wild' انس ڪاوڙ ۾ چيو هئو.



---

* M.J: ميري جوانا.

[4]

# ڪِتار جي ڏُن، چانڊُوءِ دهشتگردي

اپارٽمينٽ نمبر تيرهين ۾ يونيور سٽيءَ جو شاگرد، مائٽن جو اڪيلو سڪيلڌو پٽ اُنس جنهن جو هن ڪان پهرين مونا سان گڏ ذڪر اچي چڪو آهي. پنهنجي پاليل ڪُتيءَ 'مارشا' سان گڏ رهندو آهي. مارشا جو نالو هن اميريڪن ٽاپ بليڪ ماڊل 'مارشا هنٽ' (Marsha Hunt) کان متاثر ٿي رکيو آهي.

اُنس جو قد پنج فوٽ چار انچ آهي. وڏيون هرڻ جهڙيون ڪجليون ۽ پُوريون - ڪاريون اکيون، ڏگهو نڪ ۽ چپ گلابي اٿس. هُو اڪثر بليڪس ۽ وائيٽس ۾ هوندو آهي. ڪنهن به تقريب ۾ شامل ٿيڻ کان پهرين هو گهٽ ۾ گهٽ پارٽي ميڪ اپ ڪرڻ نه وساريندو آهي. پر عام طرح جي تياريءَ ۾ به هُو پنهنجي ننهن تي نيچرل ڪلر جي نيل پالش ۽ چپن تي ڪلرليس لپ اسٽڪ هڻڻ نه وساريندو آهي. جنهن ڪري پارٽين ۾ اڪثر ماڻهن کي هن جي مرد هجڻ تي شڪ ٿي پوندو آهي!

هن جي پاليل ڪتي بليڪ لَبراڊار (Labrador Retriver) نسل جي آهي. جيڪا اڪثر اُنس جي پويان پويان هلندي رهندي آهي.

شامُن جو هُو دوستن جون محفلون اٽينڊ ڪرڻ لاءِ بليڪ ڪلر جي سلوار قميص ۾ پرويسٽ ڪوٽ ۽ بُوٽ اچي يا ڪِريم ڪلر جو پائيندو آهي، يا وري بليڪ پينٽ ۽ ڪريم ڪلر جي شرٽ يابليڪ شرٽ ۽ وائيٽ پئنٽ ڪوٽ ۾ هوندو آهي. هن جا وار ڊگها ۽ سڌا آهن. جن کي ڪڏهن هُو سندس

دوست قيصر جي ڪلفٽن واري سيلون مان Curly ڪرائي موٽندو آهي تہ ڪڏهن مختلف ڪلرَ هٽائي ۽ ڪڏهن وارن جي Streaking ڪرائي ايندو آهي. ڪڏهن تہ بلڪل گنجو ٿي هلندو رهندو آهي. هن جا وار سندس اکين ۽ نرڙ کي ڍڪي رکندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن هو اکين جي ٻاهر بہ ڪجل هڻي پاڻ کي عجيب غريب بڻائي هلندو رهندو آهي.

اُنس چوڪيدار صاحب خان جو خاص خيال رکندو آهي، عيد براد کيس ڪپڙا لَتا ۽ خرچيون ڏيندو رهندو آهي. صاحب خان چوندو آهي: 'اُنس درويش ماڻهو آهي!'

ڪجهہ وقت پهرين اُنس چوٽي رکندو هو ۽ اڪثر هن کي پوني ٻڌل هوندي هئي. اُنس جو رنگ گورو آهي ۽ اکين ۾ هميشہ بي خوابيءَ جهڙا گلابي ڏورا هوندا اٿس. اڪثر ڪلين شيوڊ هوندو آهي، يا فرينچ ڪٽ ڏاڙهيءَ جي مختلف نمونن ۾ رهندو آهي، يونيورسٽيءَ ۾ ڇوڪرين جي ميڙ ۾ رهڻ پسند ڪندو آهي ۽ هتي ڪامپليڪس ۾ هلندي گهمندي Shorts ۾ ٻارن، عورتن ۽ ڇوڪرين سان ڳالهائيندي ۽ گهرو ٽيندي مِلندو ڪنهن بہ پارٽيءَ ۾ هُو ڇوڪرين ۽ عورتن واري پاڳي ۾ نظر ايندو آهي. چون ٿا: اُنس جي ماءُ شهر جي هاءِ-فائيو لائيف جي عورت هئي. هن جي پيءُ ان سان ٻي شادي ڪئي هئي. ڪجهہ عرصو پهريائين اها شاندار عورت ڪجهہ ڪرانيڪل بيمارين ۽ بعد ۾ ايڊز جو شڪار ٿي گذاري ويئي هئي. هوءَ پارٽيز ۾ وائين ۽ سگريٽ جو واهپو عام ڪندي هئي ۽ پنهنجا دوست مٽائڻ ۾ دير نہ ڪندي هئي. انس جو پيءُ بہ ڪجهہ سال پهريائين هن لاءِ زمينون ۽ بئنڪ بيلنس ڇڏي گذاري ويو هو.

اُنس سندس پاليل ڪُتي مارشا هنٽ کي پنهنجي پياري دوست چوندو آهي، پر هن جي هڪڙي ٻي موالڻ دوست 'مونا' جنهن جو پڻ اڳ ذڪر ٿي چڪو آهي کي شروع ۾ هُو 'ليونار ڊو ڊاونچيءَ' واري 'موناليزا' چوندو هُئو. ۽ چاڪاڻ تہ سندن تعلقات اڪثر خراب رهندا آهن انڪري کيس 'مُني' جي نالي سان سڏيندو آهي. مُونا باٿ آءِ ليند جي علائقي جي رهواسڻ آهي ۽ دعويٰ ڪندي آهي تہ هن کي اُنس سان عشق آهي!

مونا ٽام بواءِ Tom boy* جيان اڪثر جينز ۽ ٽِي شرٽ ۾ نظر ايندي آهي. هن جا وار هن جي گذريل توڙي موجوده زندگيءَ جيان اڪثر مُنتشر ۽ پريشان نظر ايندا آهن. هن جي ماءُ ۽ پيءُ ۾ ڪافي سال پهريائين Separation ٿي ويئي هئي. ۽ ان بعد هن جو پيءُ گذاري ويو هو. شامن جو مونا ڪنهن ٿري- اسٽار هوٽل ۾ پيانو وڄائڻ جو ڪم ڪندي آهي. هوءَ هڪ سُٺي آرٽسٽ پڻ آهي. مونا جي زندگيءَ جي مقصد ۾ ڪا ڪامياب سُپر ماڊل يا اداڪارا ٿيڻ جا خواب پوپٽن جيان لامارا ڏيندا رهندا هُئا پر ڪجهه ڪئميرامين ۽ پروڊيوسرن هن کي ڏٺا ڏيئي پنهنجو مطلب ڪڍي ڇڏي ڏنو هو. جنهن کي هو دهشت گرديءَ سان تشبيهه ڏيندي آهي.

اُنس يونيورسٽي گهٽ ويندو آهي ۽ 'مونا' ۽ 'مارشا' جي ڪمپنيءَ ۾ گهڻو گذاريندو آهي. يا وري مونا انس جي ڪمپنيءَ ۾ گهڻو گذاريندي آهي. اُنس جي انگلش اسپوڪن ماءُ پاران هن کي ننڍي هوندي کان ئي سنڌيءَ جي بجاءِ انگريزيءَ ۾ سڏڻ ۽ ڳالهائڻ جي ڪري اُنس جي ڳالهائڻ واري انگريزي ڏاڍي سُٺي آهي. يا وري ائين چوڻ بهتر ٿيندو تہ هو اڪثر سنڌينگلش (Sindhinglish) يا اردونگلش (Urdunglish) ۾ ڳالهائيندو رهندو آهي. اُنس اپارٽمينٽ جي ٻارن ۽ يونيورسٽي جي ڇوڪرين ۾ ڪافي مشهور آهي. هو اڪثر ڇوڪرين سان ڳالهائڻ وقت:

'آئو نا يارا!' 'Come On Yar'

'يار ڇوڙو پي نا'، ڪري ڳالهائيندو آهي. ان ڪري سڄي ڪامپليڪس ۾، بلڪ يونيورسٽيءَ ۾ بہ 'ممي ڊيڊي' طور مشهور آهي. اُنس ۽ مونا بيئي اڪثر Week Ends تي سمنڊ جي ڇولين ۾ پُسي واپس ايندا آهن، ريتيءَ وارن پيرن سان اُنس جي Vitz مان لهي لفٽ ۾ چڙهندا آهن. جتي بيئي دير تائين گِٽار وڄائيندا، ڊانس ڪندا ۽ چانڊو بيئر يا وائين پيئندا رهندا آهن. سڄو وقت سنڌن وڊيو C.D وڄندي رهندي آهي، 'يہ هي بمبئي ميري جان' جيان 'يہ هي ڪراچي ميري جان!' مُلڪ ۾ بہ ئي شهر تہ

---

* ٽام بواءِ: اهڙي ڇوڪري جيڪا ڇوڪرن وارا ڪپڙا پائي ۽ ڇوڪرن وارا رَويا اختيار ڪري.

بچيا آهن. هڪڙو لاهور ۽ ٻيو ڪي قدر ڪراچي، جن جي بہ صرف ڪن علائقن ۾ ماڻهو پنهنجي دل جي ڀاهہ هلڪي ڪري سگهي ٿو؟!....... باقي تہ سُهڻا سچي مُلڪ جي رڳن ۾ افغانستان رت ۾ ڀاهہ جيان وهڻ لڳو آهي، اتي جا قبائلي قانون هن ملڪ جا قانون ٿيڻ لاءِ آتا آهن؟!

*

"It is very dangerous situation in the country you know sir?!" هڪ ٻيري پروفيسر ڪامل علي آغا عماد جي لِونگ روم ۾ پنهنجي ٽري پوائنٽ فائيو جي چُشمي مان دوڏا ڦوٽاريندي چيو هو: جڏهن هن ٽي وي‌ءَ تي سوات، وانا، باجوڙ ۽ ٻين علائقن ۾ طالبان جي وڌندڙ اثر رسوخ بابت خبرون ٻڌيون هيون.

"لالا!جنرل ضياءَ هن ملڪ ۾ جيڪا ڀاهہ ٻاري ويو سا وسامي ئي نٿي!" پروفيسر ٿُلهي چشمي مان صُوفي ٻيرن جهڙن ٽارن سان نهاريندي چيو.

"۽ اها هاڻ وسامندي بہ ڪانہ. سُک ۽ سلامتي‌ءَ وارو پاڪستان هاڻي‌ءَ جيڏن وڏن ملڪن کي قبول ڪونهي.... You Know".

"هاڻي‌ءَ جهڙن ملڪن اڳيان پاڪستان هِڪ عظيم غلطي ڪري ويٺو آهي لالا! پاڪستان پابندين باوجود ائٽمي تجربو ڪري سُکين ۽ طاقتور ملڪن جي ڪلهي سان ڪُلهو ملائي بيهي رهيو آهي!" انسپيڪٽر سرتاج ڳالهايو.

"Well, I would like to share the ideas and dreams of Quaid-e-Azam Muhammad Ali Jinnah, Father of the Nation, who wants to stand for secular system in the country."

"يار! اسان قائدي اعظم واري سيڪيولر پاڪستان جي تشريح ئي غلط ڪئي تہ ظاهر آهي ائين ئي ٿيندو! پلا پاڪستان جيڪڏهن ڪٽي مسلمانن جي لاءِ ٺهيو بہ سهي تہ ان جو مطلب اهو تہ ڪونہ ٿيو تہ اسين هتان ويهي پراون گهرن ۾ پٿر اڇلايون!؟"

"We have a finger in every pie!" هن کي هڪڙي برگيڊيئر جا اهي اکر ياد اچي ويا، جڏهن هن چيو هو: 'دنيا ۾ هر هوني والي واقعي ڪا کُرا (پيرو) پاڪستان مين مليگا.'

قائدي اعظم جي خوابن ۽ اصولن کي ڪير ٿو پڇي؟ هو سيڪيولر سنڌي، انگريزي ڳالهائڻ ۽ ڪتن ڊارڻ جو شوقين بيئر به پيئندو هئو. هڪڙي ڀيري هڪ ڊنر جي دعوت ۾ ليڊي مائونٽ بيٽن سندس زال 'رتي جناح' کي سليوليس قميص پاتل ڏسي اعتراض ڪيو ۽ انجي اگهاڙن ڪلهن تي چادر وڌي ته قائدي اعظم ڪاوڙجي پيو ۽ احتجاجاً ان دعوت جو بائيڪاٽ ڪيائين. سڀ قومون سندن پريشانين لاءِ قائدي اعظم کي ئي ڏوهاري ٺهرائين ٿيون!' ڊاڪٽر سلمان ڳالهايو.

"يار! ڪل جهڙي ڳالهه آهي: ڦورخم ۽ چمن جي گدلن ۽ ڪروڙ پتي پٺاڻن کان وٺي، بنون جي ڊرائيورن کان وٺي تربت ۽ پنجگور جي شرابي مڪرانين تائين، نوشڪيءَ ۽ مستونگ جي اڻ پڙهيل وڏين سٽڻن وارن مينگلن کان وٺي ڪراچيءَ حيدرآباد ۽ سکر ۾ رهندڙ پڙهيل ڳڙهيل سنڌين تائين سڀ پنهنجن مسئلن جوذميوار قائدي اعظم کي سمجهن ٿا. پروفيسر!..... انڊيا مان آيل سنهڙا، سُڪل، پان-کائُو پاجاما پاتل پناهه گير: جيڪي ڪوڙن ڪليمن ۽ ڪراچيءَ جي گِهميل هوا ۾ توانا ٿي پاڻ کي 'مهاجر' ٿا چون ۽ هاڻ 'ماجر' ٿي ويا آهن: سي به سندن مسئلن لاءِ ذميوار قائدي اعظم کي ئي ٿا سمجهن! جنهن جي ٺاهيل پاڪستان ۾ اُهي بکيا، اگهاڙا آيل ارب-پتي بڻجي ويا! آخر ڇا ته ڪيو آهي قائدي اعظم جو سڀ ان تي ڪاوڙيل آهن!؟" سڀ پهرين ڪلڻ لڳا ۽ پوءِ سنجيده ٿي ويا!

"يار! هن ملڪ ۾ لکين اهڙا نالائق آفيسر آهن، جو گڏيل هندستان ۾ اُهي ڊرائيورن ۽ پٽيوالن جي نوڪري لاءِ به اَن فِٽ هئا !You know. هن ملڪ جي برڪتن گهڻن بيڪار ۽ بدافعالن کي به نوازي ڇڏيو آهي. گهڻا Executives ڪاپيون ڪري پاس ٿيا ۽ هاڻ فرنشڊ سرڪاري آفيسن، ايئرڪنڊيشنڊ گاڏين، ٽيليفونن، بنگلن ۽ پروٽوڪول جي ڪري سمجهن ٿا ته هو شايد انهن سهوليتن جا اصل کان حقدار هئا. اڄ به انهن کي رڳو ميٽرڪ جي امتحان ۾ ويهڻ لاءِ چيو وڃي ته ٿرڊ پوزيشن به نه ڪڍندا!" سرتاج ڳالهايو.

"بلڪل صحيح." پروفيسر ڪامل علي آغا چيو.

هن ملڪ ۾ جن جن کي به عزت ملي، مانُ مليو مرتبو مليو سي خوش ناهن، انڊيا ۾ جن ماڻهن کي ڪوئن جي ولر جي نالي سان ياد ڪيو ويندو

آهي، جن جا علائقا اتي ٽيڪساس جي گدلن ۾ ڪرمنل نيگرز ۾ هتان جي ينگين جي وستين جهڙا هئا ۽ آهن. سي بہ هتي سڀ ڪجهہ مفت ۾ ملڻ ڪان پوءِ بہ پاڻ کي ڏاڍو ڏکيو ٿا سمجهن! چون ٿا: 'پاڪستان بناني والون ڪي اولاد ڪو ديوار سي لگايا جارها هي!' حالانڪ پاڪستان جو ٺهراءُ سڀ ڪان پهرين سنڌ اسيمبليءَ پاس ڪيو. انسپيڪٽر سرتاج ڳالهايو.

"لالا ڳالهہ ايتري سادي ڪانهي، جيتري اسين سمجهون ٿا. ڪي قوتون مسلسل مسلسل اسان جي ملڪ کي ڪمزور ڪري رهيون آهن ڪافي سالن کان ملڪ ۾ Death Song وڄي رهيو آهي. ڪافي سالن کان Death Squads هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙي ڊڪي ماڻهن کي ماري رهيا آهن. ان جو سبب هتي جون اصل قومون آهن ئي ڪونہ! ڪنهن بہ سنڌيءَ، پٺاڻ ۽ بلوچ جي ناراضگيءَ ملڪ کي ڪمزور ڪيو ئي ناهي. ملڪ ۾ اصل باهہ ڀڙڪي جنرل ضياءَ ٻاري، ان بعد مسلسل ڪڏهن مسجدن ۾ ڪڏهن مندرن ۾ ۽ ڪڏهن چرچز ۾ بم ٿا ڦاٽن ؟! سي ڪير ٿو ڦاڙي؟"

"هر سُوسائيڊ بامبر جي مُنڍي اڪثر ڪنهن بہ پاڪستانيءَ جي نڪتي هجي!" عماد ڳالهايو

"بلڪل صحيح آهي باشا ! اسان جي ملڪ کي پناهہ گير ۽ ٻاهريون قوتون ڪمزور ڪرڻ ۾ لڳيون پيون آهن." پروفيسر ڪامل علي آغا تبصرو ڪيو.

*

ان ڏينهن لفٽ ۾ عماد کي اُنس اڪيلو مِليو تہ پڇيائين : "لالا! پاپي هتي ڪانهي؟"

"نہ ........... فيملي پنهنجن ماڻٽن ڏانهن ويل آهي."

"ها! ڪافي ڏينهن کان مون پاپي کي نہ ڏٺو آهي، هونئن روز ٻارن کي گاڏيءَ ۾ اسڪول ڇڏڻ ۽ وري کڻي اچڻ مهل ڏسڻ ۾ ايندي آهي....... How she is gracile & gracioso woman in our appartament complex sir, I respect her with my hearts!" اُنس روميسا جي تعريف ڪئي:

هن منهنجي پنهي ڪنن پرسان وار سڌا ڪيا، منهنجي ڪوٽ ڪي ڪلهن وٽان نيڪ ڪرڻ بعد مسڪرائيندي منهنجي ٽاءِ جي تعريف ڪئي، "Nice..., its St michael's sir!" هن ٽاءِ جي پويان لڳل اسٽڪر پڙهندي مسڪرايو ۽ منهنجين اکين ۾ نهاريندي چيو:

"Oh my dear! Come to me, be my guest: good drinks, good food with good company ...... you will find every thig there...... what you like ever janoo! ADIDAS!".

"اڄ مون بورچيءَ کي بون-ليس پهاڙي ڇڪن ۽ ڪجهه Continental ٿاهڻ لاءِ بہ چيو آهي ..... you know I don't like qily food's try something I have good stuff!" هن پنهنجي هپس تي هٿ هڻي اشارو ڪيو.

هن جي اکين ۾ مون لاءِ تمام گهڻو پيار هو. لفٽ مان لهي اسين جڏهن پنهنجي پنهنجي اپارٽمنٽ ڏانهن وڃڻ لڳاسون، تہ ڪاريڊار ۾ هن منهنجو چهرو پنهنجي پنهي هٿن ۾ وٺي چيو: "سر! ڪيترا نہ سنها ٿي ويا آهيو....... سر! ڪجهہ کائو پيئو نہ ; مان بورچيءَ کي سوپٽ ۾ ڪو ڊيزرٽ يا ....... Some thing like that ٺاهڻ لاءِ پڻ چيو آهي."

'I will wait for you sir! Please come to me'. هن چوڻ التجا ڪئي. ڳالهائڻ وقت هن جي زبان کان وڌيڪ هن جا هٿ ۽ عضوا هلي رهيا هئا. هڪ چيچ جي نهن تي ان ڏينهن هن بليڪ ڪلر جي نيل پالش هنئين هئي ۽ ان مٿان وري اڇي ڪلرجا ڊاٽس لڳل هُئا. هن جا هٿ چوڪرين جهڙا نرم ۽ آڱريون مخروطي هيون. مون سندس هٿ پنهنجي هٿن ۾ وٺندي کانئس پڇيو:

"Mr. Uns!.....are you know about Metro sexual People?"

"Definitely sir! I not only know about Metro sexuals but about Hetero sexuals, about Mono sexuals, about polly sexuals, about Trans-sexuals about bi-sexuals & so on......so on you know Milord!"

---

* ADIDAS: All day I dream about sex- (Gays جو ڪوڊ ورڊ)

اُنس مسڪرايو. هن جي خوبصورت وڏين اکين جا ڏورا گلابي هئا. هن ميري جوانا پيتو هئو ۽ هن جي چهري تي ان وقت شرارت ڦهليل هئي. توهان ڪڏهن مون وٽ اچو ته سهي نه !هن منهنجي ڳل تي هٿ ڦيريندي چاتيءَ تائين آندو ۽ اتي ڪجهه ڳولڻ لڳو.

"I know even about lesbians... you know sir,.I have much more knowledge about all postures of sex sir?"

هاڻي هو ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳو. ته هن جي واڇن ۾ ٽڪون ميڙي آيون.
"عربين گيز کان وٺي اميريڪن گيز تائين منهنجا انهن سمورن سان فيس بوڪ تي ڪانٽيڪٽس آهن I have found latest behavior to satisfy some one!" انس مسڪرائيندي خيال ظاهر ڪيو.

مون پڇيو: "I think it is a kind of behavior .....what ever you call it-social behavior of some one towards society....?"

"Not at all sir, this is not a social behavior, this is the attitude towords society; you know ... This is like a sort of natural attitude! through out the centuries; when man came in the world he become a gay instead!"

هن ڏاڍي گرمجوشيءَ سان چيو. "Like whales, I too explore the depths of my soul."

"توهان جي گرل فرينڊ مس مُونا ڪٿي آهي؟" مون پڇيومانس.
هن "Insane .......poor creature ......Oh that tom by?" ايندي هوندي ڪجهه ڪاوڙ مان چيو ۽ پنهنجي چپ کي موڙو ڏنو.

مون پڇيو. "Are you both use condoms?"

"Obviously! But almost when she come, she would always in her periods!" هن پنهنجي هٿن کي نچائيندي چيو.

مون خدشو ظاهر ڪيو. "It is terrible! are she has got ill?" course sir, its terrible; she has got some what chronic disease;... but... I think she wants a worrior lover...... with wild attitude!" عماد جو جملو ٽٽل هئو ۽ هن جي چهري تي عجيب تاثر هو.

٭

ٻن ڏينهن بعد اُنس مون وٽ گٽار سميت آيو ۽ هن مون کي سندس ڪمپوز ڪيل هڪڙو گيت ٻڌايو. سندس مٿي تي Bandage ڪيل هئو. جنهن لاءِ مون پڇيومانس تہ هن جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو. هُو سامهون واريءَ پٽ ڏانهن نهارڻ لڳو جتي ڪا پينٽنگ لڳل هئي.

"مونا چري تي ويئي آهي سر!...... I'm always under the gun رات مون سان `چانڊو~ پي جهيڙو ڪيو اٿس! Bad girl......, unfortunate creature!" هن ڪاوڙ مان چيو ان وقت هن جي اکين ۾ اجنبيت هئي.

"چانڊو؟" مون حيرانيءَ مان پڇيو. "What means by Chandoo?"

"B.P.H بليڪ پوائيزن هارڊ You Know...... چرس..... سَر....! رات چرس پي مون سان وڙهي آهي، هاڻ هن جو معمول ٿيندو وڃي تہ هُو گهٽ ۾ گهٽ هفتي ۾ ٻہ ٽي دفعا مون سان وڙهي...... لڳي ٿو تہ مونا دهشتگرد ٿي ويئي آهي." اڪثر هوءَ چوندي آهي تہ هن سان دنيا وارن جنسي دهشتگردي وارو ورتاءُ ڪيو آهي.

مان حيراني مان هن ڏانهن نهارڻ لڳس. ڪجهہ دير لاءِ ماحول اُداس ٿي ويو.

"Sorry يار اُنس...... مون توهان کي پريشان ڪيو."

مون اُنس جي ڪمپوز ڪيل گٽار جي ڌن جي ايتري تہ گهڻي تعريف ڪئي، جيتري گهڻي ايڪيهن نمبر واري سليمان جي خوبصورت زال جي پنهنجيءَ زال اڳيان گلا ڪرڻي پوندي آهي. رُوميسا ان ڳالهہ تي ايتري ئي خوش ٿيندي آهي، جيتري هوءَ سندس ٿاهيل برياڻيءَ، پُڊنگ يا Black Current ڪيڪ جي تعريف ڪرڻ تي ٿيندي آهي.

مون ان ڏينهن اُنس کي رُوميسا جا ٿاهيل چڪن نگٽس کارايا. گرين ٽي پياري ۽ ساٽس گڏ آيل 'مارشا هنٽ' جيڪا در جي ٻاهران هن جو انتظار ڪري رهي هئي، کي بسڪيٽ ۽ کير ڏنو. مارشا مون ڏانهن پيار ڀريل نظرن سان نهاريو.

موڪلائڻ مهل اُنس پنهنجو نرم هٿ منهنجي ڳل تي گهمايو ۽ چيو:

"Really how cute are you, my dear! Please don't go in day time to the sun shine. Use sun-block sir, if you visit your lands".

"سرا زمينن تي ايترو گهٽو نہ گهمو ۽ گهر مان ٻاهر نڪرڻ مهل سن بلاڪ ضرور استعمال ڪندا ڪريو. نہ تہ منهنجو راجا جيڪڏهن ڪٽڪ رنگو ٿي ويو تہ پوءِ اسان جهڙن عاشقن جو ڇا ٿيندو...؟ "Take care; see you!
هن مُسڪرايو هٿ لوڏيو ۽ پٺي ڏيئي چيلهہ کي موڙو ڏيئي مسڪرائيندو هليو ويو. مارشا بہ پڇ لوڏيندي هن پويان وڃڻ لڳي.

ان رات اُنس جي بيڊ روم جي بتي دير تائين ٻرندي رهي هئي ۽ هن جي گِٽار بہ دير دير تائين ٽڪندي رهي هئي. مُونا شايد اُن رات هن سان چرس پيئڻ ۽ وڙهڻ نہ آئي هئي.



رُوميسا کي اُنس جي سيني ڪمن تي اعتراض آهي. هن جي گِٽار وڄائڻ تي، هن جي ڇَتَن ڇُڙيل چرسڻ ۽ موالڻ پر بولڊ تامر بواءِ ڇوڪري 'مونا' سان دوستيءَ تي ۽ هن جي ڪُتِي پالڻ تي بہ هن کي سخت اعتراض آهي. ان ڪري اُنس کي هو بنهہ پسند نہ ڪندي آهي ۽ اڪثر هُو کيس بدافعالو پليت ۽ ڪڏهن ڪڏهن 'ملعون' جي لقبن سان بہ نوازيندي دير نہ ڪندي آهي.

"ان گهر ۾ ملائڪ ئي ڪونہ ايندا، جتي ڪتو ٻڌل هوندو."

هوءَ چوندي آهي، "مئو سموڪر، چرسي! مون کي تہ هِن کان پئو ٿيندو آهي!"



[5]

# خودڪش بمبار جي منڊي

سموري اپارٽمينٽ ڪامپليڪس کي اوندهہ جو ڀوت ڪاريءَ چادر جيان ويڙهجي چُڪو هئو. اوڻٽهينءَ جي رات هئي، بالڪنيءَ ۾ ويهڻ سان آسمان ۾ چلڪندڙ چمڪندڙ تارن جا ميڙ ڏسڻ ۾ تي آيا.

اجا بالڪنيءَ ۾ ويهي عماد زارا بابت سوچي رهيو هو تہ اوچتو هيٺ هوبيو مچي ويو.

ايمبولينس پنهنجي ڳاڙهي بتي گهمائيندي، هِيانءَ ڦاٽيون رُوڙهيون ڪندي، ڪامپليڪس جي آڳر ۾ چڙهي اچي اڻ۔ڪونيو گهڙي آئي. مين گيٽ اڳيان بيٺل سمورا انتظار ڪندڙ ماڻهو ان ڏانهن وڌيا، ڊگي کولي ويئي جنهن مان پهرين مسٽر پيٽرڪ جا بہ پٽ لٿا ۽ پوءِ مسٽر پيٽرڪ جي اسٽريچر تي پيل ڊيڊ باڊي ڪڍي لاٿي پئي ويئي تہ لڳو تي، سمورن ماڻهن، مردن، عورتن ۽ ٻارن جي ڀُنيءَ ۾ وحشت نوڪدار خنجر جيان لٽل هئي. اونداهي رات هوندي بہ ڊپ دهشت ماڻهن جي اکين ۾ ڏياتين جيان پڙڪي رهي هئي!

پوسٽ مارٽم رپورٽ ۾ سينٽ ڪيٿيڊرل چرچ جي جونئير پادريءَ مسٽر پيٽرڪ جي موت جو ڪارڻ ڊاڪٽرن ديسي بناوت جي هڪ ڏيڊ ڪلو وزني بم ڦاٽڻ ۽ ان جا تيرهن ڇيرا هن جي جسم جي مختلف حصن ۾ پيهي وڃڻ سبب گهڻو رت وهڻ ۽ بروقت فرسٽ ايڊ نہ ملڻ قرار ڏنو هئو!

مسٽر پيٽرڪ بم ڦاٽڻ کان پهرين ايمپريس مارڪيٽ مان پنهنجي گهر لاءِ دال، سبزي وٺي سندس ايف۔ ايڪس گاڏيءَ ۾ رکي پاسي ۾ ڪمند

بيڙيندڙ مشين پرسان بيهي رَسُ پِي رهيو هو ته ڪمند جي چُوٽن جي ڍير ۾ لڪائي رکيل بم ڦاٽو هئو. اهو هن جي وڏي پٽ دانيال ٻڌايو.

تفصيل موجب، جيڪو ٽي وي چينلز تي هلي رهيو هو: شام جو سوائين ڇهين وڳي جو وقت هئو. بم ڊسپوزل اسڪواڊ جي اندازي تحت ديسي بناوت جو اهو ڏيڍ ڪلو وزني بم رموٽ ڪنٽرول ذريعي ڦاڙيو ويو. ڌماڪي سان علائقي جي بجلي هلي ويئي، حراس ۾ گاڏيون هڪ ٻئي سان ٽڪرائجڻ سبب گهڻائي ماڻهو زخمي ٿيا. علائقي ۾ موجود ماڻهو بَد_حواسي مان گهٽين ۽ رستن تي ڊوڙندا رهيا. ڌماڪي جو آواز ٻن ڪلو ميٽرن جي پسگردائيءَ ۾ ٻڌيو ويو. پرپاسي جي عمارتن جا شيشا ٽٽي پيا. علائقي ۾ دهشت ۽ خوف ڦهلجڻ ڪري دوڪان ۽ مارڪيٽون وقت کان اڳ ئي بند ٿي ويون.

ڪامپليڪس ان خبر جي ڪري وڌيڪ ڊنل هئو ته شهر ۾ ڪجهه غير ملڪي خود_ڪش حملي آور سوسائيڊ بامبر پڻ پهتل آهن. جيڪي ڪيڏي مهل به ڪئسٽن ۽ C.D مارڪيٽس ۾ گهڙي حملا ڪري سگهيا ٿي. وحشت جي وير هئي، جا سڄي شهر کي آلوده ڪري ويئي هئي.

هر ڪنهن جي وات تي اها ڳالهه عام هئي، ته مسٽر پيٽرڪ جي لاش مان هنڌان هنڌان رت وَهي رهيو هئو جنهن کي ڊاڪٽرن ڪپهه جا پِها رکي بند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. لاش جو چهرو ڏسڻ وارن ماڻهن جو چوڻ هئو ته مسٽرِ پيٽرڪ جي وات مان به رت نڪري وَهي وَهي ڄمي ويو هئو ۽ اها ڳالهه سمورن ماڻهن جا لڳ ڪاندارڻ لاءِ ڪافي هئي.

شهر جي اسپتالن جي مرده خانن ۾ ماڻهن جا لاش پنهنجي وارثن جي اچڻ جو انتظار ڪري رهيا هئا. ڪافي ماڻهن جي ته سڃاڻپ به ممڪن نه رهي هئي.

ان ئي وقت جڏهن مسٽر پيٽرڪ جو لاش ايمبولينس مان لاٿو پئي ويو ته سندس اپارٽمينٽ جي بالڪنيءَ ۾ بيٺل ڪجهه عورتون پنهنجي سيني تي عقيدت مان الائي ڊپ مان؟ آڱر سان مقدس ڪراس ٺاهي رهيون هيون. ساڳئي وقت اُنس جي اپارٽمينٽ ۾ سندس گِٽار غم انگيز سُرن ۾ سُڏڪي رهي هئي. اُنس بيٺو پي رهيو هئو اڄ هو ڊسٽرب هئو.

مسٽر پيٽر اُنس کي سخت ناپسند ڪندو هئو. بائيبل مقدس ۾ لکيل آهي ته: 'اگر ڪو مرد مرد سان همبستري ڪري جيئن عورت سان ڪندو آهي ته ٻنهي مڪروهه فعل ڪيو. انهن ٻنهي کي ماري ڇڏڻ کپي ۽ انهن جو خون سندن مٿان ٿيندو!' مسٽر پيٽرڪ جيئن ته هڪڙو سچو ڪرسچن هوندو هئو ان ڪري هن جي انس سان نه پوندي هئي! مسٽر پيٽرڪ جڏهن به انس کي ڏسندو هو سندس چپن مان هي لفظ نڪرندا هئا: 'Oh, my God, the world is over!' يا وري هڪ پيري هن اُنس کي چيو هئو: 'Kill yourself you fucking loser!' هن جي انهن لفظن مان اُنس لاءِ هن جي شديد نفرت ظاهر ٿيندي هئي. جنهن لاءِ انس چوندو هو ته 'مسٽر پيٽرڪ ٽرڙائپ ٿو ڪري!.'

دنيا بي پناهيءَ جي برف باري ۾ ٿڙڪي رهي آهي!..... پناهه ڪٿي به ڪانهي، ڪنهن به جاءِ تي نه! ڪنهن به مُلڪ ۾ ڌرتيءَ تي به نه....! پناهه جو رڳو دلبو آهي. هر ماڻهوءَ جي هر وِک موت طرف کڄي رهي آهي. ماڻهو سڄي عمر بي يقينيءَ جي ڏبڻ ۾ گذاري ٿو ۽ نيٺ هڪ ڏينهن پاڻي ۾ گپ سندس قد کان وڌا ٿيو وڃن!.....

مُئل ماڻهو کي ڏسڻ سان يقينا ڪافي دهشت پيدا ٿيندي آهي. پر جيڪا دهشت مرڻ کان اڳ ماڻهوءَ جي دماغ ۾ ڪنهن آڪٽوپس جيان چَپ هڻيو ويني آهي، سا موت کان ڪيئن پيرا وڌيڪ آهي! هر ماڻهو جيئرو ڇو ٿو رهڻ چاهي؟ جڏهن ته پنهنجي مرضيءَ سان ته هو ڄائو به ڪونهي! ظاهر آهي، اُهو پنهنجي مرضيءَ سان مرندو به ڪونه. شايد اهو بزدل آهي! ايسٽائين جو قاتل ٻئي ماڻهوءَ کي قتل ڪرڻ کان پوءِ به جيئرو رهڻ ٿو چاهي؟ ان سڄي سِنيريو ۾ دک هن ڳالهه جو ناهي ته ماڻهوءَ کي مرڻو آهي. يا اهو مريو وڃي پر دک هن ڳالهه جو آهي. ته ماڻهوءَ جي هر حال ۾ مرڻ کان پوءِ به جُند نٿي ڇُٽي! ماڻهو مرڻ سان سماجي جبريت جي سرڪڻ ڦاهيءَ مان جيئن ئي آزاد ٿي جند ڇڏائي ٿو ته هُن لاءِ مذهبي جبريت شروع ٿيو وڃي! ڏاڍو پواٽتو معاملو آهي! جنهن لاءِ ماڻهوءَ جو ڪوئي ڏوهه ڪونهي.

چوڪيدار صاحب خان جنهن کي مسٽر پيٽرڪ بلڪل نه وڻندو هو تنهن کي هن جي مرڻ جو ڪو خاص ارمان ڪونه ٿيو هو ان ڪري هُن. پيٽرڪ جي مرڻ جو مٿينءَ دل سان افسوس ته ڪيو پر پوءِ چيائين: 'مسٽر پيٽرڪ کي ڪهڙو

ضرور هو جو گاڏي تي پنجن روپين وارو ڪمند جو جُوس پيئڻ بيهي رهيو؟...
ظاهر آهي پنجن روپين جو جوس پيئڻ وارن سان اهڙو ئي حشر ٿيندو...!
جيڪڏهن ٻن هزارن واري 'رم' يا 'وائين' پيئندو هجي ها، ته گهٽ ۾ گهٽ ائين
نڌڻڪو ٿي ته نه مري ها!' اهو تبصرو هن رُڳو مون سان آهستگيءَ ۾ ڪيو.

مسٽر پيٽرڪ سڄي عمر رڳو پئسن بچائڻ ۾ گذاري. پئسا بچائڻ لاءِ
هن نه رڳو پنهنجين جائز خواهشن جو هميشه گلو گُهٽيو پر هر پيري پنهنجي
ڪٽنب جا به ارمان ۽ خواهشون لت ڏيئي چيپاٽيندو رهيو. هميشه لُنڊا بازار
مان ٿُو پيس وٺي آلٽر ڪرائي پائي آرتوارن تي چرچ ۾ Sermon ڏيڻ ويندو
هئو. X-Mass day کان سواءِ هُو ڪڏهن به شراب نه واپرائيندو هئو. هن کي
بيماريءَ جي حد تائين پئسا بچائڻ جو شوق هئو ان ڪري هو ايستائين جو
ڪرسمس ڏينهن به صاحب خان کي خرچي نه ڏيندو هو!

ڪلاڪ ٻن کان پوءِ چرچ سروس جي هڪ ميت گاڏي آئي ۽ مسٽر
پيٽرڪ جو تابوت کڻي هلي وئي، ته ڪامپليڪس جي مٿان آسمان ڪجھه
وڌيڪ ڪارو ٿي ويو ۽ تارا چپ ٿي ويا، يا اها ڪا اندروني ڪيفيت هئي؟



ٻئي ڏينهن اخبارن ۾ ان واقعي بابت جيڪي خبرون ڇپيون، سي
سمورن ماڻهن اکر اکر ڪري پڙهيون. اخبار جي مين پيج تي مئل ماڻهن
جون جيڪي مُنڊيون ۽ تفصيل ڇاپيا ويا هئا، تن ۾ هڪ منڊي مسٽر
پيٽرڪ جي به هئي. زخمن سان پُريل رت هاڻي ۽ سُڄيل منڊيءَ جنهن کي
مشڪل سان سڃاتو ويو. شهر ۾ ٿيل ٽن واقعن مان هڪ ۾ خود ڪش بمبار
جي شامل هجڻ جو شڪ ظاهر ڪندي هڪ منڊي ملڻ جي دعويٰ پڻ ڪيل
هئي، پر مرڻ وارين سيني منڊين ۾ ڪو خاص فرق نه هئو.

تفصيلن ۾ ڪجھه هن طرح جون هِيانءَ ڪچو ڪندڙ خبرون به ڇپيل
هيون ته: بم ڌماڪي سان ماڻهن جا عضوا پري پري تائين وڃي ڪريا! ڌماڪي
سان ماڻهن جي جسم جي گوشت جا ڇيڇڙا بجليءَ جي تارُن ۾ ٽنگجي ويا!
ڌماڪي سان ڪافي ماڻهن جا چهرا مسخ ٿي ويا! وغيره وغيره.

ان ڏينهن ڪامپليڪس جي وڏي ۾ وڏي اخباري خبر اها ئي هئي.

هڪ حڪومتي عهديدار بم ڌماڪي ۾ مرڻ وارن لاءِ ٽي لک ۽ زخمين لاءِ فوري طور هڪ لک روپين جو اعلان ڪيو هو ۽ دهشتگردن جي ان عمل کي ملڪ دشمن عناصرن طرفان ڪيل عوام دشمن ڪارروائي قرار ڏيندي، پاڙيسري ملڪ جي ملوث هجڻ کي مڪمل طرح رد نه ڪيو ۽ پنهنجي ان عزم کي ورجايو ته ڏوهاري ۽ دهشتگرد عنصرن کي ڪنهن به قيمت تي گرفتار ڪري ڪيفر ڪردار تائين پهچايو ويندو ۽ معصوم عوام جي جان ۽ مال جي 'حتي الامڪان' حفاظت ڪئي ويندي. حڪومتي عهديدار ان واقعي جي فوري طور انڪوائريءَ جو پڻ حڪم ڏنو هو.

اها اسٽيريو ٽائيپ خبر هو سالن کان پڙهندو ۽ ٻڌندو آيو هو. ان چيپيل خبر ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٽي عام ماڻهن کي مُلڪ جي تراني جيان ڪافي فارسي اکرن جهڙوڪ 'عناصر'، 'ڪيفرِ ڪردار'، 'حتي الامڪان' وغيره سمجهڻ ۾ ڪجهه دير لڳي پر ڳالهه سمجهه ۾ اچي ويئي.

حڪومتي عهديدارن جا اهڙا بيان، ٻه ماڻهو مسلسل سالن کان لاڳيتو ٻڌندا ۽ پڙهندا رهيا هئا. خدا جي فضل سان اڄ تائين هڪڙو به 'ملڪ دشمن عنصر' پڪڙجي نه سگهيو هئو ۽ نه وري 'ڪيفر ڪردار' تي پهچي سگهيو هئو! ۽ معصوم عوام....؟ معصوم عوام جي جان ۽ مال بنان ڪنهن ٻپ ڊاءَ جي داءَ تي لڳل هئو. جڻ عوام جي ڪمزور يادگيريءَ جو فائدو تي ورتو ويو يا وري انهن جي ڪمزوريءَ جو امتحان تي ورتو ويو؟ ان بعد تقريباً سمورن ٽي. وي چئنلز تي سينيئر تجزيا ڪارن؟ جا انومان، رايا ۽ بيان هُئا جن سان هو ماڻهن کي معلومات جا خزانا فراهم ڪري رهيا هئا. سڀ ڪجهه شرمساريءَ کي وندرائڻ لاءِ هئو. جيڪو سالن کان ٽي رهيو هئو.

"My Foot..... انڪوائري..... ماڻهن کي بيوقوف سمجهي اهڙا بيان ٿا ڏنا وڃن. مسٽر پيٽرڪ سُتو ماڻهو هئو. خدا کيس جنت نصيب ڪري!" اُنس ماڻهن جي وچ ۾ ويهي چيو. ۽ صاحب خان سَاڙ مان چيو: "وَڃ بيهان، يا عمر ڪنجوسي ۾ گذاريائين مَري ويو ته به ٽي لک ڪمائي ويو. هاڻي جيئرو ته لک جو مري ته سوا لک جو! واهه دلبر واهه"



[6]

# مڇلي جل ڪي راني هي

اهو آرتوار جو ڏينهن هئو. عماد پندرهن ڪلاڪن جي سفر ڪانپوءِ پنهنجي شهر پهتو هئو. پراڻي نهيل ريلوي پليٽ فارم تي رومن انگن وارو شاهي وال ڪلاڪ صبح جا پئوڻا ڇهه وڄائي رهيو هو. ٽرين عماد کي پنهنجي شهر رائيٽ ٽائيم تي پهچايو هو.

هيٺ لهندي ئي اسٽيشن تي ٿڌي ڦُرڪيءَ هن جي ٽنگن کي ڄڻ ٻهڙي ڪُتي جيان چڪ هنيو. ان وقت پليٽ فارم تي معمول کان گهٽ رش ۽ گوڙ هئو. ڌنڌلي ۽ جُهڙالي آسمان تي چنڊ جو پرڇ جهڙو چهرو ڪڪرن جو ٻُڪل هنيو بيٺو هو. ڪجهه مسافر ٽڪڙو ٽڪڙو پيئڻ جو پاڻي ۽ نيرن وٺڻ لاءِ لٿا چڙهيا پئي.

عَماد کي بيگي جينز هيٺان Legging، اوني جوراب، ليدر جو هاف لانگ بوٽ ۽ بليو اڇي ۽ ڪريم ڪلر جي چيڪ واري قميص مٿان ڊارڪ بليو ڪلر جو ٽوئڊ جو ڪوٽ پاتل هو ۽ مٿي تي Marks & Spencer جي بليو اوني ٽوپي پاتل هئي.

گهر تائين پهچڻ ۾ هن کي منو ڪلاڪ لڳي ويو. ان وقت ساڍا ست ٿيا هئا. هن ڊرائيور کان سامان ڪڍائي فرسٽ فلور تي پنهنجي گهر جي دروازي تي رکرايو. ڪيس ڀاڙي جا پئسا ڏيئي واندو ڪيو ۽ گهرجي ڪال بيل وڄائي، پر دروازو بند رهيو. لڳو ٿي تہ رُوميسا، هن جي زال ۽ ٻار گهريءَ ننڊ ۾ هئا.

سج جي چاپوڙي ۾ جڻ برف پريل هئي. اپارٽمينٽ جي بالڪونين ۾ پتين سان ٽڪرائيندڙ يخ هوا هينئر بہ هن جي ٽنگن ۾ اُنس جي پاليل ڪُتي 'مارشا' جيان وچڙي رهي هئي. هن اپارٽمينٽ جي پويان ٺهيل گهرن جي قطار ڏانهن نهاريو هڪ گهر جي مين گيٽ تي پلرس مٿان ويڙهيل سَتَ-گُلي جي شاهي ۾ ڍِٽيل ول جا سڀ پن سرءُ جي ارڙ رڙڪي ڇڏيا هئا! پر هن جي ڪاريڊار ۾ رکيل مختلف قسم جي ڪئڪٽس جا ٻوٽا هميشہ جيان جوان هئا. آسمان هاڻ وڏيڪ ڏنڌلو ۽ اڌ اونداهو ٿي ويو هو.

گهرن جي وچ واري لان ۾ نهارڻ سان هن کي وڻ گدلا، پنن ڇٽيل، خالي خالي؛ سَرءُ ۾ سياري جا ماريل لڳا. ان وقت آسمان تي ڪانگ ۾ سرٽيون ائين اڏامي رهيا هئا جيئن Tower of Silence* مٿان اڏامندا آهن. سڄي ماحول ۾ چانيل ماٺار جي ڪوهيڙي کي پوئين گهٽيءَ ۾ اخبار واري جي هوڪي ۽ سندس موٽر سائيڪل جي آواز ٽي گهٽايو: 'اخبار!..... اخبار!...' جا هوڪا ڏيندو هو ڪجهہ گهرن ۾ اخبارون اڇلائي هليو ويو.

عماد پيهر ڪال بيل تي آگر رکي پر دروازو نہ کليو تہ هن کي ٺڳ جو احساس ٿيڻ لڳو هن پنهنجو سيل فون ڪڍيو ۽ رُوميسا جي نمبر تي ڪال ڪيائين تہ اندران آواز آيو. 'Yes please; coming...' ۽ ڪجهہ ئي پلن ۾ ٿلف ۾ ڪڙي کلڻ جو آواز آيو. سامهون رُوميسا ننڊاکڙي چهري سان مسڪرائي رهي هئي، هن جو منهن ٿورڙو سُڄيل هو پر چهري ۾ اکين جي خوبصورتي ظاهر هئي.

"اسلام عليڪم."

"وعليڪم السلام" عماد جواب ڏنو ۽ اندر ٿي رُميسا کي پاڪر پاتو "ننڊ ۾ هيئو؟...."

"هائو....! بَس هاڻي ڪجهہ دير پهرين آئي آهي..... سڄي رات توهان جي انتظار ۾ جاڳيس پئي."

"ڪافي دير ڪان بينا هُيَئو؟....." هن جي وائيف شرمساريءَ کان مسڪرايو.

---

* Tower of silence: زردشت رسول (Zoraster) جي مڃيندڙن جو قبرستان.

"اوهان جي انتظار ۾ دير تائين ننڊ نہ آئي تہ ٽي وي ڏسندي رهيس نيٺ ٻانگن کان پوءِ ننڊ آئي تہ اک نہ کُلي...... Sorry " رُوميسا چيو.

"No Sorry, no excuse, and no thanks, between wife & husband!"

عماد پراڻو جملو ڳالهايو ۽ مُرڪندي پڇيو: "ٻار ڪٿي آهن؟"

"پنهنجي ڪمري ۾ ستا پيا آهن." رُميسا هن جي ان رنگيل جملي تي مسڪرائي رهي هئي.

عماد بريف ڪيس ۽ ٻيو سامان گهر اندر ڪيو ۽ دروازو بند ڪري اچي ٽي وي لائونج ۾ ويٺو.

سامهون ويٺل رُوميسا ڏانهن نهاريائين تہ هن کي محسوس ٿيو هن جي غير موجودگيءَ جي ٻن مهينن ۾ هن جو پيٽ ڪافي وڏي ويو هو... چهري تي پيلاڻ اچي وئي هئي. هن جا چپ سُڪل ۽ ڪنڌ ٿورڙو ڪارو نظر اچي رهيو هو.

"ڪافي تبديلي آهي!..." هُن زال جي پيٽ ڏينهن ڏسندي چيو. "ڇهہ..... مهينا ۽ نَوَ ڏينهن" رُوميسا ٻڌايو شرمائجي مسڪرايو ۽ ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو.

ان هوندي بہ رُوميسا جي شخصيت ۾ هميشہ جيان بلا جي خوبصورتي ۽ ڇڪ ڇوليون هڻي رهي هئي. هن جي دل چاهيو تہ اتي هن جا چپ چمي پر ترين جي سفر جي ڪري ٿڪل هو. هن پهرين وهنجڻ تي چاهيو.

ڪجهيءَ ننڊ مان اٿڻ ڪري رُوميسا جي اکين تي ننڊ جا ڪيپ چڙهيل هئا. هن جو رنگ رُوپ تازي بادام جي ڳڀ جهڙو وار گهنڊيدار ڪارا، گهاٽا، ڊگها ۽ آءِ برو تازو سيٽ ڪيل هئا. پنهنجا وار سيٽ ڪرائڻ، آءِ برو ٺهرائڻ، ويڪس وغيره ڪرائڻ کان وٺي پارٽي ميڪ اپس جي لاءِ بہ هُوءَ Duplex تي ويندي هئي.

رُوميسا جي شاندار ويڪري نرڙ هيٺان آسماني رنگ جون ٻہ خوبصورت اکيون، انڊين اداڪارا تبو جهڙي نڪ ۾ ڊائمنڊ جي نوز پن، ان هيٺان ننڍڙو وات ۽ گلابي چپ شاندار هئا. ان وقت هن کي ڊارڪ بليو ڪلر جو ايمبرائيڊيڊ ڊريسنگ گائون پيل هئو. جنهن جي ڪري گوڏن کان هيٺ هن جون نظر ايندڙ مالاگوري سنگمرمر جهڙيون ننگون ڪارن وارن سان پريل ڪافي عجيب لڳي رهيون هيون.

"Duplex تي نہ ويا آهيو؟" عماد پڇيو.

"ويئي هُيس....... هن پنهنجين ٽنگن ڏانهن نهاريو..... وارن لاءِ ڪٿا چئو؟" رُوميسا مسڪرايو. "اهي سڀ ڪمر تائين پهچن. ٽڪي تي پوان....... ٽڪي تي پوان هاڻ......!" هن بيهر جڻ بيزاريءَ مان چيو: "ڏسان متان گهر ۾ ئي ويڪس ڪري ڇڏيان." هن پنهنجين ٽنگن ڏانهن بيهر نهاريندي چيو.

"ڪافي....؟" هن اوپاسي ڏيندي پڇيو ۽ عماد ڏانهن نهاريو. "ها ڪافي پيئبي..... پر ان ڪان اڳ مان وهنجندس..... پر ٺيڪ آهي وهنجڻ ۾ دير ٿيندي! توهان پهرين ڪافي ناهيو." هن پنهنجو خيال بدلايو ۽ پوءِ ڪجهه سوچڻ لڳو. رُوميسا مسڪرايو ۽ ڪچن وڃڻ لاءِ اٿي تہ هن ان تي ناقدانہ نظر وڌي پر هوءَ ڪٿان بہ هن کي اڃا پوري نظر نہ آئي. هن جو مناسب بيهڪ وارو فريم غصب جون اکيون، فوٽو جينڪ چهرو گلابي ڳل، نڪريل رنگہ اسٽيپس ۾ ڪٽيل ڪارا گهنگهرو دار وار ۽ ويڪري ڇاتي، سڀ ڪجهه مناسب هئو. هن کي رُوميسا جي جسم تي ڪٿي بہ هلڪي ٿولهہ يا گهٽي وزن جو احساس نہ ٿيو صرف ڇهن مهينن جي گرڀ-وتي هجڻ ڪري هن جو پيٽ ڪجهه وڌيل هو جنهن کي بہ ڊريسنگ گائون ڏاڍي ڪاريگريءَ سان لڪائي رهيو هئو.

عماد ڊرائنگ روم جو جائزو ورتو هڪ طرف پٽ تي ڳوٺاڻي، پهاڙي ڇوڪريءَ جو پورٽريٽ لڳل هو جيڪا هڪڙو ٻڪريءَ جو ٻچو ڪڇي ۾ بيٺي هئي. اهو پورٽريٽ هن آرٽسٽ ريحا علي جي سولو ايگزيبيشن مان خريد ڪيو هو. ٻئي طرف هن جي دوست ۽ آرٽسٽ احمد علي جي ناهيل ۽ گفٽ ڪيل هڪ انساني ڌڙ بنان چهري ۽ بنا سسيءَ جي آئل پينٽنگ هئي جنهن ۾ ڪافي غور ڪرڻ سان بہ پتو نٿي پيو تہ اهو ڌڙ ڇوڪريءَ جو هو يا ڇوڪري جو؟ آئل پينٽنگ جو عنوان هو 'اڌ' 'Half' جنهن لاءِ اُنس جو چوڻ هو تہ اهو هن جي پنهنجي شخصيت جو پورٽريٽ آهي.

"I am Aristofension*, I'm a Halfling, my better half is present at anywhere in the world!.... May be it is,... your sir?

---

* Aristofension: ارسطو فينس جو پوئلڳ (ارسطو فينس) 448 ق.م جو يوناني ڊرامانويس سقراط ۽ يوري پيڊز جو تنقيدنگار. هن جو چوڻ هو تہ ڪائنات جڏهن تخليق ٿي تہ سمورا ماڻهو

هن کي اُنس جو جملو ۽ تهڪ ياد اچي ويو ۽ ان سان گڏ هن جي آواز ۾ گونجندڙ اهو شعر به جيڪو هو هميشه پڙهندو يا جهونگاريندو رهندو هو.

مين آدها هون
بلاڪي گرميون مين يي
آدها سلگتا تا
اب تڪ نا مڪمل هون
مجهي پورا بناني ڪو انهون ني
ايڪ اور آدها
ميري آدهي سي جوڙا
مگر جب آگ بجهتي هي
توفر ڪمري سي دو آدهي نڪلتي هين
ميري اندر سي ڪب نڪلي گا وه آدها
جو مجهڪو ايڪ ڪر ڈالي
ڪيي آدها، ڪيي پورا
يي دوهري زندگي ڪب تڪ
اڌوري زندگي ڪب تڪ؟

(شهزاد نير)

شعرڪان سفر ڪندو هو اوپر وارئ پيت ڏانهن ڌسڻ لڳو جتي 8x5 جو هڪڙو شاهي پوسٽر لڳل هو. هن جي ٻنهي ٻارن، پُٽ ۽ ڌيءَ جو. به صحتمند ۽ مسڪرائيندڙ ٻار ٻئي ٻار جينس (jeans) جا پانچا متي ڪري سمنڊ جي پاڻي ۽ لهرن وچ ۾ جهڪي وارئ تان سپون ميڙي رهيا هئا. سمنڊ جي پوئتي ويل وير بعد ٻنهي جا پاڇا وارئ تي به نظر اچي رهيا هئا. به خوبصورت ۽ ذهين ٻار جن کي ڪئميرا جي هڪڙي ڪلڪ Still life جي معنيٰ ڏئي ڇڏي هُئي.

---

ٻتا هئا. جن کي هڪتي به اڌ ڪيو ويو. عشق جو مطلب آهي هڪ اڌ جو پنهنجي ٻئي اڌ (better half) سان ملڻ.

روميسا هڪ ٽري ۾ ملڪ ڪافي جا ٻه مگ، پاڻي جا گلاس، ڪيڪ، ڇريون، ڪانٽا ۽ پليٽون کڻي آئي ۽ اچي ٽيبل تي رکيائين.



گرم پاڻي جي ٽب ۾ عماد هني مينيا شاور جيل (Honeymania Shower Gel) سان ڪجھ خوشبوئون، ملايون ۽ پوءِ ان ۾ ليٽي پيو. پاڻيءَ ۾ ترڳندي هن کي ڪلھ ڪوئيٽا ريلوي اسٽيشن تي پليٽ فارم ۽ بوگيءَ وارو منظر اکين اڳيان گهمي ويو.

منجھند جا ٻارهن لڳا هئا پر ان وقت پليٽ فارم تي برفاني هوا لڳي رهي هئي ۽ سامهون وارن جبلن مٿان سنو فال جو سفيد تھ نظر اچي رهيو هو. ٽرين هلڻ ۾ ڪجھ منٽ باقي هئا. هو پنهنجي ڊرائيور کان سامان کڻائي بوگي اندر آيو پنهنجو سيٽ نمبر ڳوليندو اتي پهتو ۽ سيٽ هيٺان سامان رکرائي ڪجھ دير لاءِ هو ٻاهر پليٽ فارم تي اچي بيٺو جتي مسافرن جي اچ وڃ ۽ گهورڙين جا هوڪا، 'چُانھ گرم'.... 'لنچ ٻائي....'، 'چانھ گرم' جو گوڙ متل هئو. هن ڊرائيور کي منرل واٽر جي بوتل ۽ ٽشو پيپرز خريد ڪري آڻڻ لاءِ چيو ۽ پريان نهاريو تہ هن ڏٺو پليٽ فارم تي ماڻهن جي ڳپا گيھ ۾ اکين تي سن-گلاسز پاتل هڪ ڇوڪري پنهنجي ڪلهي ۾ اڇي رنگ جو پرس لٽڪائيندي، تڪڙي تڪڙي هلندي ٽرين جي بوگين جا نمبر جاچيندي ان بوگيءَ ڏانهن وڌي جنهن ۾ عماد سامان رکرايو هو.

ويجهو اچڻ تي معلوم ٿيو تہ ڇوڪريءَ جو رنگ ڪافي ڪليل، چهرو موڪرو ۽ قد اُتيل هو. ڇوڪريءَ کي سي-گرين ڪلر جو چولو اڇي رنگ جي سلوار ڪريم ڪلر جي اُن مان اُڻيل جرسي ۽ پيرن ۾ بہ اڇي رنگ جي جورابن سان گڏ اڇو هاف بوٽ پيل هو. هن جي ڪاڻي هٿ جا ننهن وڌيل هئا جن تي سلور ڪلر جي نيل پالش ڪيل هئي. عماد جي دل ۾ سر گم وڄڻ لڳو:

سا......ري.......گا.........ما........پا......ڌا......ني........سا،
سا......ني.......ڌا..........پا.......ما.......گا.......ري........سا.
ني...... سا ......گا.........ما........پا.......ڌا.......ني........سا.
سا........ ني...... ڌا........ پا.........ما.......گا........ري........سا.

پهرين نظر ۾ ئي عماد اندازو لڳايو تہ بهترين فريم رکندڙ سن-گلاسز پاتل ڇوڪريءَ جو قد ساڍن پنجن فوٽن کان مٿي، بسٽ ڇٽيهہ يا اٺتيهہ، ويسٽ ايڪٽيهہ يا ٻٽيهہ ۽ هِپس ايڪيتاليهہ يا ٻائيتاليهہ هئا!

'Wow!'، عماد جي چپن مان نڪتو.

ٽرين جي پهرئين ئي وسل تي هو بوگيءَ ۾ چڙهي پنهنجي سيٽ ڏانهن وڌيو تہ هن کي ڪافي حيرت ٿي تہ ساڳي ڇوڪري دريءَ جي ڀرسان عماد جي سيٽ تي ديرو ڄمايو ويٺي هئي ۽ پاسي ۾ هن جو سفيد رنگ جو پرس رکيو هو. جيڪو نہ رڳو ان ڇوڪريءَ جي موجودگي پر قبضي جو احساس بہ ڏياري رهيو هو. لمحي لاءِ هو هڪ عجيب احساس ۾ ونڃي ويو. هن سوچيو: جيڪڏهن همسفر خوبصورت هجي تہ ڊگهي سفر جو احساس گهٽجي ٿو وڃي، پر هن کي سندس سيٽ تي بنا اجازت جي اهڙو قبضو سٺو نہ لڳو.

"Do you mind?..... اوهان جو سيٽ نمبر پليز؟"

"فورٽي سڪس." فيئررنگ واري ڇوڪريءَ نظر جي عينڪ مان ڏسندي چيونگم چٻاڙيندي چپن جي اندران ڦوڪڙو ٺاهي ڦاڙيو ۽ خوش اخلاقيءَ سان جواب ڏنو.

"توهان جي سيٽ جو نمبر غالباً فورٽي فائيو آهي، پر جيڪڏهن توهان هتي ويهڻ چاهيو تہ..." هن سندس پرس جي ٻئي طرف اشارو ڪيو.

ڇوڪريءَ جي پُورين اکين ۾ سوال هو ۽ لڳو ٿي تہ هو دريءَ واري سيٽ تان چرڻ لاءِ بلڪل تيار نہ هئي. هُوءَ بنا ڪجهہ ڪڇڻ جي عماد ڏانهن ڏسي رهي هئي.

"It's Ok!...... مان پلا سامهون واري سيٽ تي ٿو ويهي رهان! عماد ڄڻ هار مڃي، ۽ ڇوڪريءَ جي سيٽ جي سامهون واري خالي سيٽ تي ٻي دريءَ ڀرسان جتي اڃان ڪو مسافر نہ آيو هو ويهي رهيو. وٽندڙ ڇهري واري اُن ڇوڪريءَ جي چپن تي هاٽ ريڊ ڪلر جي لِپ-اسٽڪ جو تهہ ۽ ان مٿان لپ-لائينر لڳل هو. هُوءَ مسلسل چيونگم چٻاڙي سَن گلاسز مان دريءَ کان ٻاهر نهاري رهي هئي پر تہ بہ هن جا چپ ڄڻ ڏکي ۽ ٻري رهيا هئا! هن پنهنجا سن-گلاسز لاٿا. پرس مان ڪور ڪڍي ان ۾ رکيا ۽ اتان ريڊنگ گلاسز ڪڍي پاتا.

ٽرين آخري وسل هڻندي ۽ ڇُرندي پهرين شهر جو وچ ۽ پوءِ پسگردائيءَ ۾ ٿهيل اوڏڪا ڪوٽ ۽ گهر ڇڏيندي، آهستي آهستي دشت جي ميدان ۾ بادامن جي پنن ڇڻيل وڻن جا ٿُنڀ اُڪرندي هلڻ لڳي. دشت جو آسمان ڪجهه ميرانجهڙو هو. سرد موسم جي ڪرخت ديوَ جڻ بڪ ۾ سمورن وڻن جا پن رڙڪي کائي ختم ڪري ڇڏيا هئا! نيٺ ٽرين هڪ سُرنگ ۾ داخل ٿي ۽ ڪجهه لمحن بعد ٻاهر نڪتي تہ اڳيان ڪولپور جو شهر هئو. گاڏي بيهندي ئي هن ڇوڪريءَ کان پڇيو:

"توهان چانهه پيئندئو؟"

"اوهہ يس!" ۽ ڇوڪري پرس کولي پئسا ڪڍڻ لڳي.

"انهن جي ڪائي ضرورت ڪانهي." هن مسڪرائيندي ڇوڪريءَ جي ڇپن ڏانهن نهاريو جيڪي اڃان بہ ڀري رهيا هئا.

هو تڪڙو ٽرين مان هيٺ لٿو سرد هوا سڀ ڪجهه ڪي فريز ڪري ڇڏيو هئو. هن پنهنجي ڪوٽ جو ڪالر ڇڪي سڌو ڪيو ۽ اسٽال تان چانهن جا بہ پيپر گلاس ورتا. ليدرجي دستانن پاتل هٿن سان پڪڙيا ۽ تڪڙو هلندو واپس اچي ٽرين ۾ چڙهيو.

"سڀ گهر، جايون ۽ ماڻهو لڳي ٿو فريزٿي ويا آهن! !Have a cup of tea"

هن مسڪرائيندڙ اکين واري ڇوڪريءَ ڏانهن چانهن جو پيپر گلاس وڌائيندي ڳالهايو. هن کي محسوس ٿيو تہ سرديءَ جي ڪري هن جي نڪ جي چوٽي گلابي ٿي ويئي آهي. هن پنهنجو سيل فون ڪڍي سگنلز ڏٺا تہ نہ هئا، ان ڪري هن بند ڪري کيسي ۾ رکيو.

"Thank you Sir, for this kindness.... for hot cup of tea!"

ڇوڪريءَ مسڪرائي هن جي مهرباني مڃي ۽ سِپ پِرڻ لڳي.

وِسل هڻڻ کان پوءِ ٽرين ٻيهر ڪڇن گهرن، مڪانن جون ڇتيون اڳڻ ۽ دالان ڇڏيندي اڳتي وڌڻ لڳي تہ هن ڇوڪريءَ کان اڌ اکريءَ ۾ پڇيو:

"Working Women?"

"Yep Please!..." ڇوڪريءَ جو تاثر دوستاڻو هئو.

چانهن ختم ڪري هن پنهنجي پرس جو لاڪ کولي ان مان ڪجهه شگرفري چيونگم ڪڍيا ۽ عماد ڏانهن وڌايا. ته هن ڏٺو ڇوڪريءَ جون اکيون ماڪيءَ رنگ هيون. وڌيڪ پڇڻ تي معلوم ٿيو ته هنن ٻنهي جون آفيسون شهر جي هڪ پوش علائقي ۾ پرسان پرسان ئي هيون. ڇوڪريءَ جو نالو ربيعا هئو ۽ هوءَ UNO جي ايڊيوڪيشن پروگرام ۾ آفيسر هئي.

"منهنجو نالو عماد حسنين آهي... ۽ مان انجينيئر آهيان" عماد پنهنجو تعارف ڪرايو.

"Nice" ربيعا مسڪرايو.



[7]

# سمورن مذهبن جو خدا Male آهي

ترين منظر بدلائي رهي هئي ۽ هو ٻئي ڳالهين جا مُوضوع!

"مان اڪثر بلوچستان جي ڳوٺن جا دورا ڪريان ٿي، خاص ڪري ڏورانهن علائقن ۾. ماڻهن جي حياتي ڏاڍي سخت آهي. ماڻهن کي مناسب کاڌو، مناسب ڪپڙا ۽ مناسب جوتا پائڻ لاءِ ڪونهن ۽ رهڻ لاءِ مناسب جايون به ناهن. ڪچن ۽ ڪکاون گهرن ۾ رهن ٿا. ويتر مهانگائيءَ ماڻهن جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو آهي.... مان هر مهيني ڏورانهن ڳوٺن جي اسڪولن ۾ پڙهندڙ ڇوڪرين ۾ مفت کاڌُرو آئل جو ڏيو ورهائڻ ۽ ان جو حساب ڪتاب رکڻ لاءِ ذميوار آفيسر آهيان. انڪري گهڻن ڳوٺن ۾ وڃڻ جو موقعو ملي ٿو."

"ملڪ ۾ سڀ ڪجهه موجود آهي تيل، گيس، ڪوئلو ٽامو پٽل، سون، هر قسم جا ميوا ۽ اناج پر ته به ملڪ ۾ ماڻهن جي Per-Capita محدود آهي..... ماڻهن جي رهائش ۽ کاڌي جو طريقو تمام گهڻو سادو آهي." عماد ڳالهايو.

ٻنهي جو خيال هئو ته هر پنجن سالن کان پوءِ ڏهه سال فوجي حڪومت، ملڪ جا بنياد کوکلا ڪرڻ کان سواءِ قومن جي وچ ۾ ويڇا ۽ نفرتون پيدا ڪيون آهن. ۽ اهڙي عمل سان ملڪ جو اميج ٻاهر به خراب ٿيو آهي.

"گهڻا سال ٿيا اتي جاب ڪندي؟" عماد سوال ڪيو.

"ٽي سال!..... ۽ پنجن سالن جو ڪانٽريڪٽ آهي!" ربيعا ٻڌايو.

"ان جو مطلب تہ اوھان جي عمر وڌ ۾ وڌ....... پنجويهہ يا ڇويهہ سال هوندي؟..... ساري! مون کي ڇوڙ تہ نہ کپي پر اوھان جي عمر تقريباً ايتري ئي هوندي!" عماد ڏُکو هنيو. ربيعا کلڻ لڳي تہ هن جي ڳل ۾ ڇُگهہ پئجي ويو.

"It is very young!"

"Very young & very perfect age for..." عماد ڳالهائيندي رڪجي ويو.

"Well, very young and very perfect age for..... what" ربيعا مسڪرائيندي هن کان سوال ڪيو.

"For,... for... you know:... you can say it, for friendship to someone!."

"ها ها ها!" پهرين ربيعا ٿهڪ ڏنو ۽ بعد ۾ هن جي اکين ۾ نهاريندي سنجيده ٿي ويئي.

"I don't like teen age girls you know!..." عماد ڪوڙ ڳالهايو.

ربيعا ٻيهر ٿهڪ ڏنو جيڪو ڪافي دوستاڻو هئو. هن جي ڇهري ٿي لڄ اچي ويئي. هن ريڊنگ گلاسز مان ڪاڪيءَ رنگ اکين سان عماد ڏانهن چتائي نهاريو. عماد محسوس ڪيو تہ ربيعا جي ٿهڪ مان هڪڙو شاهي پوپٽ نڪتو ۽ اهو سڄي بوگيءَ ۾ اڏامڻ لڳو!

"And how old are you Mr. Ammad Husnain?" ربيعا هن کان سوال ڪيو.

"Sorry!" هن ٿهڪ ڏنو.... "مردن کان سندن عمر نہ پڇبي آهي ۽ ڇوڪرين کان سندن عمر پڇڻ جو ڪو فائدو ڪونهي." عماد کلندي ڳالهايو.

"مردن کان سندن مرتبو پڇبو آهي." هن مسڪرايو تہ ربيعا بہ مسڪرائڻ لڳي.

"جيڪڏهن مردن جي عمر سان ڪو فرق پوندو هجي ها تہ پوءِ انڊين مرد اداڪارن تي بہ ضرور فرق پوي ها!..... 'سلمان خان'، 'عامر خان' ۽ 'شاهہ رخ خان' ٽن نسلن جي اداڪارائن جا هيرو نہ بڻجن ها! ۽ اڪشي ڪمار هر نئين هيروئن جو هيرو نہ اچي ها!.... مرد جو حُسن لازوال آهي! You know"

"توهان ڪافي چالاڪ Performer آهيو.... مون کان عمر پڇي هاڻ پنهنجي نٿا ٻڌايو؟" ربيعا مسڪرائي رهي هئي.

"نہ! مون توهان کان توهان جي عمر پڇي ڪانهي، ٻڌائي آهي!" عماد چيو تہ ٻئي ٿهڪ ڏيڻ لڳا.

"۽ مرد جي لازوال حُسن جو مطلب؟ ميل شاونزم ڏانهن جُهڪاءُ ظاهر نٿو ڪري؟" ربيعا ڇڻ احتجاج ڪيو.

"ميل شاونزم؟ سُٺي شيءِ ڪانهي، پر فيميل شاونزم بہ ڪا سٺي شيءِ ناهي! سمورا نبي مرد هُئا ۽ سمورن مذهبن جي، نفسيات بہ اهائي آهي. جيڪڏهن ائين نہ هجي ها تہ پوءِ خدا فيميل هجي ها! سمورا مذهب خدا کي 'Male Entity' ٿا ڄاڻائين پر منهنجو خيال ان جي ابتڙ آهي. خدا جون سموريون خصوصيتون مرد نہ پر عورت ۾ موجود هونديون آهن. مرد تہ تعصبي، ۽ ڪوتاهہ نظر ٿو ٿئي. عورت ۾ ڪائناتي خصوصيتون لڌيون وڃن ٿيون. مرد ٽوڙيندڙ ۽ عورت ڳنڍيندڙ آهي، عورت سينگاريندڙ ناهيندڙ ۽ برداشت ڪندڙ وجود آهي. بهرحال هيءَ دنيا رڳو مرد جي ڪانهي؛ اها جيتري مرد جي آهي، اوتري ئي عورت جي بہ آهي! بلڪ جيڪڏهن مرد دنيا کي ناهيو آهي تہ عورت وري ان کي سينگاريو آهي.! جيڪي مذهب، متا ۽ قانون عورت کي ڪمتر قرار ڏين ٿا اهي عورت جي شخصيت کان ڊنل آهن. عورت شاندار وجود آهي.....

"توهان عمر ٻڌائڻ لاءِ زور ٿا ڀريو تہ پوءِ ٻڌايانوَ ٿو: "It is Thirty Five!" هن وري ڪوڙ ڳالهايو.

"ٿرٽي فائيو؟" ربيعا حيرانيءَ مان ورجايو.

"Yes, Thirty five!.... very young!" عماد اعتماد سان چيو.

"منهنجو فيئانسي دُبائي (Dubai) ۾ بينڪ الامارات ۾ جاب ٿو ڪري... اسين ٻئي شاديءَ جي انتظار ۾ آهيون." ربيعا ڇڻ عَماد کي ڄاڙيءَ وارو اسفيد پنڇ هٽي ڪڍيو.

عماد جي چهري تي هڪ لمحي لاءِ ناگواريءَ جو تاثر ابريو پر هن اهو لڪائيندي ڳالهايو:

"Very nice, are it's love marriage?" عماد پڇيو.

"Not at all, it's arranged sir!" ربيعا هن جي چهري ڏانهن ڏسندي ڳالهايو.

هنن ٻنهي وري ٿهڪ ڏنو. جيڪو هڪڙي شاهي پٽاپٽي پوپٽ ۾ بدلجي سچي بوگيءَ ۾ اڏامڻ لڳو.

"توهان کي منهنجو جملو شايد نہ وڻيو؟" ربيعا هن جو جواب ٻڌڻ کان پهرين ڳالهايو:

"....Some how مون کي بينڪرس نہ وڻندا آهن!.... خوبصورت ٽايون ۽ ٿُو-پيس پاتل، صاف سٿرا پر گهٽ آمدنيءَ وارا ۽ تمام گهڻا مصروف مرد، جن جي صبح ۽ شام ليجرز اڪائونٽ بُڪس ۽ بيلنس شيٽس ٺاهيندي ٿي گذري، بزنيس ۽ ٽارگيٽس ِ سِر ڪپائيندي ٿي گذري...! جون ۽ ڊسمبر جي ڪلوزنگ جي انتظار ۾.... ۽ زندگي يونهي تمام هوتي هي!" ربيعا ڳالهايو.

ڪجهہ دير تائين ٻئي چپ رهيا. ٽرين تيزيءَ سان پنڌ ڪٽائي رهي هئي.

"سويل مرد بابت ڳالهہ ٿي رهي هُئي. ٻڪر ۽ هرڻ جي گوشت ۾ جيڪا ٽيسٽ آهي سا ٻڪريءَ ۽ هَرڻيءَ جي گوشت ۾ ڪٿي؟" عماد چيو تہ ٻئي ٽهڪ ڏيئي کلڻ لڳا.

دنيا هاڻ 'ميل شاونزم' ۽ 'فيميل شاونزم' جي پراڻن ٽرمس مان آزاد ٿي ويئي آهي. هاڻ اها 'سائبر فيمنزم' تي ڳالهائي رهي آهي. هاڻ ان مرد ۽ عورت کي هڪ ٻئي روپ ۾ قبول ڪري ورتو آهي. چوڻ ۽ ڪتابن ۾ لکڻ جون ڳالهيون ٻيون آهن پر عملي طرح عورت کي ڪنهن بہ نظام ۾ اعليٰ قرار نٿو ڏنو وڃي. هر نظام ۾ عورت لاءِ* Misqogyny موجود آهي.

سمورن مذهبن جو خدا 'مرد' آهي. 'عورت' ڇو ناهي؟ اهو ميل شاؤنزم ناهي؟ مذهب عورت کي 'سيتا' جي روپ ۾ ڏسڻ ٿو چاهي! ڇو؟ ان هوندي بہ عورتن جي گهڻائي مذهبي ڇو آهي؟..... "معاف ڪجو عورت فطري طرح پاڻ مرد جي دَٻاءَ واري شخصيت کي پسند ڪندڙ وجود آهي." عماد چيو.

"عورت کي سندس حيثيت جي خبرئي ڪانهي!"

ربيعا پنهنجن وارن جي ڳل تائين لڙڪندڙ ڇَڳ ٺاهي پوءِ پنهنجو ڳلهن تان هيٺ لڙڪي آيل رئو مٿي ڪيو ۽ ٺهي ويٺي. گاڏي تيزيءَ سان هلي رهي هئي.

عماد ٿڌو ساهہ پريو ڪجهہ چوندي رهجي ويو ۽ دير تائين دريءَ کان ٻاهر نهارڻ لڳو. نيٺ هن پنهنجي آڱرين سان دريءَ جي شيشي کي وڄائڻ

---

* Misogyny: زن بيزاري

شروع ڪيو. ڪجهه دير بعد هن ربيعا ڏانهن ڏسڻ بنان پڇيو: "بينڪرس
ڪان ايتري چڙ ڇو؟"

"مون کي بينڪرس نٿا وڻن. ....!I don't like those poor guys مان
چاهيان ٿي، منهنجو هسبينڊ ڪو پروفيسر هجي.. جن وٽ جي پئسو ناهي
ته گهٽ ۾ گهٽ وقت ته آهي؟!..... اڄڪلهه ٽاءِ ٽُو پيس ۽ مهراڻ گاڏيءَ ۾
ماڻهو امير نٿو لڳي!.... ٽاءِ ٽُو پيس ۽ مهراڻ گاڏي ته هڪڙو پروفيسر به افورڊ
ڪري سگهي ٿو." ربيعا پنهنجو خيال ظاهر ڪيو.

"Off course; what about business man or land lords!?" عماد پڇيو.

"زميندار ڏاڍا ڪنزرويٽوَ ٿا ٿين. پنهنجن زالن کي به زمين جو ٽڪرو
ٿا سمجهن.....! زمين..... جنهن تي هئي پير جوتن سميت رکي هلي
سگهجي.....! ۽ بزنيس مين؟.... هڪڙي بزنيس مين سان ته منهنجي هڪڙيءَ
دوست وَرَدا جي به سال پهرين شادي ٿي آهي، پر اها به مطمئن ڪانهي. هن
جو مڙس ڪافي بزي ٿو رهي... بزنيس ۾ باقي سندس بچيل وقت شو-بز جي
ماڻهن سان ٿو گذري... بلڪ شو-بز جي اڪثر فيمليز سان ڪمپنيز ۾
انگيج ٿو رهي. اسان جي سماج ۾ لڳي ٿو زال کي هر مرد گهر ۾ پيل ٽي.وي،
فرج يا ايئرڪنڊيشنڊ جهڙي حيثيت سان ٿو ڏسي. زال مرد جا بار نپائي وڏا
ڪرڻ ۽ فرمانبردار نوڪر جا ڪم ڪرڻ لاءِ هجي ٿي. هر سال شاديءَ جي
سالگرهه تي ڊائمنڊس جو نئون سيٽ وٺي زال کي ڏيڻ سان سموريون
محبتون ته شيئر نٿيون ڪري سگهجن نه!؟" ربيعا عماد ڏانهن نهاريندي
چيو ۽ پوءِ دريءَ ڏانهن ڏٺو. شايد ڪا اسٽيشن اچي رهي هئي.

"وردا کي ڪمپني وٺڻ لاءِ بيا دوست ڪرڻا پيا آهن...." ربيعا پنهنجي
ڳالهه جاري رکي.

"هوءَ اڪثر جڏهن بور ٿيندي آهي ته پنهنجين شامن ۽ راتين کي
مصروف گذارڻ لاءِ گاڏي کڻي ايئرپورٽ هلي ويندي آهي. جتي لگيج ۾
ڪم ڪندڙ سندس دوست اُربيا مفتي ۽ هُوءَ اڪثر ڊوميسٽڪ فلائيٽس
مان لهي ايندڙ مُسافرن مان ڪنهن کي پسند ڪري پاڻ سان گڏ ڪلفٽن ۾
ورتل ۽ فرنشڊ ڪيل سندن اپارٽمينٽ تي وٺي ويندي آهن..... جيڪي
هن سان هلڻ ۽ وهسڪي پيئڻ جي حامي ڀرين!...... هن جي طبقي جا مرد

هن کي ايئرپورٽ، فائيو اسٽار هوٽلس جي ڪاريڊارس ۽ سوئمنگ پولس تي جلد مِلي ويندا آهن.... تہ بہ هوءَ انهن سان پنهنجيون اڪيلايون شيئر نہ ڪري سگهندي آهي ۽ ڪافي پريشان رهندي آهي! سموڪنگ، وهسڪي.... ۽ ڪڏهن ماري جوانا پڻ!" عورت کي حقيقي خوشي صرف هن جو پيار ڪندڙ مڙس ئي ڏيئي سگهي ٿو. هوءَ عماد جي چهري ڀر ڏسڻ لڳي.

"ماڻهوءَ جي اندر ۾ الائجي ڪيڏا وڏا غار آهن...؟ الائجي ڪيترييون گفائون.... جيڪي پرجن ئي نٿيون!.... ماڻهوءَ جو نفسياتي چيد ڪائنات جيڏو وسيع آهي!" عماد ڳالهايو.

"Un- believable, un bearable & un beatable!" ۽ سڀ ڪان اهم ڳالهہ تہ ڪنهن بہ قانون کي خاطر ۾ نہ آڻيندڙ! ماڻهوءَ جا جذبا ۽ احساس ڪنهن بہ قانون ۽ قاعدي جا پابند ٿين ئي نٿا. ڪجهہ ڊيجڙو قسم جا ماڻهو قانونن کان متاثر ٿين ٿا پر اڪثريت ظاهري طرح يا وري لڪ چپ ۾ قانونن کي ٽوڙي ٿي" عماد چيو.

"توهان جهڙيون ڇوڪريون سڄي عمر پنهنجو آئيڊيل ڳوليندييون رهنديون پر ڪين نہ ملندو! زندگي آئيڊيلز جي سهاري نٿي گذاري سگهجي. زندگي ايتري منجهيل آهي جو اها بس سرسري طور تي گذاري ڇڏبي آهي. ان لاءِ گهڻو سوچبو بہ ڪونهي. نہ تہ اها ڪٿي جو بہ نہ ڇڏيندي آهي. اسين سڀ Creaturesتڪليف ۾ آهيون. ڇو تہ اسين پسمر ٿيل تارن ۽ ڪهڪشائن جي رک، زبون ٿيل مادي مان بڻيا آهيون ۽ هڪ ڏينهن وري پسمر ٿيڻا آهيون. اسان کي ان ڪيفيت مان هاڻ ڪوبہ زميني ۽ آسماني خدا بہ نٿو ڪڍي سگهي!" ربيعا جي چهري تي ان وقت ڄڻ ڪائنات جيڏو وڏو درد ڦهلجي ويو. محسوس ٿيو. هوءَ ڪنهن اڻ۔تارُوءَ جيان سمنڊ جي وچ ۾ ٻوڙاتيون کائي رهي هئي!

دريءَ جي ٻاهران ٻولان لڪ جو پهاڙي سلسلو شروع ٿي ويو هو.

"هونئن توهان جون آڱريون ۽ چپ ڪافي خوبصورت آهن.... بلڪل Juliette Elee ۽ پريانڪا چوپڙا جهڙا!" عماد چيو تہ ربيعا مسڪرائڻ لڳي.

"مون کي سڀ ماڻهو ائين ئي ٿا چون!" ربيعا عماد جي لفظن سان سهمت هئي.

"دراصل.... زندگي اهڙيءَ ڪنهن به صورتحال جو نالو ڪونهي جنهن ۾ ماڻهو مطمئن ٿي سگهي! اطمينان گهٽ ۾ گهٽ زندگيءَ جو نالو ته ڪونهي ماڻهو دنيا ۾ نه چڱيءَ طرح جِي ٿو سگهي ۽ نه مرِي ٿو سگهي....! پنهنجيءَ ڪنهن به حالت منجهان خوش ڪونهي.... ماڻهوءَ جي اندر جي ڪائنات ۾ موجود *بليڪ هولس جي ڊيگهه ويڪر جي به ڪنهن کي ڪا خبر ڪانهي.!" عماد چيو.

"هر ماڻهوءَ جا پنهنجا ڏک ۽ پنهنجيون خوشيون هونديون آهن: سندس معيار ۽ سمجهه موجب..... ائين ئي جيئڻ هر ماڻهوءَ جو نصيب ۽ عمر به الڳ الڳ ٿئي ٿي.... ۽ وري هر طبقي جا به پنهنجا الميا ۽ خواهشون آهن... مون ڪروڙ پتي ماڻهن کي به روئيندي رڙندي ڏٺو آهي. ڪوبه ماڻهو سُکَ ۾ ڪونهي، هر دل ۾ ڪونه ڪو درد جو ڪنڊو چُڀيل آهي.... توهان ڪارل مارڪس جو نالو ٻڌو هوندو سڄي زندگي رڳو اقتصادي تصورن ۾ مُنجهيل رهيو... اقتصاديات سان گڏ جيڪڏهن هو نفسيات جو اسٽوڊنٽ به هجي ها ته شايد ولي ٻڌجي وڃي ها!" عماد مسلسل ڳالهايو.

"شايد ائين ئي آهي... مون به ائين ئي ڏٺو آهي. هتي ڳوٺن ۾ بلڪ جتي ڪٿي هر ڪُنڊ پاسي ۾ ماڻهو روئي رڙي ۽ رنڀي رهيو آهي... ماڻهن جون ٻوليون ۽ ڪلچر ته مختلف آهن پر دل جي دانهن ۽ ڏُک ساڳيا آهن...!" ربيعا چيو:

"اهي خوش نصيب ماڻهو دنيا ۾ ٿورا هوندا، جن کي پنهنجي باڊي- ڪيمسٽريءَ، ترن ۽ تلوڪڙين سان ميل ڪائيندڙ بيو شخص مِلندو آهي. چون ٿا ته دنيا ۾ سيني ماڻهن جو بيو اڌ موجود آهي، ٻنهي جي طبيعت ۽ ايستائين جو بدن جَاتِرَ به هڪجهڙا، ساڳين جڳهين تي تين ٿا؟ پر اهي ڪيترا ڄڻا هوندا جو هڪ ٻئي کي ملندا هوندا؟ شايد ڪروڙن يا لکن ۾ ڪو هِڪا! پين سيني کي ڪمپرومائيز ڪرڻو پوندو آهي.......۽ ڪمپرو مائيز نهايت ئي ڪمفر ٽيبل رَويو ۽ سِچوئيشن آهي Some times., very very positive & prosperous situation ..... you know...! عماد دريءَ کان ٻاهر نهاريندي چيو.

---

* Black Holes: ڪائنات ۾ موجود خلائي ٽُنگ ۽ رستا جن ۾ گرهه تارا ۽ ڪهڪشائون گم ٿي ٽيون وڃن.

ٽرين جي رفتار هاڻ آهستي ٿي ويئي هئي. بولان لڪ جي پهاڙي سلسلي کي چڙهي رهي هُئي.

"ڪمپرومائيز هڪ لحاظ کان ڏاڍي خوبصورت صورتحال آهي، اسين پنهنجي مائٽن، ماءُ پيءُ، نالي سان. پنهنجي ٻارن سان، پنهنجي رنگ_روپ ۽ قد_بُت سان. ايستائين جو پنهنجين جسماني بيمارين سان بہ ناهہ ڪريون ٿا. اسين پنهنجن سمورن عُضون سان ناهہ ڪريون ٿا! اوهان ڪڏهن پنهنجي ماءُ پيءُ کي Dis-own ڪيو آهي؟ ماءُ پيءُ ڪڏهن پنهنجن ٻارن کي Dis-own ڪيو آهي؟ بلڪ انهن سمورين شين کي ساڳيءَ حالت ۾ قبول ڪيون ٿا تہ پوءِ زندگيءَ جي ٻين مَظهرن سان ڇو ماڻهو ناهہ نہ ڪري؟" عماد ڏاڍي خود_ اعتماديءَ سان ڳالهائي رهيو هئو.

"ڏاڍي خوبصورت طريقي سان سمجهاڻي ڏني اٿوَ... اوهان کي ڪنهن يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر هجڻ کپي ها... ۽ پروفيسر بہ فلاسافيءَ جو!" ربيعا ٿهڪ ڏئي کلڻ لڳي تہ عماد بہ کليو.

هنن جي ٿهڪن مان هڪڙو ٻيو پٺاڻ ٽي شاهي پوپٽ ٿيو ۽ هنن مٿان لامارا ڏيندو رهيو ۽ بعد ۾ بوگيءَ اندر اُڏامندو وڃي ڪنهن ڪُنڊ ۾ ويٺو.

"لنچ آندي اٿوَ؟" عماد پڇيو.

"نہ مون کان وسري ويو!" ربيعا چيو.

"وِسريو ڪونہ هوندو... غير شادي شده ڇوڪريون پنهنجي هنسِليءَ جي هِڏي ظاهر ڪرڻ جي چڪر ۾ اهڙا بهانا ڳوليندڙيون رهنديون آهن.!" عماد ڳالهايو ۽ مُسڪرايو.

"Oh! my goodness توهان تہ ڏاڍا دلچسپ ماڻهو آهيو....!" ربيعا ٿهڪ ڏنو ۽ رڙ ڪئي، هن جون اکيون ڦهلجي ويون هيون.

عماد کلندي پرسان رکيل ڪاغذ جي بيگ کولي، ان مان مانيءَ جو پيڪ ڪڍي رکيو ۽ ان بعد منرل واٽر ۽ پيپر گلاس رکيا. هنن ٻنهي هڪ پليٽ ۾ چڪن ڪڙهائي ۽ ٻي ۾ بون ليس رکيا ۽ کائڻ لڳا.

هنن جي ايتري قدر ويجهڙائپ مان پريان ويٺل ٻين پئسينجرز کي محسوس ٿيو جڻ هُو ٻيئي گڏ آيا هئا ۽ گاڏيءَ ۾ بہ گڏ چڙهيا هئا. ماني کائيندي ڪجهہ دير تائين هو ٻيئي چُپ رهيا.

هلندڙ ترين مان هاڻ پري پري تائين جبل ۽ ماڙيون..... ٽي ڏسڻ ۾ آيون. ڪجھ ڪچا گھر. ڪٿي ڪو اڪيلو وڻ ۽ انهن سمورن مٿان نيرو ۽ اڇو آسمان ڦهليل.

ماني ختم ڪرڻ کان پوءِ هنن ڪينو کاڌيون... ان بعد چيونگم چٻاڙڻ لڳا.

*

"ڪي مِٺھو اسٽرابيريز جھڙا ٿيندا آهن. ڪي انب جھڙا. ڪي صوف جھڙا. ڪي وري کجور جھڙا. ڪي ماکيءَ جھڙا ۽ ڪي وري مکڻ جھڙا. ڪي کير جھڙا. ڪي ڪٿي لسيءَ جھڙا مٺھو بہ ٿين. ڪي مٺھو چاڪليٽ جھڙا ٿين پر ڪي مٺھو توهہ جھڙا بہ ٿيندا آهن زهر..... ڳالهائين ۽ زهر اوڳاڇين...!" عماد چيو.

"۽ ڀين جي زندگي بہ زهر ڪريو ڇڏين!" ربيعا چيو.

"بلڪل. دُنيا ۾ اهڙا مٺھو بہ آهن. جيڪي ڀين جي زندگي زهر ڪريو ڇڏين!" عماد ڪنڌ ڌُوڻيو.

"منهنجو خيال آهي تہ اسان ڪافي ڳالهايو آهي. هاڻ اسان کي ٿورو آرام ڪرڻ گهرجي." عماد چيو.

"بِلڪل. هاڻ ٿورو آرام ڪرڻ کپي." ربيعا هن سان سهمت ٿيندي چيو.

"مان مٿي وڃي ٿو ليٽان...." عماد چيو.

هن پنهنجو ڪوٽ لاهي هينگر ۾ وجهي هُڪ ۾ ٽنگيو پنهنجيءَ بيگ مان هڪڙو هوا سان ڦوڪيل ننڍو وهاڻو ۽ گرم لوئي ڪڍي مٿئين برٿ تي سمهڻ لاءِ هليو ويو.

ربيعا پنهنجيون ٽنگون سڌيون ڪري انهن مٿان چادر وڌي ۽ دريءَ کي ٽيڪ ڏيئي اکيون بند ڪري ڇڏيائين.

ننڊ اچڻ کان پهرين عماد سوچيو: 'ربيعا جو ذائقو کير ۽ چاڪليٽ جھڙو هوندو!'

[8]

## بڙا نٽ کٽ هَي ري ڪِرشن ڪنهيا!

پليٽ فارم تي گهورڙين ۾ ماڻهن جي گوڙ تي عماد جي اک کلي تہ هن واچ ۾ ڏٺو رات جا اَٺ ٿيا هئا. هو برٿ تان لٿو تہ ربيعا ساڳيءَ طرح ٽنگن تي چادر وِجهي دريءَ کي ٽيڪ ڏيئي ڪو ڊائيجسٽ پڙهي رهي هئي. هنن بنهي هڪ ٻئي ڏانهن نهاري مُسڪرايو. عماد پهرين تہ ٽوال کڻي وڃي منهن ڌوتو ۽ برش ڪيو. پوءِ بوگيءَ مان هيٺ لٿو. اها سِبيءَ جي ريلوي اسٽيشن هئي. چانهہ جا ٻہ پيپر گلاس ۽ ڪجهہ بسڪيٽ وٺي هو متي چڙهي آيو تہ ربيعا ٽنگن تان گرم چادر لاهي سڌي ٿي ويٺي. عماد کي ڏسندي ئي هن جي ٻَرندڙ چپن تي مُرڪ اچي ويئي ۽ اهي وڌيڪ ڏڳڻ لڳا. ٽرين وسِل هڻئي ۽ چُرڻ لڳي تہ پليٽ فارم جو گوڙ بہ گهٽجڻ لڳو.

هو ٻيئي آهستي آهستي گرم چانهہ سِپ..... سِپ ڪري پيئڻ لڳا.

"اوهان چانهہ ۾ بسڪيٽ ٻوڙي کائيندي آهيو؟" عماد، ربيعا کان پڇيو تہ هوءَ کلڻ لڳي.... هن جا ٽهڪ رابيل جي گلن جي خوشبوءَ سان ڀريل هُئا.

"يار! چا تہ مزو آهي چانهہ ۾ بسڪيٽ ٻوڙي کائڻ جو!" عماد چيو ۽ بسڪيٽ چانهہ ۾ ٻوڙيائين تہ ربيعا وري کِلڻ لڳي.

"اِن ڳالهہ تي هڪڙي پيري مون پنهنجي وائيف جا دڙڪا کاڌا هئا... ها! ها! ها!..." عماد کليو.

”هان!.... اهو وري ڪيئن؟“ ربيعا پڇيو.

”مان پنهنجي پُٽ کي چانهه ۾ بسڪيٽ ٻوڙي کائڻ سيکاري رهيو هُئس!“ هن مسڪرايو.

”لڳي ٿو اوهان جي وائيف ڪافي سخت عورت آهي.“ ربيعا ڳالهايو.

”چيف انجنيئر جي ڌيءَ کي اهڙو ئي هجڻ کپي. توهان جيان Bold & the beautiful..... توهان مولٽي فوم جو سپريم اسپرنگ گدو ڏٺو آهي....؟ !Comfortable & Reliable، هوءَ بلڪل ان جهڙي آهي، پر ٻارن جي تربيت ۾ بلڪ ٿورو ٿورو مڙس جي تربيت به سختءَ!“ عماد وراڻيو ته ٻئي کلڻ لڳا.

چانهه پيئڻ کان پوءِ ٻيهر هنن ڪافي ملڪي مسئلن تي تبصرا ڪيا: ملڪ جي اقتصادي حالت بابت ڳالهايو جيڪا ابتر هئي، ملڪ عرصي کان قرضن جي بار هيٺ پيسجي رهيو هئو نه رڳو ملڪي عوام قرض ۾ ڪارو هئو. پر ايندڙ ڪئين نسل پڻ! ملڪ ۾ دهشت گرديءَ جو راڪاس تهڪ ڏيئي ڪالي ماتا جيان رت هاڻي زبان ڪڍي چنگهاڙي رهيو هئو. انصاف ۽ عدالتن جي حالت تمام خراب هئي. قانون ۽ آئين جي تشريح جيڪا ملڪ جي ٺهڻ کان وٺي اڄ تائين ڪورٽن ۾ ٿي ڪئي ويئي سا ملڪ جي گهوٽالي جو سبب بڻي هئي. نظرئي ضرورت جهڙين ضرورتن مارشل لائن جو رستو کوليو هئو. ۽ انهن سمورين ڪار گذارين جو نقصان صرف ۽ صرف عوام ۽ ملڪ کي پُهتو هئو.

”عوام ۽ ملڪ کي پهتل نقصان جو ڪاٿو ئي ڪونهي!“ عماد چيو.

”توهان بلڪل صحيح ٿا چئو. ملڪ کي Privileged Class ۽ Privileged Parliament جيڪو نقصان پهچايو آهي تنهن جو ازالو مُشڪل آهي.“ ربيعا چيو.

”بلڪل!.... اسان جي مُلڪ ۾ عام ماڻهوءَ جي حيثيت ڪُتي ٻلي کان مٿي ڪانهي....! عدالتن جي ڪتهڙن، گاديءَ واري شهر ۾ پارليامينٽ لاجز ۾ ڪانسٽيٽيوشن ايوينيو تي، ڊي چوڪ ۽ سيڪريٽريٽ جي مخصوص سڙاند ڀريل A.C ڪمرن ۾ وڃڻ سان عَام ماڻهوءَ کي پنهنجي حيثيت جو احساس ٿيو وڃي....!

هڪ پاسي ملڪ جي شهرن ۾ پوش علائقا آهن، جتي روڊ رستا ٺهيل آهن، گلن جي سُڳنڌ آهي، سک آهي، پئسو آهي، عياشي آهي ۽ ٻئي طرف هن ملڪ ۾ لکين 'غريب آباديون' ۽ 'مدينہ' ۽ 'ليبر ڪالونيون' آهن جتي غريبن جا ڪڏين جهڙا ڪکاوان ۽ ڪچا گهر آهن. ڏنگيون ڦڏيون گهٽيون آهن جن ۾ مين هولس جا ڍڪ ڪليل آهن. نالين ۾ بدبوءِ، ڏَپ ۽ بوڙيا ڪندڙ پاڻي آهي نشي جو واهپو آهي ۽ ماڻهن کي ٻن وقتن جي ماني ميسر ڪانهي."

"منهنجو هڪڙو دوست آهي جيڪو اسان جي ملڪ جي ماڻهن ۽ غربت جو حال اجهو هيئن بيان ڪندو آهي:

'اي گند جي ڍيرن پرسان غريب آبادين ۾ رهندڙ ماڻهوئو / جانورؤ!'

'اي گٽرن جي موڙن پرسان ٻنگيون اڏي رهندڙ عَوامئو!'

'اي مهيني جي هر پهرئين تاريخ تي پگهار وٺڻ لاءِ بينڪن ٻاهران قطارون ٺاهيندڙ ۽ مئنيجرن جا دڙڪا کائيندڙ ڪلارڪئو!'

'اي واڻ جي کٽن تي پنهنجين زالن سان سمهندڙ گناهہ گارو!'

'اي ٻارن کي پلاسٽڪ جا سستا رانديڪا، ڦوڪڻا، اٽي مليل قلفي، ڪنڊ پشم، ريوڙيون، پڪوڙا ۽ ڳڙ وٺي وندرائيندڙ شهريو!" هو ٻيئي ٺهڪ ڏيڻ لڳا. ۽ پوپٽ ٺهي ٺهي اڏامڻ لڳا.

"مون وري ان ۾ ڪجهہ واڌارو ڪيو آهي." عماد چيو

"ٻڌايو!" ربيعا مسڪرائيندي چيو.

"اي سوزوڪي ايف ايڪس ۽ مهراڻ ۾ گهمندڙ ماڻهوئو!"

'اي لُنڊا بازار مان ڪپڙا وٺي آلٽر ڪرائي پائيندڙ ماڻهوئو! ۽ ٻُچڙن وارن کي (منهنجي فرسٽ ڪزن ڪئناڊا مان ٿُو-پيس جو ڪپڙو موڪليو هئو.) چوڻ وارا ماڻهوئو!'

'اي مُرغيءَ ۽ گوشت ۾ پٽاٽا ۽ پاڻي ملائي رَس وارو ٻوڙ کائيندڙ ماڻهوئو!'

'اي دال ۾ پاڻي ملائي پتڙي ڪري کائيندڙ عوامئو...'

ٻيئي جڻا ٺهڪ ڏيڻ لڳا.

"هڪڙو پاڪستان شائيننگ آهي ۽ ٻيو پاڪستان اوندهہ ۾ ٻُڏل! هڪڙو پاڪستان ڪنهن NGO جو ايئرڪنڊيشنڊ ڪمرو آهي ۽ ٻيو

پاڪستان غريب جي اونداهي جُهڳي، جنهن لاءِ اُها NGO ڪم ڪري ٿي! ۽ سياستدان دعويدار آهي. ڏاڍي چيڙائيندڙ صورتحال آهي. ڏاڍي دکدائڪ پڻ... شايد اسين ان صورتحال تي لڙڪ وهائي سگهون؟" عماد سنجيده ٿي ويو.

"مون کي توهان جهڙا مرد وڻندا آهن.... جيڪي هر شيءِ بنان رک رکاءَ جي چٽي ڏين ۽ ائين ٽريٽ ڪن!" ربيعا مُسڪرائيندي چيو تہ هن جي ڳل ۾ ڇُڳهہ پئجي ويو. هن اکين تان پنهنجو نظر جو چشمو لاٿو ۽ اگهڻ لڳي تہ وڏيڪ خوبصورت ٿي ويئي. عماد ڏٺو ان وقت هن جي اکين مان ماڪي لار ڪري وهي رهي هئي.

"تي سگهي ٿو مان ايترو سنو ماڻهو هجان، جيترو اوهان سمجهو ٿا.... پر ايترو بہ سنو ناهيان!

Something like that; but not so simple and humble!.... any how"

"سڌو سادو... پر جليبيءَ جهڙو!؟" ربيعا کلي رهي هئي.

"مان ڇوڪرين کي رفلي ٽريٽ ڪندو آهيان." عماد کلندي چيو.

"Very dangerous!.... خطرناڪ!" ربيعا جا ڀرون تاڻجي ويا ۽ اکيون وڏيون ٿي ويون.

"I treat girls roughly, but not so terribly!" عماد چيو ۽ وري کِليو تہ ربيعا بہ مسڪرائڻ ۽ هن جي اکين ۾ غور سان ڏسڻ لڳي. هن ٻيهر چشمو پائي ڇڏيو.

ڪجهہ دير جي لاءِ هو ٻيهر چُپ ٿي ويا. ٻاهر گُهگهہ اونده هئي، ٽرين ڪنهن اجگر جيان رڙيون واڪا ڪري پنهنجيءَ منزل طرف ڊوڙي رهي هئي. عماد کي اوباسي آئي... هن بوتل مان پاڻي پيتو ۽ واش روم ڏانهن هليو ويو.

واپس اچي هُو سيٽ تي ويٺو ۽ ڪجهہ دير تائين ٽنگ ٽنگ تي چاڙهي لوڏيندو ۽ ڪجهہ سوچيندو رهيو. نيٺ هن چيو:

"توهان کي Jokes وڻندا آهن؟" اوچتو عماد کي الائجي ڪهڙو خيال آيو جو هن ربيعا کان پڇيو.

"ها ها! مون کي ڪافي وڻندا آهن." ربيعا وراڻيو ۽ پنهنجي اڇي رنگ جي ويڪري شلوار ۾ بند ٽيل پنهنجيون ٻئي ٽنگون ملائي ڊگهيون ڪري آرس پڳو ۽ سِڌي ٿي ويٺي.

"پوءِ تي وڃي" عماد ڳالهايو.

"بلڪل" ربيعا ٺهي ويئي.

"اميريڪا ۾ هڪڙو پاڪستاني هڪ اميريڪن ڇوڪريءَ سان عشق ڪرڻ لڳو. (ٻنهي مسڪرايو) ڇهن ستن مهينن کان پوءِ هڪ Date ۾ ٻنهي ڄڻن شادي ڪري زندگي گذارڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ٽن ڏينهن بعد پنهنجي شاديءَ جي تاريخ بہ طئہ ڪري ڇڏي" ٻنهي ٻيهر مسڪرايو.

"پروگرام موجب مقرر ڪيل ڏينهن تي پاڪستانيءَ پنهنجا ڪجھ دوست گهرايا. وهنجي سهنجي تيار ٿيو هار پاتائين. سمورا ڄڻا گاڏين تي چڙهي ڇوڪريءَ جي اپارٽمينٽ تي ويا ۽ ڪال بيل وڄايائون.... پر ڪافي دير تائين دروازو نہ کليو... نيٺ دروازو کليو. هنن ڏٺو تہ ڇوڪري اندران ٻيهي اکيون مهٽي رهي هئي. ان مهل ننڊ مان اٿي هئي. هيترن سارن ماڻهن کي ڏسندي حيران ٿي ۽ پڇيائين:

"What's wrong with you guys?"

"پروگرام موجب اڄ اسان کي شادي ڪرڻي هئي... گهوٽ مسڪرائيندي ياد ڏياريس. ڇا اوهان اڃان تيار نہ ٿيا آهيو؟"

"Sorry! I have, changed my heart last night!...." ڇوڪريءَ چيو ۽ در بند ڪري هلي ويئي.

"ها ها ها!.... هُہ هُہ هُہ!..... هُو هُو هُو!" اهو ٻئي ڪافي دير تائين ٽهڪ ڏيندا رهيا ۽ هنن جي ٽهڪن جا پوپٽ هيڏانهن هوڏانهن اُڏامندا رهيا.

ٽرين مسلسل هلي رهي هئي ۽ هاڻ روهڙيءَ کي ويجهو هئي. ان وقت رات جا سايا ٻارانهن ٿيا هئا.

"اڃا ٻيو لطيفو؟" عماد ربيعا کان پڇيو.

"ٻلي.... ٻلي اڃي...." ربيعا جي اکين ۾ کلڻ جي ڪريءَ پاڻي ڀرجي آيو هو.

"ڊرائيونگ سکڻ جي اداري ۾ هڪڙي ڇوڪري ڪار وٽ بيٺي ڪنهن سيکارڻ واري جو انتظار ڪري رهي هئي. ڪافي دير تائين جڏهن ڪوبہ انسٽرڪٽر نہ آيو تہ هوءَ اندر ويئي ۽ وڃي انڪوائري واري کان پُڇيائين:

"اڄ موڪل تہ ڪانهي؟"

"نہ ميڊم اڄ موڪل تہ ڪانهي، باقي چار انسٽرڪٽر اڌ ڪلاڪ کان پاڻ ۾ پيا وڙهن تہ اوهان کي اڄ ڊرائيونگ ڪير سيکاريندو!" عماد ٺهڪ ڏيڻ لڳو تہ ربيعا بہ کل ۾ ٻُڏجي ويئي... "ها ها ها!...... ها ها ها! ها ها!" هو ٻئي گڏجي کلي رهيا هئا. ربيعا جي اکين مان هاڻ پاڻي وهي رهيو هو. هن پنهنجي پرس مان ٽِشو پيپر ڪڍيا ۽ اکيون اگهڻ لڳي.

"يار! هاڻي بس ڪريو. مان وڌيڪ نٿي کلي سگهان.... مون کي ڄاڙين ۾ سُور پئجي ويو آهي" ربيعا چيو.

*

ٽرين منزل تي پهچڻ کان پهرين ربيعا واش روم ۾ ويئي اتان منهن ڌوئي، ڦٽي ڏيئي آئي چادر ڌاهي ڪلهن تي وڌائين. ٽرين رائيٽ ٽائيم پُهتي هو ٻيئي اسٽيشن تي لٿا. ماحول ۾ سرديءَ ۽ گهمر جي ڪري ڏنڌ پريل هئو. عماد ٽيڪسيءَ ۾ پنهنجي سامان سان گڏ قُليءَ کان ربيعا جو بيگ بہ رکرايو. رستي ۾ هنن ٻنهي هڪ ٻئي جا سيل فون نمبرز ۽ E-mail; ايڪسچينج ڪيا. ربيعا کي سندس گهر جي دروازي تي ڇڏيو ۽ چيائين:

"When all the girls are same, you are distinct!"

"آپ ڪي ساٿ سفر ڪرڪي بهت اچا لگا..... اوهان جي ڪمپني ڪڏهن بہ نہ وسرندي"

"Really! I will not forget your fine and delightful company; meet you again Sir, take care!" ربيعا مسڪرائيندي چيو ۽ هٿ لوڏيو تہ عماد چيس it was just our blind date dear تہ ربيعا هن جي اکين ۾ نهاريو ۽ مسڪرايو.

عماد کي محسوس ٿيو تہ ربيعا جا مسڪرائيندڙ چَپ ٻري نہ رهيا هئا، بلڪ ڌاندرن جيان ڏکي رهيا هئا!

*

ٽب مان پير ٻاهر ڪڍي هن واش روم جي فرش تي وڇايل باٿ روم ٽاول تي رکيا ۽ پوءِ اتي ئي ٻيهي ٻئي ٽوال سان ٻُت اگهڻ لڳو.

واش روم مان ٻاهر نڪرڻ مهل هن جي ڪنن ۾ ربيعا جا لفظ گونجي رهيا هئا: 'آپ ڪِي ساٿ سفر ڪرڪي بهت اچا لگا... اوهان جي ڪمپني ڪڏهن بہ نہ وسرندي...'

ڊريسنگ روم ۾ رُوميسا هن جا ڪپڙا تنگي ويئي هئي. جينس جي بيگي پينٽ، اڇي رنگ جي هاف سليُوز قميص، سويٽر ۽ نائيڪي جي Spiny چپل. هن جي گهر ۾ پسنديده ڊريس هئي.

بيڊ روم مان ٻاهر نڪرڻ تي هن کي ڪچن مان ڪجهہ پچڻ جي خوشبوءَ آئي هو ڪچن ۾ ويو تہ هن ڏٺو رُوميسا سينڊوچ ميڪر ۾ چڪن سينڊوچ گرم ڪري رهي هئي. هن کيس پويان ٻاڪر پاتو ۽ ڪِس ڪئي.

"ٻار ڪيڏيءَ مهل اٿندا؟"

"اڄ آرتوار آهي.... اڄان بہ-تي ڪلاڪ سمهندا.... ٻارهين وڳين تائين اٿندا."

"مان توهان جي ڪجهہ مدد ڪيان؟" هن روميسا کان پڇيو.

"توهان پليٽون ۽ ڪانٽا کڻي هلي ٽيبل تي رکو."

هن شيشي جي ڪٻٽ مان ڪجهہ پليٽون، ڪانٽا، ڇُريون، چمچا ۽ بہ ڏوتل ۽ اِستري ڪيل نيپڪن کڻي ڊائننگ ٽيبل تي رکيا. پوءِ فرج کولي ان مان ٽماٽو-ڪيچپ جي بوتل ۽ اولائيوُ مارجرين ڪڍي اچي ٽيبل تي سجايو.

هن وري اچي رُوميسا کي ٻاڪر پاتو. "ڪم واري ماسِي ڪيڏيءَ مهل ايندي؟"

"ڏهين وڳي!"

ٿوري ئي دير ۾ رُوميسا ٽشو پيپر ۾ ويڙهيل گرم گرم چڪن سينڊِوچ ۽ اورينج جوس جا بہ گلاس کڻي اچي ڊائننگ ٽيبل تي رکيا.



## [9]

# ايڪ بارود ڪي جيڪٽ اور نعرهء تڪبير

اهو جمعي جو ڏينهن هئو نيري آسمان تي ڪٿي اڇيون تہ ڪٿي ڳاڙهي رنگ ڪڪريون ڇانيل هيون. ٿڌڙي هوا گهلي رهي هئي. منجهند جو وقت هئو. علائقي جي مسجد، جنهن ۾ هِڪ طرف علم لڳل هئو ان جي بيرڪ ڦڙڪي رَهي هئي. جمعي جي نماز هلي رهي هئي. مولوي صاحب ان وقت ٻي رڪعت ۾ قِرئت ڪري رهيو هئو تہ اوچتو ٻاهران هڪڙو ڏاڙهي رکيل ماڻهو جنهن جي عمر اٽڪل ايڪويهہ ٻاويهہ سال هُئي مسجد ۾ ڊوڪيندو آيو، اندر اچي صفن جي وچ ۾ گهڙيو ۽ پاڻ کي بلاسٽ ڪري ڇڏيائين!

لمحي اندر مسجد ۾ قيامت صغرا برپا ٿي ويئي. اڪثر نمازي مسجد جي غاليچن تي تڙپڻ ۽ لُڇڻ لڳا. گهڻن جون ٽنگون ۽ ٻانهون جسم کان ڌار ٿي ويون. مرندڙ ۽ زخمي ماڻهن جون دانهون، ڪُوڪون، ٻچ ٻچاں، ڪنجهڪا، رت جا ڦوهارا، غاليچن تي ڊڙڳ، انساني عضوا، مسجد نہ هئي ڄڻ جنگ جو ميدان هئو.

خبر ئي نہ پئي تہ ايترو جلد ڇا ٿي ويو هو. اڪثر ماڻهو حواس وڃائي ويٺا هئا. ٻاهر ڀڄندڙ منهن مٿو ڀِتيندڙ ماڻهن مٿان وري ٻاهران تاڙ ۾ ويٺل ڪجهہ دهشتگردن گولين جا برسٽ هلائڻ شروع ڪيا ۽ ٻئي ئي لمحي موٽر سائيڪل تي چڙهي گم ٿي ويا. ڪجهہ سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ ڇا ٿي رهيو هئو. اهڙو نظارو ڏسي ڪجهہ ماڻهو ماتم ڪري رهيا هئا. مسجد اندر ۽ ٻاهر ڪهرام مچي ويو هئو.

مسجد جو صحن انساني لاشن، رت ۽ گوشت سان ڀريل هئو. ڀتيون ۽ پيل-پاوا رت جي ڦوهارن سان وهنتل هئا. عبادتگاهه نه هئي ڄڻ ڪوس گهر هئو. روڄ راڙو مَتل هئو. ٻارن سان گڏ ڪافي وڏا به روئي رهيا هئا.

چند ئي منٽن ۾ ايمبولينسون شوٽرز وڄائينديون آيون. شوٽرز جو آواز ماڻهن جو دانهون ڪوڪون ۽ آهه زاريءَ سين آوازن ملي اندر تي روڙيو. ڪجهه رِسڪيو ميمبرس زخمين کي ڪيڏي ايمبولينسز ۾ وجهڻ شروع ڪيو ۽ وري ان ئي رفتار سان اسپتالن تائين پهچائڻ شروع ڪيو. ڪن کي اتي ئي ايمرجنسي مدد پئي ڏني ويئي.

جيئن ئي اها خبر ٻاهر پکڙي ته پاڙي جي گهرن مان ٻار ۽ عورتون دانهون، ڪُوڪُون ڪندا مسجد ڏانهن پڄندا آيا. عورتون ۽ مرد پنهنجن مئل ۽ زخمي گهر ڀاتين کي ڏسي بين ۽ ماتم ڪرڻ لڳا.

"يا الله. تون ظالمن کي نابود ڪر! رب العالمين! تون انهن ظالمن جي گهرن ۾ قيامت تائين ٻاهه لڳاءِ، جن اسان جن گهرن کي برباد ڪيو آهي."

"اي رسول عربي (صلعم) تون انهن وحشين کي نابود ڪر، جن نماز پڙهندڙ مسلمانن کي رت سان وهنجاريو آهي." هڪ عورت روئيندي هيان ڏاريندڙ رڙيون ڪيون.

ڪي عورتون ڇاتي پٽي رهيون هيون ۽ هٿ مٿي کڻي سوسائيڊ بامبر کي پٽون، پاراتا ڏيئي رهيون هيون. روڄ راڙي ۽ پِٽڪي جو سمو هئو.

ڪجهه ئي دير ۾ خون ناحق تي مسجد جي مُنارن مٿان بيٺل آسمان ڪاراٽجڻ لڳو ۽ سڄ اباٽجڻ لڳو هئو.

ڪيسي بخشش ڪا يي سامان هوا ڦرتا هي؟
شهر سارا هِي پريشان هوا ڦرتا هي!
جاني ڪب ڪون ڪسي ماردي ڪافر ڪهه ڪر،
شهر ڪا شهر مسلمان هوا ڦرتا هي!
(جليل حيدر)

سمورن ٽي.وي چئنلز کي ٻيهر پنهنجا ڪئين ڪلاڪ ڪپائڻ جو مصالحو ملي ويو. ابتدائي سرڪاري انگن اکرن موجب ڌماڪي ۾ گهٽ ۾

گهٽ ويھہ-ڪلو بارودي مواد استعمال ڪيو ويو هئو. جنهن سان نہ رڳو مسجد اندر دروازن ۽ درين ۾ لڳل شيشا پرزا پرزا ٿي ويا. بلڪ مسجد اندر لڳل گهڙيال بہ اچي فرش تي ڪريا ۽ بيهي ويا هئا. ڌماڪو ايترو شديد هئو جو مسجد جي ٻاهران ڪافي بنگلن جا شيشا بہ ڀُري پيا هئا. پنجويھہ نمازي شهيد ٿيا هئا ۽ ٻاهتر ڄڻا زخمي، جن مان اٽڪل ويهن ڄڻن جي حالت تمام نازڪ هئي.

ٽي-وي چينلز تي عماد سڀ ڪجھہ ڏٺو تہ هن جو هيانءُ ڪڇو ٿيڻ لڳو.

مسجد اندر رضاڪارن جي ڊوڙ ڊوڙان، رت سان رڱيل پيل پاوا، غاليچن تي ڄميل دڙڳ تي ويل رت، انساني عضوا ۽ جسم، ٻارن ۽ عورتن جو روڄ راڙو لاش جيڪي ايمبولينسنز ۾ سٽيا پئي ويا. عماد کي اٻڙڪو اچي ويو هو تڪڙو واش روم ڏانهن وڃي واش بيسن تي بينو ۽ اُلٽي ڪيائين.... ڪافي دير تائين هن کي اُبڙڪا ايندا رهيا، هن جي اکين مان پاڻي وهي رهيو هئو. هن جي اندر ۾ مونجھہ ٿيڻ لڳي. هن وڏا وڏا ساهہ کڻڻ شروع ڪيا تہ ڪجھہ دير بعد وڃي هن جي طبيعت بحال ٿي. رُوميسا هن جي پُٺيءَ کي هٿ سان ملي رهي هُئي. هن پنهنجي وجود ۾ ڦهرين تہ ڏڪٽي محسوس ڪئي ۽ پوءِ هن ۾ سرگرم ٻرڻ لڳو:

سا.......ري.......گا .........ما........پا......ڌا ......ني.........سا.
سا......ني.........ڌا..........پا.......ما.......گا.......ري.........سا.
ني....... سا ......گا.........ما.........پا......ڌا........ني.........سا.
سا........ ني...... ڌا......... پا........ما......گا........ري.........سا.

"سڀ... ڪجھہ ٿا ڏيکارين... چينلز تي، ٻارن جو ڇا حال ٿيندو؟" عماد ڪنگهندي ڳالهايو ۽ ٽوال سان مُنهن اگهيو. رُومسيا واش بيسن ۾ ڊِٽول هاريو

ٻاهر اچي هن چينل بدلايو تہ ان تي وري ڪنهن پوليس آفيسر جو بيان هلي رهيو هئو. ساڳيو پراڻو راڳ هئو. دهشتگرد جي سِسي ملڻ جو انڪشاف هئو مُنڊيءَ جي DNA ٽيسٽ جا حڪم هئا، فرار ٿي ويل دهشتگردن جا خاڪا ٺاهڻ جي خواهش، شهر جي سمورين مسجدن تي سيڪيورٽي جا فوري انتظام، وزيراعظم طرفان هر مري ويل شخص لاءِ ٽي لک روپيا ۽ زخمين لاءِ هڪ هڪ

لک جو اعلان، فوري طور انڪوائري ٽيم جي تشڪيل جو اعلان، هڪ هفتي اندر رپورٽ ڏيڻ جي هدايت، دهشتگرد نيٽ ورڪ جو پتو لڳائڻ جا جذبا، ڪنهن به دهشتگرد ۽ 'ملڪ دشمن عناصر' کي نه بخشڻ جو عزم، انهن کي 'آهني هٿن' سان ڪُچلڻ جا نيڪ ارادا هئا! دهشتگردن کي 'ڪيفرِ ڪردار' تائين پهچائڻ جا پختا خيال هئا ۽ سموري ڪارروائيءَ ۾ ٻاهرين ملڪن جي ملوث هجڻ جا انديشا ۽ انومان ڪڍيا پئي ويا.

هو بيڊ تي آهلي پيو ته ان وقت تڪڙيون تڪڙيون ڪال بيلز وڄيون. شام واري شفٽ ۾ پڙهندڙ هنن جا ٻار اڄ اسڪول مان تڪڙا واپس اچي ويا هئا.

"هي سوسائيڊ بامبر آخر ڪهڙي اسائنمينٽ پوري ڪري رهيا آهن؟" رومَيسا، عماد کان پڇيو. جنهن ڪو به جواب نه ڏنو.

"جڏهن ڪرسچنز به سئو پندرهن فِرقا هوندي به سک ۽ چين سان حياتي گذاري سگهن ٿا ته پوءِ مسلمان ڇو نه؟" عماد چيو.

"پُٽ پنهنجا يونيفارم چينج ڪريو هٿ منهن ڌوئو ۽ بيگ پنهنجن ڪمرن ۾ ٽيبلز تي وڃي رکو!..... هوم ورڪ مليو اٿوَ؟" رُوميسا عُمير کان پڇيو.

"ٽي ڪلاس هليا هئا مما..... مِس چيو پئي شهر ۾ وڏو بم ڦاٽو آهي.... ماڻهو مري ويا آهن!" هن جي ڌيءَ پنهنجي ٻاتي زبان ۾ ڳالهايو.

بزنيس ڪميونٽي سميت فقه جعفريه طرفان سڄي شهر ۾ ان واقعي خلاف ٽن ڏينهن جو سوڳ ملهائڻ ۽ هڙتال ڪرڻ جو سڏ ڏنو ويو هئو. لڳو ٿي رڳو عماد ۽ رُوميسا نه پر سمورو ماحول اداس ٿي ويو هو. اپارٽمينٽ ڪامپليڪس، آسمان، زمين، وڻ، جن تان پن ڇڻي ويا هئا يا وري ڪجهه هيڏا پن لٽڪي رهيا هئا. هوا، فضا، سڀ ڪجهه سوڳ ۾ هئو.



## [10]

# Marry had a little lamb

چانڊوڪي رات هئي. شهر جون اجگر نما عمارتون، بلڊنگس ۾ سمورا نظارا سحرزده هُئا. سُمنڊ هنبوچيون هڻي هڻي ساٿو تي پيو هئو. تڏ ۾ گِهر جي ڪري سموريون روشنيون مدّم تي لڳيون ۽ ماحول جادوئي. گهٽين ۾ ريخ هَوا شوڪارا پري رهي هئي. اڪثر ماڻهو هوٽلن ۾ ڪلبس مان جلد ئي واندا ٿي گهرن ڏانهن واپس وڃي رهيا هُئا.

رات گهِري ٿيڻ کان پوءِ سيءَ ۾ ڪيڏي ڪيڏيءَ مهل ٻاهران ڪنهن گاڏيءَ جو آواز يا وري پري کان ڪتان ڪنهن ڪتي جي ڀئونڪ ٻڌڻ ۾ ٿي آئي. اڌ رات تائين عماد انٽرنيٽ تي ويهي وقفي وقفي سان اميريڪا طرفان افغانستان تي مڙهيل جنگ جون خبرون ۽ ٻي معلومات وٺندو رهيو. هو دير سان سُتو هو ۽ ننڊ مان اُٿيو ته کيس اجوڪو صبح به ڪجهه ٿڪل ٿڪل لڳي رهيو هُئو.

صبح جا ست ٿيا هُئا. بلاڪس ۾ اپارٽمينٽ منجهه روز جيان ساڳي هڙ ٻڙ متل هئي. پارڪنگ لاٽ ۾ ڪي ڊرائيور گاڏيون ڌوئي رهيا هُئا، ڪن گاڏيون اسٽارٽ ڪيون هُيون، هيٺ اخبار وارن جي رڙمتان رڙهئي. ڪنهن اپارٽمينٽ ۾ ڪتي T.V چينلز تي قرآن شريف جي تلاوت ۽ ترجمي جا آواز هئا. ڪافي اپارٽمينٽس ۾ سويل اٿيل وڏيءَ عمر جا ماڻهو ٽي. ويءَ تي جنگ جون خبرون ٻڌي رهيا هئا. اڪثر اپارٽمينٽس ۾ شام وارين شفٽن ۾ پڙهندڙ ڇوڪرا، ڇوڪريون شريف ڀائي جي گهرجي سمورن ڀاتين جيان سُتا پيا هُئا. پروفيسر ڪامل علي

آغا يونيورسٽيءَ وڃڻ جي تياري ڪري رهيو هئو. عماد ان وقت پنهنجي اپارٽمينٽ جي بالڪنيءَ ۾ بيهي شهر ۾ هيٺ روڊ جو نظارو ڪري رهيو هُئو. سمورو شهر سرديءَ، گهم ۾ ڏنڌ ۾ ويڙهيل هئو. آسمان تي جهڙالا ڪڪر ڇانيل هئا، هيٺ رستن تي ڊوڙندڙ گاڏيون، ڪارون ۽ رڪشا، فٽ- پاٿس تي هلندڙ ماڻهو سڀ ڄڻا ڪنهن ڊوڙ ۾ مصروف هئا.

بالڪنيءَ مان نظر ايندڙ ڊبل روڊ جي ميڊيئن ۾ ڪجهه ٻوٽا لڳل هئا ۽ ان بعد پري پري تائين ڦهليل گهرن کان پوءِ ڏُور ريلوي ٽريڪ نظر ٿي آيو جتان ڪيڏي ڪيڏيءَ مهل ايندڙ ويندڙ ٽرينون ڌسڻ ۾ ايندڙيون هُيون. سمورن گهرن مٿان واٽر ٽينڪ، ڊش انٽينا، بجلي ۽ ٽيليفون جون تارون، ۽ انهن کان بہ پريان ڪجهہ پراڻا گهر، جن جون ڇتيون ٽين جون هيون، ريلوي ملازمن جا ڪوارٽر هئا ۽ انهن پرسان ايڪڙ ٻيڪڙ ناريل جا وڻ، ڪجهہ پپر ۽ ٻڙ جا جهونا وڻ، انهن مٿان آسمان ڪجهہ ڏنڌلو ڪانوَ سرٽيون ۽ اڏامندڙ اَبابيل. پري پري کان نظر ايندڙ پٿر جو هڪڙو مندر، جنهن کي سمنڊ جي گِهم آهستي آهستي ڳاري رهي هئي.

عماد واش روم ويو تہ اُتي هن کي ياد آيو رات دير سان سمهڻ بعد هن ڪافي عجيب غريب خواب ڏٺا هئا، جن مان ڪجهہ خواب تہ ڪافي پريشان ڪندڙ بہ هُئا.

عماد ٻيهرين ڏٺو تہ هڪڙي نوجوان ڇوڪري 'فنا بلند شهري' جي غزل تي نچي رهي هئي.

میرے رشک قمر، تو نے پہلی نظر، جب نظر سے ملائی تو پیار آ گیا،  
برق سی گر گئی، کام ہی کر گئی، آگ ایسی لگائی مزا آ گیا،  
جام میں گھول کر حُسن کی مستیاں، چاندنی مسکرائی مزا آ گیا،  
چاند کے سائے میں اے میرے ساقیا تو نے ایسی پلائی مزا آ گیا،  
نشہ شیشے میں انگڑائی لینے لگا، بزم رنداں میں ساغر کھنکنے لگے۔  
بے کدے پہ برسنے لگیں مستیاں جب گھٹا گھر کے چھائی مزا آ گیا۔  
بے حجابانہ وہ سامنے آ گئے اور جوانی جوانی سے ٹکرا گئی،

آنکھ ان کی لڑی یوں میری آنکھ سے، دیکھ کر یہ لڑائی مزا آگیا،
شیخ صاحب کا ایمان مِٹ ہی گیا۔ دیکھ کر حسن ساقی پگھل ہی گیا۔
آج سے پہلے یہ کتنے مغرور تھے لٹ گئی پارسائی مزا آگیا۔

غزل تي هڪڙي ڇوڪري گلابي پڙو پائي بيلي ڊانس نچي رهي هئي ۽ بار بار هن جون سلم ٽنگون، پيٽ ۽ ٻن ڏسڻ ۾ پئي آيون.
۽ ان بعد خواب جو منظر تبديل ٿي جنگ واري صورتحال ڏانهن هليو ويو. هن کي پهرين جنگ ۾ زخمي ۽ رتورت ٿي مرندڙ ٻارن جون ڏانهون ڪيهون ٻڌڻ ۾ آيون پوءِ ڪافي لاش نظر آيا. ان بعد عمارتن جو ڪاٽ، ڪباڙ تباهه ٿيل شهرن جا منظر ۽ ان بعد ٻي عالمگير جنگ ۾ هيرو شيما ۽ ناگاساڪيءَ تي ڪيرايل 'لٽل بواءِ' ۽ 'فيٽ مين' جهڙا مشروم ڪلائوڊس ڏسڻ ۾ آيا. ان بعد هن محسوس ڪيو ڄڻ ڪنهن بمبارٽمينٽ ۾ تباهه ٿيندڙ عمارت مان هو پاڻ ڊوڙي ٻاهر نڪري رهيو هئو. مٿان سرون ۽ شهتير ڪري رهيا هئا. هو پنهنجي وارن ۽ ڇهري تان مِٽي ڇنڊي رهيو هئو. ان بعد هن ٻيهر آها ناچو ڇوڪري ڏٺي، جيڪا ڪجهه دير پهرين خوشيءَ مان نچي رهي هئي. سا بہ زخمي ۽ زمين تي ڪِريل هئي. هن جي جسم ۽ وارن مان رت ڳڙي رهيو هو.
ازلن کان ابدن تائين شايد انسان جو حقيقي مذهب تعصب ئي رهيو آهي! پاڻ سان محبت ۽ ٻئي انسان سان نفرت! دنيا ۾ انسان جڏهن پنهنجي حفاظت لاءِ تلوار ٺاهي تہ ان جو مطلب ٻين انسانن کان نفرت کان سواءِ ڪجهه بہ نہ هيو. نفرت جي مرڪز ۾ ڊپ لڪل هوندو آهي. نفرت ۽ ڊپ ائٽم بم ٺهرايو. نفرت ۽ ڊپ ماڻهوءَ کي ماڻهوءَ کان جدا ڪيو. نفرت ۽ ڊپ دنيا جي تاريخ کي اٿلائي پٿلائي بدلائي ڇڏيو ۽ ان سڀ ڪجهه جو سبب انسان جي ڪثيف جوڙجڪ هئي جنهن ۾ برداشت گهٽ هئي. اربين سال پهرين ٻري ٻري ڀسم ٿيل تارا ۽ ڪتيون بہ شايد ديوتائن ۽ ديوين جا روح هُئا جن جي پاڻ ۾ اَڻ-بڻت هوندي هئي؟

*

عماد اهو سوچي ئي رهيو هئو تہ گهر جي فون جو رنگر وڄڻ لڳو. هن جو دماغ ڪجهہ ڳئوروءِ جسم ٿڪل ٿي لڳو. رسيور کڻڻ تي ٻئي طرف ربيعا هئي.

"ڪافي ڏينهن کان سوچيم پئي تہ توهان سان ڳالهايان پر الائجي ڇو وقت ئي نہ پيو مِلي.... هينئر ڪٿي آهيو؟" ربيعا پڇيو.

"ننڊ تہ پوري رات مون کي نہ آئي آهي پر لڳي ٿو هوش توهان کي ڪونهي!.... يا وري اڄا ننڊاکڙا آهيو! مارڪيٽ مان واڳڻ وٺي رهيو آهيان.... يار! جڏهن گهر تي فون ڪيو اٿئي تہ...." عماد ڳالهايو. ٻئي طرف ٽهڪ ٻُرڻ لڳا. ربيعا شرمساريءَ مان کِلي رهي هئي.

"ساري! لڳي ٿو اوهان ننڊ ۾ هُئا ۽ مون اوهان جي ننڊ ڦٽائي.... منهنجو مطلب هئو.... اوهين ڇا ڪري رهيا آهيو؟" هوءَ اڃا بہ کلي رهي هئي.

"جي سامهون هجين ها تہ وهاٽو اڇلائي هٽانءِ ها. هونئن بہ ڪابہ ڇوڪري تيستائين عقل واري نٿي ٿي سگهي، جيستائين اها شادي نہ ڪري!" عماد چيو.

"يار! What happened wrong" ربيعا رڙ ڪئي.

"خير، هرويرو ائين بہ ڪونهي، جيڪڏهن تنهنجو مطلب سنجيدگيءَ سان آهي تہ ڪافي واڇر واڇر ڇوڪرا گهمندا ٿا وتن.... جن کي.... جن کي.... خير ڇڏيو ڪٽي." ربيعا چيو ۽ ٽهڪ ڏنو.

"جن کي.... جن کي ڊائننگ ٽيبل تي ڪانٽي چمچي سان ماني کائڻ ۽ ..... ۽ ايستائين جو ڪنڊوم چاڙهڻ بہ نٿو اچي!" عماد ربيعا جو جملو پنهنجيءَ پسند جي انهن لفظن سان پورو ڪيو تہ ٻئي ٽهڪ ڏيڻ لڳا.

"Off-Course!" ربيعا ڏار سان چيو ۽ وري ٽهڪ ڏنو.

"پر مون کي افسوس آهي تہ سيڪس ۽ ڊائننگ ٽيبل جو پاڻ ۾ گهٽ واسطو آهي." هوءَ مسلسل کِلي رهي هئي.

"يار! سيڪس ۽ ڊائننگ ٽيبل هڪٻئي لاءِ لازم ملزوم آهن. مون کي لڳي ٿو اڄڪلهہ جي هر پڙهيل لکيل ۽ نوڪري ڪندڙ ڇوڪري فيمنزم جي سينڊر ۾ رڱيل آهي! الائجي پڙهيل لکيل ڇوڪرين کي ڇا ٿي ويو آهي؟"

"نہ هرويرو ائين بہ ڪونهي..... مرد ان کان پهرين ميل شاونزم جو سُرمو اکين ۾ وجهيو وينا آهن!" ربيعا هن تي ڄڻ حملو ڪيو.

"فيمنزم دراصل تو جهڙين خوبصورت ڇوڪرين جو تہ مسئلو ئي ڪونهي، اهو سادي ڇهري وارين ڇوڪرين جو مسئلو آهي: جن کي عام طرح مرد پڇندا بہ ناهن!"
"Feminism was established to allow un-attractive woman; for
their easier success to the main stream!" ڪٿي پڙهيو هُئم.خير ڇڏيو ان بحث کي، ٻڌايو توهان جي شاديءَ جو ڇا ٿيو؟"
"مون ان ڇهري بينڪر سان پنهنجو مڱڻو ٽوڙي ڇڏيو!"
"ڇا......... ڇري ٿي آهين ڇا؟"
"ڇرين کي وري ڪهڙا سِڱ ٿيندا؟" ربيعا ٺهڪ ڏنو.
"تنهنجي لاءِ ڀلي نہ هجي، منهنجي لاءِ اها ڪا چڱي ڳالهہ ناهي!" عماد چيو.
"ڇو؟"
"ان ڪري جو ظاهر آهي، جڏهن تون هاڻ واندي ٿي آهين تہ مون کي ئي فڪر ڪرڻو پوندو... دُروازا کهلا هوگا تو دستک تو کوئي دي گا!؟" ٻئي کلڻ لڳا.
"Well done! ... زبردست ربيعا. پوءِ ڪڏهن ٿي تنهنجي ماءُ مون کي چانهہ جي دعوت تي سڏائي؟" عماد فوري طور تي پنهنجو لهجو تبديل ڪيو. هو ان وقت مڪمل مذاق جي موڊ ۾ هئو.
"What......? ربيعا لانڍ ۾ حيرانگي مان رڙ ڪئي ڇا...؟ ڇا.....؟ اهو ڇا چَيَو؟" هوءَ ڪافي جوش ۾ هئي.
"توهان جي طبيعت تہ ٺيڪ آهي؟"
"Yep; I'm well enough بابا ظاهر آهي مان بہ هاڻ سڄي عمر ويٺو تہ ڪونہ هوندس تنهنجي انتظار ۾! هاڻ منهنجي مٿي تان وار بہ گهٽجڻ لڳا آهن... ۽ .... پاڪستان ۾ هونئن ئي مردن جي عمر گهٽجي پئي. مرد ۾ مينهن وساڙي ۾ ڪو فرق ئي ڪونهي رهيو... ٻنهي جو ڪو جٽاءُ ڪونهي. چاليهن سالن جي عمر گذرڻ کان پوءِ جُوڳي نہ ڪنهن جا مِٺ. مرد جو ڀروسو ئي ڪونهي! سمجهيئہ جي پرويوز ڪرڻو اٿئي تہ ڪري وٺ: اهڙو وڪر مارڪيٽ ۾ هميشہ نہ ملندو آهي.؟" عماد ڳالهايو ۽ ٺهڪ ڏنو.

"Oh my-Goodness! آخر منهنجو پالو ڪهڙي قسم جي مرد سان پيو آهي؟" ربيعا وري ٺهڪ ڏنو.

"مسٽر عماد حسنين، توهان کي خبر هجڻ گهرجي تہ..... منهنجي ماءُ هڪڙي سخت قسم جي عورت آهي. ان جي ورتل انٽرويو ۾ ڪي ياڳ وارا ئي ڪواليفاءِ ڪري سگهندا آهن!" ربيعا کلندي کلندي چيو.

"Any how! مان بہ ڪو ايترو واندو ڪونہ آهيان جو شيوِ ڪري ڪاٽن جو وڳو پائي، پرفيوم هڻي گاڏيءَ جو فيول ساڙي تنهنجي بنگلي تي پهچان. ساري يار!..... مون وٽ صرف چانهن پيئڻ لاءِ ايترو ٽائيم ڪونهي!... يار هاڻ ڏيکھ چڏ... ۽ مذاق نہ ڪر.... سيريس ٿي. شاديءَ لاءِ.... ان ويچاري بينڪر جي تہ جان ڇُٽي پر هاڻ دير نہ ڪر. شادي جي ماڻهوءَ کي آفر ملي تہ ڪري ڇڏڻ کپي. منهنجي خيال ۾ مانيءَ جو وقت هجي ۽ مانيءَ جي صلاح ٿئي تہ کائي ڇڏڻ کپي پوءِ پلي اُها بصر سان ئي کٽي کائڻي پوي. سو هاڻ Be positive! يار، شادي ڪري ڇڏ...... منهنجي جان!"

"چڱو پلا، ڪنهن ٻئي سان شادي ڪنديئن؟ منهنجو هڪڙو استيٽ رتن دوست آهي، جيڪو شاديءَ لاءِ ڪنهن تو جهڙي ڇوڪريءَ جو انتظار تو ڪري!" عماد ٻڌايو.

"Sorry..... مون کي شاديءَ جو ڳاڙهو وڳو ۽ ڳھ-ڳٽا پائي بيوقوفيءَ جي تصوير ناهي بڻجڻو... شادي ڪنهن بہ ڇوڪريءَ جي انساني حقن تي ڌاڙو آهي. اهو اهڙو تعويذ آهي، جيڪو لکي بہ مرد ٿو پارائي بہ مرد ٿو ۽ ڳچيءَ مان لاهي بہ مرد ٿو!..... Shit yar! ان ڪري مون کي ڪو شوق ڪونهي جو اهڙي تعويذ جو ڦاهو ڳچيءَ ۾ وجهان!" ربيعا دليل ڏنو.

"هائو پر توهان اهو مشهور جملو ٻڌو آهي تہ:

'Marriage is an agreement where a man loses his bechlors & a women gains her masters!'

"اهڙو اعتماد تہ ڪافي مرد بہ نٿا ڪن، بلڪ چاهيندي بہ ٻئي ڌُريون نٿيون ڪن. هر شيءِ ۾ سُٺاين سان گڏ خرابيون بہ ٿين ٿيون. توهان ڪيڏانهن ويندئو؟ ۽ ڇا ڪندو؟..... معاشري کي ڪيئن منهن ڏيندئو؟ زندگي ڪيئن گذرندي؟ آخر ڪيڏانهن پڄندئو؟ ماڻهو تہ پنهنجي پيدائش

ڪان بہ پهرين مخصوص سرڪلز ۾ قيد ٿيل هوندو آهي ۽ پيدائش ڪان پوءِ بہ مذهبي، اخلاقي پنجوڙن ۾ واڙيل آهي! ۽..... ۽..... ايستائين جو مرڻ ڪان پوءِ ماڻهو جو لاش ۽ روح بہ ڪن مخصوص صورتن ۾ مخصوص اصولن تحت جڙڻ ڪنهن قلعي ۾ قيد ٿيل آهي! You know ماڻهو هر صورت ۾ هر حال ۾ جيئري توڙي 'مئي هڪ مڪمل غلامانا ۽ قيد واري زندگي ٿو گذاري!..... شادي ٻار کي گهٽ ۾ گهٽ پيءُ جو نالو ڏئي ٿي ۽ ان جي ماءُ کي سماجي تحفظ پڻ، ان ڪري ڪئين مرد ۽ عورتون شاديءَ ۾ Believe نہ ڪرڻ جي باوجود بہ شادي بهرحال ڪن ٿا!" عماد ڳالهايو.

"پوءِ پلي اهو ٻار ڪنهن ٻئي مان هجي؟"

"آف ڪورس..... کون جیتا ہے تیرے زلف کے سر ہونے تک؟" ڪجھ دير لاءِ هو ٻئي چُپ ٿي ويا.

" Well, now listen me: Carefully ڪنهن چيو آهي تہ:

Chess is the only game in the world, which reflects the status of husband. The poor king can take only one step at a time, while the mighty queen can do what ever she likes!"

"يار! ويري انٽريسٽنگ پر مان هينئر ڪنهن بہ مرد جي ڳچيءَ جو تعويذ بڻجي ٻار جڻڻ نٿي چاهيان. ان لاءِ سائمن دي بوائر روڪيو آهي."

"۽ سائمن دي بوائر پاڻ ڪنهن مرد سان کهڙي ڪاتي ۾ گڏ پئي رهي؟" عماد چيو. تيستائين جهرڪيون فصل چڳي چُڪيون هونديون! جڏهن تون پنهنجن فضول معاملن مان واندي ٿينديئن، تہ پوءِ شايد ڪو ٻيو تنهنجي لاءِ واندو نہ هجي! ربيعا ! Sorry مون کي...... اهو سڀ ڪجھ چوڻ نہ کپي پر اڪثر ڇوڪرين جي مٿي ۾ ميچالي بجاءِ مُنڌل سُٽ جو ڦورو ڀيل هوندو آهي. 'ميل شاونزم' ۽ 'ميل ڊامينئنسي' پڙهيل لکيل عورتن لاءِ الاءِ ڇو هڪڙو زبردست مونجهارو بڻيل آهي. ميل ۽ فيميل جو ڏوھ نہ ڪونهي، سمورو ڏوھ 'صورتحال' ۽ 'موقعن' جو هوندو آهي! جڏهن بہ ڪنهن مرد کي

---

* Simone de Beauvoir: فرنيچ وجوديت پسند ليکڪا جيڪا جين پال سارتر سان بنان نڪاح جي گڏ رهندي هُئي.

موقعو ملي ٿو تہ هُو ٻيءَ ڌُر تي ظلم ڪري ٿو ۽ جڏهن بہ عورت کي موقعو ملي ٿو تہ هوءَ مرد تي پنهنجو غلبو قائم ڪري ٿي ۽ اڪثر عورت بہ عورت تي ظلم ڪري ٿي. هر ماڻهو کي رڳو صورتحال سهوليتون ڏئي ٿي. پوءِ اهو مرد هجي يا عورت! مون تمام گهڻا مرد اهڙا ڏٺا آهن، جن جي سنڌن زال تي نظر پوندي ئي پيشاب وهيو وڃي!" ٻئي ٽهڪ ڏئي کِلڻ لڳا.

"اڇا، اصل مسئلو خبر اٿئي ڇا آهي؟"

"ٻڌايو."

"يار اصل مسئلو هيءَ آهي تہ مرد ۽ عورت جي وچ ۾ تعلق قانوني ۽ اخلاقي ۽ مڪينڪل يا ٽيڪنيڪل نٿو هجي.... مرد ۽ عورت جا اڪثر تعلق جذباتي هوندا آهن. انڪري انهن ٻنهي وچ ۾ حقن / حقوقن ۽ قانونن جا مسئلا قيامت تائين حل نہ ٿيندا.! بيٽي فرائيڊن ۽ سائمن جي خيالن ۾ بہ زمين آسمان جو فرق هئو.

هاڻ ٻڌ لطيفو: "هڪڙي فوجيءَ چيو: 'دشمن اسان کان ڊڄن ٿا ۽ اسين زال کان!' هڪڙي آفيسر چيو: 'مان آفيس ۾ باس آهيان پر پنهنجي گهر ۾ نوڪر!' هڪڙي جج روئيندي چيو: 'مان ڪورٽ ۾ فيصلا ٻڌائيندو آهيان پر گهر ۾ خود انصاف جو طلبگار هوندو آهيان!' هڪڙي استاد چيو: 'مان اسڪول ۾ ليڪچر ڏيندو آهيان ۽ گهر ۾ زال کان ليڪچر ٻڌندو آهيان' ۽ هڪڙي موچيءَ ڳوڙها ڳاڙيندي چيو: 'مان جُتين جي مرمت ڪندو آهيان ۽ گهر ۾ وري منهنجي مرمت ٿيندي آهي!"

"هونئن سمورين فيمنسٽس کي بہ ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ مرد جي ضرورت رهي ٿي! بهرحال منهنجي ليڪچر جو تو تي ڪو بہ اثر ڪونہ ٿيندو چو جو مون کي خبر آهي تہ توهين عورتون رڳو ٽن شخصن جي ڳالهہ نہ رڳو ڌاڍي ڌيان سان ٻڌنديون آهيو پر ان تي عمل بہ ڪنديون آهيو." عماد ڳالهايو.

"ٻڌايو: ڪير آهن اهي خوشنصيب؟" ربيعا ٽهڪ ڏنو.

"اُهي خوشنصيب آهن، هڪڙو فوٽو گرافر، ٻيون درزي ۽ ٽيون بيوٽيشن، ٻئي ڪنهن جي پيءُ جي بہ ڳالهہ توهين عورتون نہ مڃينديون آهيو!"

---

* Betty Friedan: اميريڪن فيمنسٽ تحريڪ جي اڳواڻ.

"يار! ڳالهہ تہ بلڪل صحيح ڪئي اَٿوَ!" ربيعا چيو تہ ٻيئي کِل ۾ ويڙهجي ويا!

"مون توکي اڳ بہ ٻڌايو هو تہ هاڻ فيمنسٽ تحريڪ Cyber-Feminism ۾ تبديل ٿي ويئي آهي. هاڻ مرد ۽ عورت ٻيئي هڪ ٻئي کي برداشت Manage ڪرڻ واري پوزيشن ۾ آهن. Any way تون اهو ڪجهہ ڪر جيڪو توکي وڻي. By the way. هوئنئن اهو سڀ ڪجهہ هوندي بہ اوهان عورتن جا ذاتي چينل فاڪس نيوز BBC, CNN ۽ ٻين سمورن چينلز کان وڌيڪ طاقتور آهن! اڇا هاڻ شاديءَ بابت ٻيو لطيفو ٻڌو:

"هڪڙي دوست ٻئي دوست کان پڇيو: 'يار! ٻڌاءِ تہ سهي، تنهنجي ڪامياب شاديءَ جو راز ڪهڙو آهي؟'

ويري سمپل هن وراڻيو: 'اسان ٻنهي زال مڙس وچ ۾ هيءُ معاهدو ٿيل آهي تہ گهر جا سڀ ننڍڙا مسئلا منهنجي زال حل ڪندي ۽ وڏا ۽ اهم مسئلا صرف مان حل ڪندس.'

'يعني......؟ ننڍن مسئلن مان تنهنجي ڇا مراد آهي؟' دوست ٻيهر پڇيو.

'يار! مثلا گهر ۾ اڄ ڇا جو ٻوڙ رڌبو ڇا خريد ڪبو ڇا وڪڻبو ڪار ڪهڙي ماڊل جي وٺبي، ڪٿي گهمبو ڪنهن ڪنهن کي دعوت ۾ سڏائبو پراپرٽي يا بئنڪ وغيره جا سڀ مسئلا منهنجي زال جي ذمي آهن.' دوست جواب ڏنو.

'۽ پوءِ وڏا مسئلا ڪهڙا هوندا آهن جيڪي تون حل ڪندو آهين؟'

مثال طور: مان اهو حل ڪندو آهيان تہ: آمريڪا افغانستان تي حملو ڇو ڪيو؟ اسرائيل جو مستقبل ڇا ٿيندو؟ دنيا ۾ دهشتگرديءَ جا سبب ڪهڙا آهن؟ ڪشمير جو مسئلو انڊيا ۽ پاڪستان جا مامرا وغيره وغيره." تہ ربيعا ۽ پوءِ عماد کلي کلي کيرا ني پيا.

"توهان ڪيڏا نہ ظالم آهيو" ربيعا چيو.

"I treat girls roughly, but not so terribly!" عماد چيو. پنهنجو خيال رکجانءِ. چڱو خدا حافظ" ۽ عماد فون تڪڙ ۾ رکي ڇڏيو.

رُوميسا ڪچن مان آئي ۽ ڪافي ٽيبل تي اچي بہ مگ، ڪيڪ ۽ ڪجهہ ڊراءِ فروٽ رکيائين.

"فون تي ڪير هئو؟" رُوميسا پڇيو.

"آفيس مان ڪنهن ماتحت جو فون هئو موڪل جي لاءِ ريڪئيسٽ پئي ڪيائين." عماد ڪوڙ ڳالهايو.

*

واش روم ۾ برش ڪندي بہ هن کي تڪ محسوس ٿي رهيو هئو. هن کي لڳو تہ هن جي ڪوڙ ڳالهائڻ ڪري هن جي اندر جي عمارت ۾ ڪا ٽوڙ ڦوڙ ٿي رهي آهي.... هو ڪوڙ ڳالهائي نہ سگهندو هو. پر جي ڳالهائيندو هو تہ ان کي هضم نہ ڪري سگهندو هو. يا هن جو ڪوڙ هڪدم ظاهر ٿي پوندو هو! هن کي محسوس ٿيو ڄڻ آهستي آهستي هن جي جسم جي وڻ تان ڪجهہ پن... ڪجهہ گل ۽ گونچ ڇڻي رهيا هئا ۽ ڪجهہ رنگارنگ پکي، جيڪي منيون لاتيون لنوندا رهندا هئا سي اڏامي رهيا هئا. حالانڪ زندگيءَ هن جي هر خواهش پوري ڪئي هئي. زندگيءَ هن کي سڀ ڪجهہ ڏنو هئو. سُٺي جاب، خرچ ڪرڻ لاءِ ڪافي پئسا، سهڻي سيبتي زال، سُهڻا ٻار، ڪافي خوبصورت ۽ باربي ڊالز جهڙيون دوست، ڪافي پاورفل ۽ ويلدي دوست پر ڪجهہ ٻيو بہ هئو. جيڪو هن کي اندران ئي اندران اسٽرائيڪ ڪري رهيو هو. ڪجهہ هئو جيڪو محسوس ٿيندو هو تہ شايد هُن جي وَس ۾ نہ هئو! هن جي بدن جي مٿان ڪا ڪيفيت، راڳڻي يا ڪا عجيب غريب موسم قبضو ڪري رهي هئي! ڪجهہ دير لاءِ هن کي محسوس ٿيو تہ هو ڄڻ پاڻي ۾ ڦسي رهيو هئو. ڪو اسٽڪر هئو جيڪو نہ چاهڻ جي باوجود هن جي اندر ۾ ڪئونر ٺڄي چنبڙي ويو هو. جيڪو ڪرڙي لاهڻ سان بہ نہ لهي ۽ ان بعد هن محسوس ڪيو هن جي اندر جي اونهاين مان ڪو راڳ ٻُرڻ لڳو هو: اداسيون ۽ خوشيون موسمن جيان ٿين ٿيون. جيڪي ويندي ويندي وڻن جا پن ڇاڻي ڇڏينديون آهن. يا وري انهن مٿان گل ۽ گئونچ سجائي وينديون آهن! هن اندر ۾ ڪافي خوشي پئي محسوس ڪئي تہ هو سمورين موسمن مٿان حاوي پئجي رهيو هئو. هن جي اندر ۾ سُر ۽ سَاز وڄڻ لڳا:

سا......ري......گا.........ما.........پا......ڌا......ني.........سا،
سا......ني.........ڌا.........پا......ما......گا......ري.........سا.
ني...... سا ......گا.........ما.........پا......ڌا.........ني.........سا.
سا....... ني...... ڌا........ پا........ما......گا.........ري.........سا.

هو سُر ۽ ساز جي ان لئہ تي ڪجهہ دير لاءِ جهومي ويو ۽ پوءِ جهونگارڻ لڳو:

ڏل چُڪي شامِ غم، مسڪرالي صنم،
اک نئي صبح دنيا مين آني ڪو هي،
پيار سجني لگا، ساز بجني لگا،
زندگي آج پايل پِي هي، نغمئہ دل پِي هي،
رنگ اُلفت بهارون مين شامل پِي هي!



[11]

## عورت ۽ ٻين جا علائقا ڦبائيندڙ ملڪ ۾ ڪو فرق ڪونهي!

معمول جيان شهر ۾ گوڙ ۽ گهماگهمي گهٽ هئي. اهو آچر جو ڏينهن هئو. زارا ۽ عماد اڄ منجهند گذارڻ لاءِ هاڪس- بي جو رُخ ڪيو هئو. ٻنهي ايڪسٽرا ڪپڙا کنيا هئا. جيڪي چينج ڪري هنن سمنڊ ۾ ترڻ جو پروگرام ٺاهيو هئو. اتي رزروُ ٿيل Hut ۾ ڪجهه وقت گذارڻو هئو ۽ ان بعد هنن ڪي شهر ۾ ڪنهن هوٽل تي لنچ ڪرڻي هئي.

سمنڊ هنبوچيون هڻي رهيو هئو. چٽ ڪليل آسمان هيٺان ڪو اژدها ڦوڪاري رهيو هئو. ڇوليون شاهي پٿرن سان ٽڪرائي واپس وڃي رهيون هيون گجيءَ ۽ پاڻيءَ جو آواز پري ڪان اچي رهيو هئو. عماد پنهنجي گاڏي هڪ ويران هنڌ تي ريتيءَ مٿان اچي بيهاري ۽ افق تي نظر وڌائين. هڪ جاءِ تي سمنڊ ۽ آسمان پاڻ ۾ ملي ويا هئا.

”تون سمنڊ آهين ۽ مان آسمان زارا!.... هوڏانهن ڏس، ٻيئي شفق وٽ ملي ويا آهن“ زارا ٿهڪ ڏنو.

زارا جي گلابي پيرن ۾ ڪاري رنگ جي چمڙي جي چپل هئي، اڇي رنگ جي ٽيولپ شلوار، گلابي ۽ ڪارن گلن سان چولو ۽ ننهن تي لائيٽ پنڪ نيل پالش. هو ٻيئي ڪافي دير تائين سمنڊ جي ڪاري ۽ ٿڌي پاڻيءَ ۾ ٽنگون وجهي ويٺا رهيا. اُس ڪافي تيز هئي تنهن هوندي به ٿڌي پاڻيءَ جي ڪري هنن ٻنهي جي ڄاڙي ڏڪي رهي هئي. اتي هنن ڪافي سپون ۽ پٿر گڏ ڪيا ۽ اچي گاڏيءَ ۾ رکيا. ان بعد هنن ٻنهي ڪجهه دير هٽ ۾ گذاريو.

بعد ۾ هو وهنتا ۽ پوءِ لنچ ڪرڻ لاءِ هڪ لبنيز ريسٽارنٽ ۾ اچي ويٺا، جيڪا هڪ بنگلي ۾ ٺهيل هئي. ريسٽارنٽ ۾ گراهڪن جي ڳالهائڻ جو گوڙ ۽ اچ وڃ لڳل هئي. هنن جي ساڄي پاسي وارين ڪرسين تي ٻه نوجوان ڇوڪرا ۽ ٽي ڇوڪريون ويٺل هيون جن مان هڪ کي ناسي رنگ جي شيشن وارو چشمو پاتل هئو. سڄو هال ماڻهن سان ڀريل هئو پر هنن جي ڀرسان ويٺل انهن ڇوڪرين مان هڪڙي لڳو ٿي سڀن کان وڌيڪ ڳالهائي رهي هئي، جنهن ڪري هوٽل ۾ ڪافي گوڙ هئو.

"لڳي ٿو بليڪ برمودا پاتل هن ڇوڪريءَ سان ڪو پرابلم آهي،

Something is wrong with her! She is just crying: & over-acting, you know!"

زارا تبصرو ڪيو.

"شايد ڪنهن NGO ۾ ڪم ڪندڙ ٿا لڳن.... واقعي هن چشمي واريءَ کي تہ ڳالهائڻ جي بيماري آهي ڇر ڇر بند ئي نٿي ٿئيس."

اها ڇوڪري جڻ سڄي هال کي مٿي تي کڻيو ويٺي هئي. ساڻس گڏ ويٺل ٻين ٻنهي ڇوڪرين کي ويڪريون شلوارون ۽ ننڍا چولا پيل هئا. ٻنهي ڇوڪرن کي جينس ۽ پلين قميصون پيل هيون. هڪڙي کي فرينچ ڪٽ ڏاڙهي هئي ۽ ٻئي جي وڏن وارن کي براؤن ڪلر ٽيل هئو جن کي ويڙهي هن پويان پُوني ٻڌي ڇڏي هئي.

"ڇوڪريون هونئن بہ هر شيءِ ضرورت کان وڌيڪ پسند ڪنديون آهن" عماد ڳالهايو.

"مثلاً" زارا کلڻ لڳي.

"مثلا..... ضرورت کان وڌيڪ ڪپڙا، ضرورت کان وڌيڪ ميڪ اپ، ضرورت کان وڌيڪ جُتيون، ضرورت کان وڌيڪ سون، ضرورت کان وڌيڪ وڏو گھر، ضرورت کان وڌيڪ ڏيان، ضرورت کان وڌيڪ پيار.... عورت ۽ ٻين جا علائقا ڦهلائيندڙ ملڪ ۾ ڪو فرق ڪونهي! بلڪ عورت ۽ شنهشاهہ ۾ ڪوبہ فرق نہ هوندو آهي....!" عماد لاڳيتو ڳالهايو.

عورت ويٽر هنن اڳيان گرم گرم بہ ننڍڙيون ڪوڪيون ۽ لبناني چيز رکي ويئي.

"ڪافي ڪاوڙ آئو..... عورتن تي؟" زارا اوباسي ڏني.

"توهان کي شايد ننڊ ٿي اچي.... مون کي عورتن تي ڪاوڙ ناهي، مان عورت جي عظمت تي ٿو ڳالهايان!..... شايد مون پهرين به ڪنهن سان ذڪر ڪيو هئو ته عورت ڊائنامڪ، تخليقي ۽ خوبصورت آهي ۽ ان ۾ مجازي خدا جهڙيون خصوصيتون موجود آهن. اها زندگيءَ کي جنم ڏيئي ٿي ۽ هڪ ئي وقت سڀن کي خوش رکي ٿي. لڳي ٿو رات ننڊ گهٽ ڪئي اٿو..... ڪنهن دؤر ۾ ماڻهو لانگ ڊرائيو تي نڪرندا هئا ۽ هاڻ ڏکيون ڪالون، 'Chit Chat، 'SMS E-mails فيس بوڪ، ٽويٽر ماڻهن لاءِ ڪريز بڻيل آهن!" عماد چيو

ويٽر مينيو بڪ ليٽ ڪٽي آئي ته هن اُهو زارا ڏانهن وڌائي ڇڏيو!

"Choose yourself: it's your job!"

"نه نه اهو اوهان جو ڪم آهي." زارا مينيو بڪ عماد ڏانهن وڌايو.

"ته پوءِ لينٽل سوپ، مِيٽ لوف، ليمب ميٽ بالز ليمب فليٽ بريڊ ۽ فرنٽ ڪاڪٽيل وِد روز واٽر ڪافي ٽيندو؟"

"ها ڪافي ٽيندو." زارا مسڪرايو ۽ ڪنڌ لوڏيو. مسڪراهٽ هن جي خوبصورتيءَ ۾ اضافو آڻي ڇڏيندي هئي.

"زارا، تنهنجي چهري ۾ ٽي. چهرا لڪل آهن. عماد هن ڏانهن گهوريندي ڳالهايو. تون جڏهن نهارين ٿي ته اندين اداڪارا 'تبو' ٿي لڳين، تون جڏهن ڪنڌ ٿي جهڪائين ته جوهي چاولا ٿي لڳين. ۽ تنهنجو سائيڊ پوز ماڌوري ڊڪشت جهڙو ٿو لڳي! 'زارا' جي چهري ۾ اڪين تي رنگ اچڻ لڳا.



[12]

# ساچي ڪَھو موسي بتيان پيا،
# ڪھان گنوائين ساري رتيان پيا؟

اڄ صبح جو سويل ئي عماد جي اک کُلي وئي. هن پاسي ڀر سُتل روميسا ڏانهن نهاريو تہ اُها ڪافي گهري ننڊ ۾ هئي. هن کي گذريل رات واري ڳالهہ ياد اچڻ ڪري روميسا تي ڪاوڙ اچي ويئي. وڏيل پيٽ جي ڪري هُوءَ هاڻ ڪافي ڍلا ڍلا ڪپڙا پائي رهي هئي..... ڊاڪٽرياڻيءَ هن کي روزانو ڪافي واڪ ڪرڻ ۽ گهڻو پاڻي پيئڻ لاءِ بہ چيو هو. ۽ اندازي موجب سيزر جو ٽائيم ڏيئي ڇڏيو هئو.

اُن رات بہ دير تائين هو جاڳندو انٽرنيٽ تي جنگ جون تازيون خبرون ۽ صورتحال معلوم ڪندو رهيو هو. ربيعا سان چيٽ ڪندو رهيو هو..... ۽ پنهنجيون E-mail بہ چيڪ ڪندو رهيو هو. ان ڪري هن کي ننڊ مان جلدي اک کلڻ تي پنهنجي پاڻ تي ٿوري چڙ آئي.

ڪمري مان نڪري هو بالڪنيءَ ڏانهن هليو ويو. جتي گهميل هوا لڳي رهي هئي، هوا ۾ ڪافي ٿڌ پيريل هئي ۽ اها ڏينهن جي مقابلي ۾ گهٽي صاف هئي، رستن تي اڃان چپ چپات هئي.

ڪافي بالڪنين ۾ رسين تي ڌوتل ڪپڙا ٽنگيل هئا. سٿڻون، قميصون، انڊر ويئر، پئنٽون، جوراب، گنجيون. هيٺ احاطي ۾ بريڊ، بيضا، کير ۽ اخبارون وڪڻڻ وارن جا آواز گونجي رهيا هُئا. چوڪيدار صاحب خان سگريٽ ڦوڪي رهيو هو ۽ هيڏانهن هوڏانهن اچي وڃي رهيو هئو.

بالڪنيءَ مان نڪري هو ٻئي ڪمري ۾ ويو جتي هن جا ٻئي ٻار سُتل هئا. ٻئي ڪِيوٽ ۽ ايڪٽو ٻار گهريءَ ننڊ ۾ هئا. ڪمري ۾ هڪ پٽ تي زراف جي شاهي تصوير لڳل هئي.

ٻئي طرف ٻن پانڊا جي تصوير هئي. جيڪي گاهه جا پن چٻاڙي رهيا هئا. فرش تي ڪجهه ريڊيو ڪنٽرول رانديڪا، ڪتاب، ڪاپيون، جاميٽريون، ڪلر پيسٽلز ڦهليل هئا. هڪ طرف پٽ سان ٻه لڪڻ جون ننڍيون ميزون ۽ ڪرسيون، ان تي P-4 پَٽ تي وال ڪلاڪ، جنهن ۾ هڪ لومڙي سيڪنڊ ڪانٽي سان اکيون چنڀي رهي هئي.

عماد پهرين تہ سوچيو هو پنهنجي وائيف کي ننڊ مان اٿاري ڪافي ٺاهڻ لاءِ چوي پر هن سنڊس ننڊ ڦٽائڻ مناسب نہ سمجهيو. ’ماٺهوءَ کي ٿورو پاڻ بہ رڌ۔ پچاءَ ڪرڻ کپي.‘

’By the way دنيا جي سمورين ڪانٽينينٽل هوٽلز ۾ سڀ شيف مرد هوندا آهن. ۽ سمورين هاءِ وي هوٽلز ۾ مرد بورچي... ڪابہ عورت نہ!‘ هن سوچيو.

’۽ دنيا جا سڀ سُٺا ڊزائينر ۽ ميڪ۔اپ ماسٽرس، بہ مرد آهن.‘ هن وري سوچيو.

هو ڪِچن ۾ ويو. ساس پين ۾ کير وجهي ڪاڙهڻ لاءِ رکيائين ۽ پاسي ۾ بہ بيضا بوائل ڪرڻ لاءِ رکي هڪ مگ ۾ ڪافيءَ جا ٻہ چمچا ۽ ڪجهہ ڪريم وجهي چمچي سان مڪِس ڪرڻ لڳو. مگ ۾ گرم کير وڌائين تہ گج واري ڪافي تيار هئي. هن ان ۾ ڏيڍ چمچو ماکيءَ جو وڌو ۽ بيضن جون کلون لاهي انهن کي پيس ڪري انهن مٿان لوڻ ۽ ڪارا مِرچ ٻُرڪي هو پليٽ ۽ مگ ڊرائنگ روم ڏانهن کڻي ويو. ان بعد هن دروازي جي وِٿيءَ مان هاڪر طرفان اندر ڪيل اخبار کڻي ۽ تازيون خبرون پڙهڻ لڳو.

• افغانستان جي جنگ ختم ٿيڻ بعد هاڻ عراق جو وارو هئو. بغداد تي بہ ٽام هاڪ، ڪُروز ۽ اسٽيلٿ ميزائيل ڪيرايا ويندا. صدام حسين بغداد جي تباهہ ٿيل گهٽين جا دورا ڪري رهيو هئو. بندوق نچائي رهيو هئو نائن۔ اليون کان پوءِ صورتحال اهڙي ٿي ويئي هئي. دنيا ۾ هڪڙو بہ مسلمان اهو مڃڻ لاءِ تيار نہ هئو. تہ ’مين هٽن‘ ۾ ٿيل واقعو مسلمانن ڪيو هئو ۽ دنيا

۾ هڪڙو بہ يهودي ۽ ڪرسچن اهو مڃڻ لاءِ تيار نہ هئو تہ اهو واقعو مسلمانن نہ ڪيو آهي: دنيا هميشہ جيان مذهبن جي بنياد تي ورهايل هئي.

عماد کي ياد آيو، نائن اليون ٿيڻ بعد سي.اين.اين، فاڪس نيوز ۽ ٻيا چينل اميريڪي جهنڊن جي پسمنظر ۾ قومي ترانا وڄائي رهيا هئا ۽ ڏاڍ گهوڙا ڪري رهيا هئا تہ: 'هنن جو وڏي ۾ وڏو دشمن اساما بن لادن آهي!' حالانڪہ اساما بن لادن ۽ سندس خاندان اميريڪي صدر جا بزنيس پارٽنرز هئا ۽ نائن اليون واري واقعي کان پوءِ اميريڪا ۾ رهندڙ لادن فيملي کي سرڪاري طرح C-130 ۾ چاڙهي سعودي عرب پهچايو ويو هئو!

War on Terrorism الائجي ڇا هئي جيڪا گهڻن ملڪن جا ٻنيا اونڌا ڪري رهي هئي. بش سي اين اين تي اميريڪنس کي سمجهائي رهيو هو:

'This is not an act of terrorism, this is an act of war!'

'Illuminaties'[1] تہ ڪافي سال پهرين ٽئن ٽاورز جي تباهي لاءِ پيشنگوئي ڪئي هئي. دنيا ڏاڍي مُنجهيل هئي. ماڻهو ماڻهوءَ جي خلاف سازش ۾ رُڌل هئو. ماڻهو ماڻهوءَ جي نسل کي رنگ ۽ مذهب جي نالي ۾ ڪُهي رهيو هئو. ڪابل رت سان وهنجي ويو هو ۽ 'نغمہ منگل' ڳائي رهي هئي:

ڪابل! تون تباهہ نہ ٿيو آن،
ڪابل مان تنهنجي فراق ۾ بيقرار!'

۽ هاڻ عراق جو وارو اچي ويو هئو. عماد ڪافيءَ جو ڍُڪ ڀريو ۽ بوائل بيضي جو ٽڪرو ڪانٽي سان ڪٽي وات ۾ وڌو.

'دنيا ۾ ڪافي ماڻهن جي اندرَ ۾ ماکي ڀريل هوندي آهي... جيئن اُنس، ۽ زارا.... ۽ دنيا جي ڪافي ماڻهن جي اندرَ ۾ [2] ٿُوتيو ڀريل هوندو آهي. جيئن

---

[1] Illuminaties: ارڙهين صديءَ کان قائم ٿيل جرمن سيڪريٽ سوسائٽي جنهن کي فري ميسنز آرگنائيز ڪيو.

[2] ٿُوتيو: (Cynide) زهر جو قسم.

بُش ۽ صدام ۾ مان پاڻ! هائو..... منهنجي اندر ۾ بہ ڄڻ "هائيڊرو ڪلورڪ ايسڊ پريل هجي يا وري ***فلورائيڊ' عماد ڄڻ ڇڙڪيو.

'گوليءَ جو فائر، بہ ميزائيل ۾ بم جو ٽڪرو جتي بہ لڳي ٿو. هڪ نہ ختم ٿيندڙ نفرت ۾ هڪ نہ ڇُٽندڙ زخم کي جنم ڏئي ٿو!' هن سوچيو.

*

بہ ڏينهن پهرين زارا! هن جي گهر آئي هئي. هُوءَ اڪثر روميسا جي موجودگيءَ ۾ ايندي هئي ۽ ڪچن ۾ روميسا جي هيلپ ڪندي هئي. ڪڏهن ڪيڪ ٺاهڻ ۾ ۽ ڪڏهن وري برياني وغيره ٺاهڻ ۾ ۽ پوءِ هنن سان گڏ هڪ ٺي ڊائننگ ٽيبل تي هڪ فيملي ميمبر جيان لنچ يا ڊنر ڪندي هئي.

عماد ڪالهہ ٺي زارا کي فون ڪري ايندڙ آچر تي 'Date' طئہ ڪئي هئي ۽ ان لاءِ هن سندس دوستن مڇي ۽ جهينگا مارينڌڙ لانچن جي مالڪ حُسين کي ****اڪ ڦاٽي تي هڪڙو Hut رزرو ڪرائڻ لاءِ بہ چئي ڇڏيو هئو.

هن جو ڊيپ فريزر اڪثر حُسين طرفان مڇي ۽ حَڪمَ (پران) موڪلڻ ڪري پريل هوندو هئو.

ڪافيءَ مان واندو ٿي، هن اخبار رکي ۽ واش روم ڏانهن ويو. پنهنجي شارٽ جي زپ کولي پيشاب ڪيائين تہ پيشاب مان اُڀ نڪري رهي هئي. پوءِ پنهنجي بيڊروم ڏانهن ويو. رُوميسا اڃا بہ گهري ننڊ ۾ هئي. هن کي سُتل روميسا تي بيهر نظر پوندي ڪجهہ ڪاوڙ آئي پر پوءِ لهي ويئي ۽ هُو ٻئي ڪمري ۾ هليو ويو. هن جي ذهن تي رات واري ڳالهہ تازي هئي.

*

رات انٽرنيٽ تي هو جڏهن جنگ بابت Current New's پڙهي رهيو هئو ۽ ربيعا سان Chat ڪري رهيو هئو تہ روميسا اوچتو ڪمري ۾ هلي آئي هئي.

---

** هائيڊرو ڪلورڪ ايسڊ: تيزاب.

*** فلورائيڊ: زهر جو قسم.

**** اڪ ڦاٽو: هاڪس بي جو مقامي نالو.

"ماني تيار آهي..... اٿو هلي کائو..... ئو..... ئو!" روميسا هن ڳڇيءَ ۾ ٻانهون وجهي مانيٽر تي سڀ ڪجهه پڙهڻ لڳي هئي، تہ هن جي دل چاهيو هو تہ هُو روميسا کي ان وقتَ اتان ڌِڪو ڏيئي هٽائي ڇڏيءِ جيڪا ڏاڍي ڪاريگريءَ سان هڪ ئي وقت ٻہ ڪم ڪري رهي هئي.

My good ness!....... مانگهہ جي مهيني ۾ بہ عماد جي نرڙ تي سنهو پگهر اچي ويو هئو.

"اها وري ڪير آهي ڏائڻ رابي؟"

"مهديءَ جي ڪائي دوست آهي!" عماد جي آواز ۾ لرزش هئي ۽ اکين ۾ ڪاوڙ جا شعلا، پر ان سڀ ڪجهہ جو هو ظاهري طرح اظهار بہ نٿي ڪري سگهيو.

'Twenty minutes for dinner pl.' هن لکيو رابي کان موڪل ورتائين ۽ ڪرسيءَ تان اٿڻ لڳو تہ رُوميسا هن جي ڳچيءَ مان ٻانهون ڪڍيون، پر هُن جي چهري تي شڪ جا اولڙا لُڇي رهيا هئا. هوءَ عماد جي اکين ۾ گهوري سچ معلوم ڪرڻ لاءِ نهارڻ لڳي.

"سچ! مهديءَ جي ڪا ئي دوست آهي، جنهن جو وزن 165 پائونڊ آهي ۽ عمر 42 سال." هن فوري طور ٻيو ڪوڙ ڳالهايو.

'Telling a lie for married man is a matter of survival!.....'

عماد ڪٿي پڙهيو هئو.

"Are this lady is a friend of Mehdi?" روميسا پُڇيو:

"ڇا مان ادا مهديءَ کان ڪال ڪري پڇي سگهان ٿي....؟ روميسا جا لفظ نہ هئا ڄڻ هن عماد جي نڙ گهٽ تي 'Columbia knife'* رکي ڇڏيو هئو! ۽ هُو ان جي ڪاٽ محسوس ڪري رهيو هئو. عماد جي نڙي سُڪي نوٽ ٿي ويئي.

"Honey! She want's to reduce her... عماد ڳيت ڏني weight; so she have asked for some tips about...'

عماد جو جملو ٽٽي ويو.

---

*Columbia knife: اميريڪي چاقو جيڪي شڪاري ۽ فوجي استعمال ڪندا آهن.

"اوهه! مون کي خبر ڪانهي تہ اوهان As a Instructor سلمنگ سينٽر
کي ڪڏهن جوائن ڪيو آهي!" روميسا جي چپن تي زهر ۽ اکين ۾
ڪرختگي هئي. هوءَ ان وقت بد۔تميزيءَ سان ڳالهائي رهي هئي.

"۽ ان سڀ ڪجهہ ۾ 'سچ!' جو لفظ آڻڻ جي ڪهڙي ضرورت
هئي؟" روميسا وري ٽوڪ ڪئي.

عماد جي اندر ۾ ٽوهہ پرجي ويا. هن انهن جو ذائقو پنهنجي زبان ۽
نڙيءَ ۾ محسوس ڪيو. روميسا هن کي ڇڻ چوري ڪندي سَگ سوڌو
پڪڙيو هئو پر تہ بہ ٻيئي ڪنهن خاص ڪاوڙ جو اظهار نہ ڪري رهيا هئا.

عماد هارڻ مسڪرايو تہ روميسا هن جي ڳچيءَ ۾ ٻئي ٻانهون وجهي
گُهوري سندس اکين ۾ نهارڻ لڳي. ان وقت هن کي گلابي رنگ جو پرت پريل
ساٽن جو ڍلو چولو ۽ سائي گربيءَ جي سُٿڻ پاتل هئي. عماد هن جي
چلڪندڙ چولي جي ڇاتين ڏانهن نهاريو. بعد ۾ هن جي اکين ڏانهن: جن
سان هوءَ عماد جي اکين ۾ ڏِسي پَڪ ڪري رهي هئي، تہ واقعي Chat ڪندڙ
اها ڇوڪري عماد جي گهاٽي دوست مهديءَ جي دوست هئي؟ ڇا واقعي اها
هن کان ويٽ لوز ڪرڻ لاءِ صلاح وٺي رهي هئي؟ جڏهن تہ شهر جي گهٽيءَ
گهٽيءَ ۾ ويٽ لوز ڪرڻ جا ڪلب کليا پيا هئا!

رُوميسا جي چپن تي ان وقت واڱڻائي ڪلر جي لپ۔اسٽڪ لڳل
هئي، هن جا آءِ بروز تازا تراشيل هئا. ۽ هن جون خوبصورت وڏيون اکيون
فوٽو جينڪ چهرو ۽ بادام جي ڳپ جهڙو رنگ!

'ڇا تہ غضب جي عورت آهي.... ۽ مان ..... مان سڀ ڪجهہ موجود
هوندي بہ الائجي ڪهڙين پُرخار وادين ۽ پٿرن سان پريل رستن تي هلندو ٿو
رهان!' عماد سوچيو: حالانڪ ربيعا ڪافي سهڻي هئي، پر رُوميسا جو مقابلو
نٿي ڪري سگهي. روميسا جي خوشبوئي الڳ هئي.

رُوميسا تہ سمورن بلاڪس منجهہ رهندڙ سمورين عورتن ۽ ڇوڪرين
کان وڌيڪ سهڻي هئي.

"Beleave me Romaisa! I love you my jan!" عماد وري ڪوڙ
ڳالهايو ۽ رُوميسا جي ڪنڌ تي ٻانهن رکي ڪِس ڪيو تہ رُوميسا جي اکين

۾ ڳوڙها تري آيا. عماد کي ان وقت ياد آيو تہ: هڪ پيري اُنس، رُوميسا جي سونهن لاءِ ڪيڏو نہ شاندار جملو ڳالهايو هو:

'How she is gracile and gracioso woman in our apartment complex. I respect her with my hearts!'

رُوميسا پنهنجا ڳوڙها اگهيا ۽ جلد ئي بنا چڙ جي ڳالهايو.

"I mean!...... اها چِٻري تيستائين ٻين يارن سان حال احوال ڪندي ۽ ڊنر کان پوءِ وري اسان جي گهر ۾ گهڙنديا' رُوميسا جي لهجي ۾ تورڙي نرمي آئي، تہ هن اهو جملو ڳالهايو. هُن جڻ سڀ هٿيار ڦٽا ڪري ڇڏيا هئا.

'زال ۽ مڙس ميدان ۾ وڙهندڙ اهڙا *گليڊيئيٽرس هوندا آهن، جيڪي وڙهندي وڙهندي بہ هڪ ٻئي کي ڪِس ڪرڻ نہ وساريندا آهن!' عماد سوچيو.

"مما......، پپا! اچو ماني ٺڏي پيئي ٿي." هنن جو وڏو پٽ عُمير ڪمري ۾ اچي ويو هئو. رُوميسا هڪدم واش روم ڏانهن وڃڻ لڳي ۽ عماد ٻاهر آيو واش بيسن تي هٿ ڌوتائين ۽ ڊائننگ ٽيبل تي وينو. جتي ٻار هنن جو انتظار ڪري رهيا هئا.

ڊائننگ ٽيبل تي تريل مڇي، شامي ڪباب، مڱن جي دال، پالڪ چانور ۽ ماني پيل هئي.

"پاپي کي ڪئناڊا فون ڪيَوَ؟" عماد پنهنجي پليٽ ۾ چانور ۽ دال پالڪ وجهندي چيو.

"نہ......! جڏهن ٿي فون ڪئان، سوچيان ٿي رات هوندي ننڊ ڦٽندن.... تہ وري وسِريو وڃي!" رُوميسا ٻڌايو.

حالانڪ هوءَ واش روم مان منهن ڌوئي آئي هئي پر هن جون اکيون ڳاڙهيون هُيون. هن ڊش ڪنئي ۽ ڪانٽي سان گرم گرم شامي ڪباب ڪيڊي سيني جي پليٽن ۾ رکڻ لڳي.

ماني کائيندي عماد سوچيو: 'دنيا ۾ جيترا جهيڙا زال ۽ مُڙس ڪيا آهن..... شايد اوترا جهيڙا بادشاهن بہ نہ ڪيا هوندا! ۽ جيترو جلدي هنن

---

* گليڊيئيٽرس: رومن سلطنت ۾ ڏوهاري، غلام ۽ قيدي جن کي جانورن ۽ پهلوانن سان ويڙهائي رونشو ڪيو ويندو هو.

ٻنهي هتيار ڦٽا ڪيا آهن.... اوترو جلد ڪنهن ٻہ سپهہ سالار ڦٽا نہ ڪيا هوندا!' پر زال ۽ مڙس جو جهيڙو Chess جيان هجي تہ خوبصورت لڳندو:

The poor king should take only one step at a time, while the mighty queen can do what ever she likes!

عماد ٻنهي ٻارن کان سندن ڪلاس ٽيچرز جي رويي، پڙهائي، سندن هوم ورڪ ۽ Assessments جي باري ۾ حال احوال ورتو. هن جو پٽ عمير سيونٿ ڪلاس ۾ هئو ۽ ڌيءَ ثميرا ٽئين ڪلاس ۾ هئي.

رُوميسا مڇيءَ جي هڪڙي سُٺي ڳيي ڪٽي عماد جي پليٽ ۾ رکي ۽ چپ چپ ماني کائڻ لڳي. ٻنهي زال مڙسن ان بعد ڪجهہ بہ نہ ڳالهايو.

صابڻ سان هٿ ڌوئيندي عماد، رُوميسا ڏانهن نهاريو جيڪا ننڍڙيءَ ثُميرا کي ماني کارائي رهي هئي. رُوميسا واڪ ۽ Controlled Diet جي ڪري پاڻ کي ايترو تہ مينٽين رکيو هو جو لڳو نٿي تہ هُوءَ ٻن ٻارن جي ماءُ هئي. عماد پنهنجا هٿ ٽوال سان اگهيا ۽ ڪمري ۾ وڃڻ لڳو تہ رُوميسا سڏ ڪيس.

"ٻڌو تہ!"

"توهان گرين ـ ٽِي ناهي سڏ ڪجو تہ اچان ٿو." هن جواب ڏنو...... هن جي اندرَ ۾ ڪاوڙ هئي.

رُوميسا کي منهن تي ڪاوڙ جا پاڇا آيا ۽ وري هليا ويا. ٻار پنهنجي ڪمري ۾ پڙهڻ لاءِ هليا ويا هئا. گرين ٽي پيئندي رُوميسا ڳالهائڻ لڳي:

"عماد! توهان کي شايد هاڻ وسري ويو آهي تہ اوهان منهنجي بغير هڪِ قدم کڻڻ لاءِ بہ تيار نہ هوندا هئو..... مون کان سواءِ ڪٿي بہ سُک نہ ايندو هُيَو..... صبح جو گهر مان نڪرڻ مهل دل نہ چوندي هُيوَ..... ڪوشش ڪري جلد گهر موٽي ايندا هيئو.... پر هاڻ بہ اڍائي سال ٿيا آهن جو ڏيڍ بہ مهينا گذريو ٿا وڃن، پوءِ ٿا گهر اچو.....! ڄڻ اوهان مون کان پري ٿي ويا آهيو ۽ مان بہ اوهان کان ڪوهين ڏور ٿي ويئي هجان!..... لڳي ٿو هاڻ توهان مون کانسواءِ اڪيلا خوش آهيو." ڪڏهن ڪڏهن توهان جي اهڙي رويي تي مان محسوس ڪندي آهيان ڄڻ ٽڪر ٽڪر ٿيندي هجان، ڄڻ وکرندي هُجان. مون کي سميٽيو پليز نہ تہ مان وکري ويندس!" هن ڄڻ سڏڪو ڀريو.

"يارا هاڻ ٻارن ٻچن وارا ٿي ويا آهيون.... هاڻ تہ ڀاڻ کي سنجيده ٿيڻ کپي!.... ماڻهو سڄي عمر تہ هڪ ٻئي سان عشق نٿو ڪري سگهي!....... عشق بہ ڪنهن عمر ۾ سُٺو ٿو لڳي." عماد هن کي مطمئن ڪرڻ لاءِ دليل ڏنو.

"هاڻ تہ ٻار بہ توهان کي ڏاڍو ياد ٿا ڪن ۽ ننڍڙي ثميرا بہ هر دفعي توهان جي وڃڻ جي ٻن ڏينهن کان پوءِ بيمار ٿيو پوي.....!" رُوميسا هن جي ڳالهہ ٻڌي اڻ۔ ٻڌي ڪندي ڳالهايو وري سُڏڪو ڀريو.

شاديءَ کان پوءِ شايد اهو سڀ ڪجهہ ائين نہ ٿو رهي. جيڪو ڀهرين هجي ٿو. لڳي ٿو شاديءَ کان پوءِ مرد ڪجهہ ٻيو ٿو سوچڻ لڳي" عماد ڳالهايو.

"ڇا ٿو سوچڻ لڳي مرد؟..... شاديءَ کان پوءِ مرد جو عشق ختم ۽ عورت جو شروع ٿئي ٿو. سڄو ڦڏو اتان ٿو شروع ٿئي تہ ٻنهي جي تعلقات جي صورت بدلجيو وڃي!" عماد چيو.

"ڏيڊ۔ٻن مهينن کان پوءِ هڪ هفتي لاءِ گهر ۾ ٿا اچو ۽ اهو بہ الائجي ڪيئن ٿا گذاري ڇڏيو. ڪڏهن پنهنجي دوست مهديءَ سان ڪڏهن Chat ڪندي ۽ ڪڏهن T.V سامهون. ڪڏهن اسان لاءِ بہ ٽائيم ڪيندا ڪريو. پئسا سهوليتون تہ ميسر ڪري سگهن ٿا پر خوشي نہ!" روميسا وري شڪايت ڪئي.

ڪافي دير جي خاموشيءَ کان پوءِ رُوميسا هن کي ٻڌايو تہ ڪجهہ ڏينهن ڀهرين هن جي دوست فرحانہ ۽ شازيا جي زور ڀرڻ تي هو ٽيئي ڄڻيون پارڪ ٽاورز جي ڪنهن دوڪان تي گرم ڪپڙن جي هڪ Exhibition تي ويون هيون. پر رُوميسا اتان ڪجهہ بہ نہ ورتو ڇو تہ هوءَ پنهنجا ڪپڙا ۽ استعمال جون تقريباً سڀ شيون وٺڻ مهل عماد جي موجودگي ضروري سمجهندي آهي.

دراصل هن کي ڪپڙن، جُتين، سوئيٽرن پسند ڪرڻ لاءِ جنهن ڪنسلٽنٽ جي ضرورت پوندي آهي سو عماد هئو. ان ڪري آرتوار تي هن عماد کي ٽائيم ڪيڍي پارڪ ٽاورز هلڻ لاءِ چيو.

"رُوميسا.... ساري! آرتوار تي ڊفينس ۾ منهنجي لنچ ڪن Contractors سان آهي..... مان سومر تي شام جو ٽائيم ڪيڍي سگهان ٿو.." عماد لنچ لاءِ ڪوڙ ڳالهايو. لنچ تہ دراصل هن کي زارا سان ڪرڻي هئي.



[13]

## درزي سُٽڻ ۾ اُبداڻو ناهڻ بجاءِ لاسنڪ ڇو ٿا وجهن؟

عماد جڏهن به موڪل تي گهر ايندو هو ته هن جي ذميوارين ۾ گهر جو سيڌو سامان، ڀاڄيون، مڇي، گوشت، ڪڪڙ وٺڻ. زال ۽ ٻارن جا ڪپڙا، جتيون پسند ڪرڻ ۽ ڪين شهر جي مختلف هوٽلن ۾ مانيون کارائڻ شامل هئو پر جنهن شيءِ تي هن کي خاص ڪاوڙ ايندي هئي، سو هئو رُوميسا جو درزيءَ جي دوڪان تي وڃڻ، جتي هو ڪجهه دير شاپ اندر ۽ پوءِ ٻاهر اچي گاڏيءَ ۾ گذاريندو هو. اُتي هن کي رُوميسا جي پنجن ڇهن جوڙن لاءِ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڪلاڪ انتظار ڪرڻو پوندو هئو. هر سوٽ ۾ الڳ ڊزائين، گلو ۽ ان جي پاءِ-پن، ربينون، سٿڻ جا پانچا، سٿڻ جي سائيز جيڪا بدلجندڙ فيشن جي ڪري ڪڏهن بلڪل پينٽ ۽ پاجامي جهڙي هوندي هئي ۽ ڪڏهن شاهي سَرن واري، ڪڏهن ان جو نالو ڌوتي سلوار هوندو هئو ته ڪڏهن وري پٽيالا ڪڏهن وري ٽيولپ. چولي جي سائيز ڪڏهن گوڏي کان مٿي ۽ ڪڏهن پيرن تائين! هڪ وڳي تي گهٽ ۾ گهٽ ڏهه-منٽ ۽ ڇهن وڳن لاءِ هڪ ڪلاڪ تائين درزيءَ کي هدايتون ۽ ان بعد جيئن ئي ڪپڙا سبجي گهر پهچندا هئا ته ڪنهن چولي جو گلو وڏو محسوس ٿيندو ڪنهن جو ننڍو، ڪنهن جون ٻانهون سوڙهيون نظر اينديون ته ڪنهن جون ويڪريون. ڪو هيٺيئن ڌڙ ۾ سوڙهو نظر ايندو ته ڪو وري مٿئين ڌڙ ۾ سوڙهو يا ويڪرو!

'مُئي درزيءَ ڪپڙا ڪاري ڇڏيا. هيس وٺان ڦاسن ٿا!.... مئي ڪي ڪا باهه لڳي ويڪرا ڪري ڇڏيا اٿائين.' ٻئي ڏينهن وري انهن قميصن جي آلٽريشن لاءِ سپيل ڪپڙا کڻي درزيءَ جي دوڪان تي پهچندا هئا ۽ ڊرائيور هُو هوندو هئو.

"مان هتي ڏيڍ ٻن مهينن بعد هڪ هفتو اوهان جو ڊرائيور ٿيڻ ته ايندو آهيان!" عماد ڪڏهن ڪڏهن خارن مان چوندو هو. جنهن ڳالهه کي رُوميسا نظرانداز ڪري مُرڪندي چوندي هئي:

"مئي جاويد ڀائيءَ کي خدا جي ڪا وَٽ پئي، هاڻ ڪپڙا سيڪڙات چورن کان ٿو سبرائي الائجي ڇا؟!"

پر عماد جڏهن روميسا کان پڇندو هو ته 'درزي سُٿڻ ۾ اُبداٽي ناهڻ بجاءِ لاسٽڪ ڇو ٿو وجهي؟' ته رُوميسا ٺهڪ ڏيڻ لڳندي هئي.

"يار! مون کي اڪثر عورتاڻا مسئلا سمجهه ۾ نه ايندا آهن! اهي مردن کان وڌيڪ ڪپڙا ۽ Under-garments استعمال ڪن ٿيون. مردن کان وڌيڪ ميڪ اپس استعمال ڪن ٿيون! مردن کان وڌيڪ ڪلر فل ۽ مهانگا ڪپڙا، سينڊل ۽ پرس وٺن ٿيون! ان کان سواءِ سڀ ڪجهه هوندي به عورتن جي زندگي سندن نظر ۾ ڏکي پئي گذرندي آهي. ڪنهن به تقريب ۾ ٻي ڪنهن عورت به سندن جهڙا ميچ ڪپڙا پاتا ته هڪٻئي جون دشمن ٿيو پون. ۽ ڪڏهن ته ماءُ به ڌيءَ جي پرسنلٽيءَ کان سڙندي آهي" ته روميسا کلڻ لڳي.

"چوندا ناهن ته: 'ڌيءَ کان پهرين پائي وٽ ۽ نُنهن کان پهرين کائي وٺ!' روميسا ڳالهايو.

"شادي واقعي مُنجهيل انسٽيٽيوشن آهي." عماد تبصرو ڪيو.

"هرُوڀرُو ايتري منجهيل به ڪانهي ۽ نه وري ايتري Simple ماڻهو اڪثر شين کي پاڻ ٿو ڏکيو ناهي. شايد ماڻهوءَ جون گهٽيون خواهشون گهڻا مسئلا پيدا ڪن ٿيون. پر توهان ته هونئن ئي شاديءَ کي بُرو ڀلو ڳالهائيندا رهندا آهيو!" روميسا ڳالهايو.

"بلڪل! يقين ڪريو ته مون کي اهڙي ڪا به خبر نه هئي ته شادي ڪري ماڻهو جڻ پنهنجي پاڻ کي وڪڻي ٿو ڇڏي يا وري پاڻ کي گروي ٿو

رکي ڇڏيا ۽ ان عمل ۾ جُٽ رڳو ڪنهن هڪڙيءَ ڏرُ سان ڪانهي، پنهي ڏرين سان آهي. مهدي ڪيڏو نہ خوش ٿو گذاري A man, who drinks & sleeps alone مون کي جيڪڏهن اها خبر هجي ها تہ مان قطعي اهڙو ڏکيو فيصلو نہ ڪريان ها!" عماد گاڏي اسٽارٽ ڪندي چيو.

هو سڀ اڄ پارڪ ٽاورز مان ڪپڙا، جُتيون، عمير جي Play station لاءِ CD's وغيره وٺي گاڏيءَ ۾ رکي چُڪا هئا. ان وقت رات جا اٺ ٿيا هئا.

"پپا! ڇا پيا چئو؟ جي توهان مما سان شادي نہ ڪريو ها، تہ اسين ڪيئن پيدا ٿيون ها؟" عمير جذباتي ٿيندي چيو.

"ها! ها! ها!" سڀ کليا.

"Oh Sorry يار! مون کي واقعي وسري ويو تہ ان عظيم ڪمَ لاءِ ئي تہ مون توهان جي مما سان شادي ڪرڻ لاءِ حامي ڀري هئي، منهنجي پياري عُمير ۽ پياري گُڏي ثميرا لاءِ!" تہ سڀ ٻيهر کلڻ لڳا.

"چڱو هاڻ هڪڙو لطيفو ٻڌو!" عماد چيو

"ٻڌايو" عمير چيو.

هڪڙي ڇوڪري اسڪول ۾ پنهنجي ڪلاس فيلو کي چيو:

"يار! مون کي نہ ٻن ٽن ڏينهن ۾ پاءُ ڄمڻ وارو آهي!"

"اهو ڪيئن؟" ڪلاس فيلو پُڇيس.

"اهو هيئن جو گذريل سال اسپتال ۾ منهنجي مما داخل ٿي هئي تہ مون کي پيڻ ڄائي هئي.... ڪالهہ کان پپا اسپتال داخل ٿيو آهي... سو ضرور ڀاءُ ڄمندو!"

"ها ها ها! ........ ها ها ها!" سڀ کلڻ لڳا.

"پپا! مون کي برگر ۽ بوتل جي بک ۽ اُڃ لڳي آهي.... Please go to the Italian Oven" عمير راءِ ڏني.

"بابا! توهان جي ماءُ جي ڦڏن مان واندا ٿيون تہ ڪٿي هلون what about Ice cream?"

"پپا! اها بہ وٺو تہ گهر هلي کائون!" هن جي ڌيءَ ثميرا چيو.

عماد گاڏي موڙي ۽ Italian Oven ڏانهن وڃڻ لڳو.



[14]

# عورتن کي ڪڏڙا چونہ وڻندا آهن؟

اهو شام جو وقت هئو. مونا ۽ اُنس ننڊ مان اٿيا هئا. ڇاڪاڻ تہ اڄ مونا جي دوست ۽ بائولرز ڪيفي جي مئنيجر صنم ڪاظمي جي شاديءَ ۾ شريڪ ٿيڻا هئا. هنن شام جي چانهہ پيتي ۽ پوءِ واش روم ۾ وڃي وهنجي آيا ۽ هاڻ ڊريسنگ ٽيبل اڳيان مونا اسٽول تي ويهي ۽ اُنس بيهي ميڪ-اپ ڪري رهيا هئا. اُنس ڪالهہ ئي پنهنجن وارن کي سيٽ ڪرايو هو ۽ 'جُنيد جمشيد' تان ٽائي را سلڪ جو ڪاري رنگ ۾ سلور پرت پريل پهراڻ ۽ شلوار ۽ اڇي ڪلر جو پٽڪو خريد ڪري آيو هئو.

C.D پليئر تي ڪافي وڏي آواز ۾ ميڊونا جو ڳايل 'Rain' هلي رهيو هو ۽ ٻئي ڄڻا هلڪو هلڪو جُهومي رهيا هُئا.

Rain, feel it on my finger tips.

Hear it on my window pane.

Your love's coming down like rain,

Wash away my sorrow

Take away my pain.

Your love's coming down like rain.

When your lips are burning mine,

........................

Rain is what this thunder brings

for the first time I can hear my

heart sing……

……………………

"لِپ-اسٽڪ ڪهڙي هٽان برائون سوٽ تي؟" مونا هن کان پڇيو.

"Maroon lip-stick. yep: maroon wil suits on browns!" انس پنهنجي چهري تي پَف سان فائونڊيشن هڻندي چيو.

هن مونا کي ميڊورا جي واٽر پروف رينج مان ميرون ڪلر جي لپ-اسٽڪ ڪڍي ڏني ۽ پيهر پنهنجي چهري تي فائونڊيشن هڻڻ سان گڏ مائيڪل جيڪسن جو 'Hold my hand' جهونگارڻ شروع ڪيو: ۽ C.D تي مائيڪل جيڪسن لڳايو.

"هُون! هُون!" اُنس کي اوچتو ئي الائجي ڪهڙو خيال آيو جو هن فائونڊيشن پف هيٺ رکيو. مونا کي ٻنهي هٿن مان جهَلي ڊريسنگ ٽيبل واري اسٽول تان اٿاريو ۽ ميوزڪ جي ڌُن تي نچڻ لڳو. ڪجهه ئي دير ۾ هو ٻئي ڄڻا ان ڌن تي بيخود ٿي نچي رهيا هُئا. پنهجين ٻانهن کي هيٺ مٿي ڪري، هڪ ٻئي کي چيلهين ۾ هٿَ وجهي وجهي ۽ پنهنجن چهرن کي هڪٻئي سان مِس ڪندي ڪندي

This life dno't last forever (hold my hand) so tell me what were waiting for (hold my hand) The nights are getting darker (hold my hand) and thene's no peace inside (hold my hand).

لڳو ٿي نه رڳو مونا ۽ اُنس، بلڪ پورو اپارٽمينٽ، پورو بلاڪ، پورو ڪامپليڪس، پورو آسمان، ڪڪريون، سڄي زمين، وڻ ٽڻ، پکي پکڻ، سڄو شهر سڀ ڪجهه جهومي رهيو هئو.

هنن پهرين بريڪ ڊانس جا ڪجهه اسٽائلز ڪيا، بعد ۾ نيم ڪلاسيڪل ۽ پوءِ وري ڪٿڪ ڊانس جا ڪجهه گُر استعمال ڪيا.

'....تتَ ٿُتت ٿا ٿيا ٿيا تتت ٿا ٿيا ٿيا....'

هُو ہٽي گهٽ ۾ گهٽ ويھ منٽ نچندا رهيا. ڪافي پگهرجي ويا ۽ سهڪڻ لڳا تہ پوءِ نيٽ ٿڪي پاڪر پائي بيڊ تي ڪِري پيا. هو ہٽي سهڪي هڪٻئي جي پرفيوم ۾ ميڪ اپ گاڏڙ پگهر جي خوشبوءِ سُنگهي رهيا هئا.

*

پنهنجي لبراڊار نسل جي ڪاري ڪُتيءَ 'مارشا' سان گڏ شام جو اُنس اڪثر واڪ تي نڪرندو هو تہ ان وقت هن کي نائڪيءَ جو جوگر، اسپورٽس جوراب، شارٽ ۽ ايس.ٽي مائيڪل جي ٽي شرٽ پيل هوندي هئي. اڪثر هو 'سلواتور فيراگيمو' (Silvatore Feragimo) جا اِٽالين بليڪ گلاسز پائيندو هو. اپارٽيمنٽ مان هيٺ لهڻ وقت راند رهندڙ ٻار 'مارشا' سان کئوننڊا رهندا هئا. ڪو ٻار ڪُتيءَ اڳيان چَٽيل لالي پاپ اڇلائيندو هو تہ ڪو ڪلفي آئيس ڪريم، ڪو هن کي ڪاڏل صوف اڇلائي هڻندو هو تہ ڪو وري بريڊ جو مايونيز لڳل سلائيس. جن شين کي اڪثر هوءَ ٻوٿ هڻي اڳيان هلي ويندي هئي.

شام جو اڪثر ان وقت احمد چاچا بہ لفٽ مان هيٺ لهي اسٽڪ جي سهاري هلي ڪجھ واڪ ڪندو هئو. احمد چاچا ٻاويهين نمبر ۾ رهندو هئو. ہہ سال پهريان هاءِ ڪورٽ مان جج رٽائر ٿيو هئو ۽ سال کن پهرين کيس فالج ٿيو هئو جنهن سندس ڪپي ٻانهن ۽ ٽنگ کي مفلوج ڪري ڇڏيو هئو. هن جا ٻہ پٽ ٻاهرين ملڪن ۾ رهندا هئا ۽ هو پنهنجي گهر واريءَ سان گڏ هتي رهندو هو. هفتي ۾ ٽي چار دفعا هو فليٽ تان لهندو هئو ۽ آهستي آهستي هلي گاڏي تائين ۽ پوءِ ڊرائيور سان ڪلفٽن پارڪ ۾ واڪ لاءِ ويندو هو. چاچي احمد جي جنهن ۾ ماٺهوءَ تي نظر پوندي هئي ان سان مسڪرائيندو رهندو هئو.

'مارشا' اُنس کي سندس ڊفينس ۾ رهندڙ هڪ دوست 'ڊينيئل' ڏني هئي جنهن جي لبراڊار ڇھ ٻچا ڄڻيا هُئا. اُنس، ڪُتيءَ جو نالو اميريڪن شيدياڻي شويز ماڊل 'مارشا هنٽ' جي نالي پويان رکيو هئو.

’هلو مارشا! ڪم اِن، ڪم ان...... ڊيئر..... ڊونٽ گوڊيئر. ڊونٽ اييٽ ديٽ ربش..... نو... نو... نو... ڊونٽ گوڊيئر.‘ اُنس هن کي هدايتون ڏيندو ۽ سڏيندو رهندو هو جڏهن هوءَ هِتي هُتي جي شين ۾ ٻوٿ هڻندي هئي.

انس کي ٽن شين سان ڪافي رغبت هئي. ’مارشا‘ سان، چرس سان ۽ گِٽار سان!. چرس، جنهن کي هو شارٽ فارم ۾ ’BPH‘ چوندو هئو. ’Black Poison Hard‘ آفيم کي هو ’BPS‘ ’Black Poison Soft‘ چوندو هئو ۽ ڀنگ کي ’GPL‘ ’Green Poison Liquid‘ چوندو هو.

رُوميسا، چيلهه کي موڙا ڏيئي ڏيئي ڪدڙن جيان هلڻ، آئي آئي ڪري ڳالهائڻ ۽ هٿن کي نچائي نڪ کي موڙا ڏيئي ڳالهائڻ جي ڪري اُنس کي سخت ناپسند ڪندي هئي.

’هن جو اٿڻ ويهڻ ۽ ڳالهائڻ مون کي بنهه نٿو وڻي!‘ هوءَ اڪثر چوندي هئي.

*

ٻاويهين نومبر اُنس جي سالگرهه جو ڏينهن هئو. جنهن لاءِ هن ڪارڊ ڇپرايا هئا. پنهنجن يونيورسٽي فيلوز اپارٽمينٽس جي ٻارن کي ۽ مون کي به دعوت ڏني هئي.

ان شام جو هن جو اپارٽمينٽ ڪلفٽن ۽ ڊفينس جي ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن، ’مُونا‘، دوست ’شهاب ثاقب‘، ’ماني‘، ان جي فلسطيني دوست ’اَهب‘ ۽ پاڙي جي اڪثر ٻارن سان ڀريل هئو. هو نه رڳو پنهنجي پر پنهنجي دوستن جي هر ايوينٽ کي به سيليبريٽ ڪندو هو. هن جي گهر ۾ ان وقت گوڙ ميوزڪ، روشني، ڊانس ۽ رڙيون ڪُوڪون هُيون.

ڪال بيل جي آواز تي جڏهن مان گهر مان ٻاهر نڪتس ته اُنس جي هٿ ۾ شاهي بائول هئو. ونيلا ڪسٽرڊ جو شيشي جو بائول، اُن مٿان ڪٽيل ڊراءِ فروٽ مٿان پليٽ ۾ چيري ڪيڪ جو وڏو ٽڪرو.

”سر! اوهان منهنجي سالگرهه ۾ نه آيا! بهرحال مون سوچيو توهان جو وات ته مٺو ڪرايان. سوهي توهان لاءِ آهي سَر!“ Slice of happiness هن هٿ وڌايو.

مون اُنس جي ميڪ اپ ڪيل چهري ڏانهن نهاريو. هن جون وڏيون ڪجل ڀيل اکيون مون کي خماريل لڳيون. يقيناً هن گهٽو چرس پيتو هئو.

ان مهل ڪلين شيوڊ هئو چپن تي لپ-اسٽڪ. اکين ۾ ڪجل جي ڏار جيڪا اک جي ڪُنڊ کان ٻاهر نڪري ٽي ويئي. هڪ پرونءَ جي وارن کي هن ڇهڪ ڏئي وِچان ڪٽيو هو ۽ هن جي خوبصورت مخروطي آڱرين جي نَنهِن تي ڪلرليس نيل پالش هئي. هن کي اڄ نيوي بِليو ڪلر جو ٿُو پيس پاتل هئو. ڪريم ڪلر جو بو ٻڌل هئو ۽ پيرن ۾ ڏگهي ڇهنب وارو ڪريم ڪلر جو برازيلين بوٽ پيل هئو.

انس مون ۾ نهاري مسڪرايو ۽ پوءِ جهونگارڻ لڳو. هُو اڄ مڪمل طرح ڪو خواجا سرا لڳي رهيو هئو.

’جهان مين جاتي هون وهين چلي آتي هو
چوري چوري ميري دل ۾ سماتي هو
يہ تو بتائو ڪہ تم... م.. م.... م... ميري ڪون هو؟‘

"الا! صاحب، ڪيڏا تہ سنها ٿي ويا آهيو لڳي ٿو ڊائيٽنگ تي آهيو!" انس منهنجي ڇاتيءَ جي وارن تي هٿ گهمائيندي چيو.

"نہ...، بلڪل نہ.... مان ۽ ڊائيٽنگ؟" مون ٺهڪ ڏنو....

مان تہ پنهنجي ويسٽ وڌڻ جي خوف ۾ آهيان. جيڪا يونيورسٽيءَ واري دؤر ۾ اوٽٽيهہ هوندي هئي. ۽ هاڻي ڇٽيهن مان بہ وڌي لڳي ٿو اٺتيهہ تي ويئي آهي! جو پئنٽون بہ ڦاسيو ٿيون پون!" مون پنهنجي پريشاني ظاهر ڪئي.

“Mr: Usn’ the member of American and Arabian gay clubs, how trendy are you!”

مون تعريف ڪئي مانس تہ هن پنهنجي هڪ هٿ جون ٽي آڱريون سندس چپن تي رکيون ٿورو جُهڪي مون کي فلائنگ ڪِس ڪئي.

۽ ٻيهر جهونگارڻ لڳو: يہ ميرا ديوانہ پن هي يا محبت ڪا سُرور، تو نہ پهچاني تو يہ هي تيري نظرون ڪا قصور!

“Thank you Sir!” هن ٿورو مڃيو. ۽ هڪدم مون کي هڪ هٿ جو ياڪر پائي ڪِس ڪئي. “How *GQ are you sir!”

---

* Aman that is dressed well, attractive & well off. :G.Q

"سر، توهان نہ تہ منهنجي گهر ٿا اچو ۽ نہ وري مون کي ٿا گهرايو
هن نہ رڳو شڪايت ڪئي پر ان ٿي "Try some thing, I have a good stuff.
مهل لهجو بدلائي چيو:

"اڄا هي ڊيزرٽ اسان سيني جي لاءِ منهنجي يونيورسٽيءَ جي ساهڙي فريحا ٺاهيو آهي. دل سان..... هائو چمچي سان نہ پنهنجيءَ خوبصورت ڊِل سان! ۽ هيءَ ڪيڪ منهنجي پياري دوست 'شهاب ثاقب' ٺاهيو آهي. توهان کي تہ خبر آهي شهاب ثاقب سٺو بورچي آهي." هن پنهنجي هينئين چپ کي ڏندن ۾ پيڙيو.

"My lovely & very very cute friend popie my jan".

"هيڏو شاهي پيالو..؟ توهان ڏاڍي تڪليف ڪئي." چيومانس.

"هائو سر! مان هي شاهي پيالو ڪٺي ٽڪجي پيو آهيان!...." هن ٽهڪ ڏنو.

"لالا، خدا جو قسم توهان ڊائيٽ تي آهيو. سچ You have losen your weight sir!...... آئي سچ. ڪافي سنها ٿي ويا آهيو. سر!" هن مسڪرائيندي بائول مون کي ڏنو ۽ ڀارڻ جيان منهنجو ڳل پٽيو ۽ چيو:

"ڪجهہ کائو سر! لڳي ٿو هن سال 'مسٽر پاڪستان' جي مقابلي ۾ حصو وٺڻو اٿوَ!" هن مون کي ڀيهر فلائنگ ڪِس ڪئي ۽ ڪلندو اتان هليو ويو.

مون بائول وچي ڊائننگ ٽيبل تي رکيو تہ رُوميسا پڇيو: "اهو مئو انس آيو هوندو؟"

"ها! اڄ هن جي سالگرهہ آهي... ٻڌايائين پئي سڄو گهر ڀارڻ، يونيورسٽيءَ جي ڇوڪرين ۽ هن جي دوستن سان ڀريل آهي... هن مون سان شڪايت ڪئي تہ مون سندس سالگرهہ اٽينڊ نہ ڪئي."

"نياڳو.... چندبو مُئو ڪدڙو رنن وارا فيشن ٿو ڪري...! ان ڏينهن هن بوٽ ۽ جورابن کان وٺي ٽوپيس ۽ ٽاءِ تائين سڀ ڪاري رنگ جا پاتا هُئا ۽ مٿي جا وار ڪُوڙيءِ پاڻ کي گنجو ڪري پنهنجي سڄي پرونءَ کي ڪٽ ڏيئي هيٺ لٽو هوا مان ان وقت 'فرحانہ' سان واڪ تان پئي موٽيس. هن مون کي سلام ڪيو ۽ چائين: 'ائي آپي! پليز ڪڏهن مون کي ٽائيم ڏيو نہ 'مونا' ۽ مان شادي پيا ڪريون! هاڻ مان هن ڪميني کي چا لاءِ ٽائيم ڏيان...؟ نياڳو مئو شرم نٿو اچيس.... مون سان ائين ٿو ڳالهائي." روميسا

ڪلي رهي هئي.! "سچو ڏينهن ان ريڊ انڊينس جهڙي Tom boy ڏائڻ ڇوريءَ سان ويٺو چرس جا سُوٽا هڻي... ۽ هن موالڻ رَن کي تہ ڏسو چرس پي پي پُوتاڙي تي ويئي آهي. ڇهري مان ڇوڪرين واري رونق ئي ختم ٿي ويئي اٿس." رڳو جينس ۽ ڪاٽن جي شرٽ ٿي پائي ۽ پيرن ۾ جوگر -لڳي ٿو Bra بہ نٿي پائي. " رُوميسا مسلسل ڳالهائي ويئي.

"ڪجهہ ڏينهن ۾ ينهي جو مڱڻو ٿي ويندو. ان لاءِ هو پنهنجي اپارٽمينٽ جو انٽيريئر ڊيڪوريٽ ڪرائي رهيو آهي!" مون روميسا کي ٻڌايو.

"ڪِنو مُئو گدلو! يونيورسٽيءَ وڃڻ کان آڳونئو... ستن سالن کان يونيورسٽي جو اسٽوڊنٽ آهي, پر ڊگري نٿي مليس! سچو ڏينهن ننڊ, چرس, گٽار, فلمون, 'مونا' ۽ 'مارشا'.... شٽڊا ....What a life اها بہ ڪا زندگي آهي....؟ عورتن وانگر ميني ڪيور, پيڊي ڪيور فيشل, لپ-اسٽڪ, ميڪ-اپ, نيل پالش! صفا ڪونالائق آهي!" روميسا ٻيهر پنهنجي ڪاوڙ ڇنڊي,

"پروموٽر پرسنلٽيءَ جو ماڻهو آهي... رُوميسا! اهو سڀ ڪجهہ ڪندي بہ اُنس جهڙا ماڻهو ئي اسان جي معاشرن ۾ اڳيان وڌندا آهن ۽ حڪومتن ۾ بہ ايندا آهن! Near about fifty percent of our ruler's are gays You know! Even premier and chief Minister's are smoking, drinking & dancing in their private rooms at night time.... Joined the gay club's!....." اُنس وڏيري جو پُٽ آهي.... ممي, ڊيڊي ٻار هڪ ٻيري پنهنجي مڱڻي جي خرچ جو حساب پئي ڪيائين تہ نوانوي بجاءِ 'PP' لکيائين. يعني نوَ لکڻ بجاءِ 'P' لکندو آهي پر ظاهر آهي پڻس وانگر زميndاري ۽ سياست ڪندو. اقتداري ڏرين سان واسطہ هئڻ ڪري هن کي لکڻ پڙهڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ هن بجاءِ سڀ ڪجهہ هن جا مُنشي, نوڪر ۽ سيڪريٽريز ڪندا ۽ هڪ ڏينهن سندس پيءُ واري پارٽيءَ کي ڪروڙ بہ ڪروڙ چندو ڏيئي ايم اين اي ۽ منسٽر ٿي ويندو! يار ٿورو سوچيو تہ سَهي, اسانجي ملڪ ۾ چاليهہ ڪروڙ خرچ ڪري ڪوبہ Duffer ماڻهو سينيٽر ٿي سگهي ٿو! اتي ڪهڙي ڳالهہ ممڪن ڪانهي؟" عماد ڳالهايو.

"You know, now a days he is trying very seriously to be a member of world gay club; & he is so proud for that!.... هن ڳالهہ تي

مون کي ٻڌايو هو تہ نيٽ تي هن ’ورلڊ گي ڪلب‘ جو فارم Submitt ڪري ڇڏيو آهي.“

سال کن کان هُو American ۽ Arabian Gay club جو ميمبر آهي... هن ’مونا‘ کي بہ چٽي ڇڏيو آهي تہ هُو صرف ان سان اِن صورت ۾ شادي ڪندو تہ هنن ٻنهي کي حق هوندو تہ هُو پنهنجي پنهنجي رستي ۽ مرضيءَ تي هلن!

“Every creature has his own choice, wish and will to enjoy the life!”

عماد ڳالهايو.

”گڏهہ..! بدتميز....! بدافعالو!“ روميسا ڪاوڙ مان تبصرو ڪيو. ”مُئي کي پوءِ شادي ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟“

”لڳي ٿو توهان عورتن کي هڪبئي سان تہ ساڙ آهي پر...... پر ڪدڙن ۽ Gays سان بہ دشمني آهي!“ مون کلندي روميسا کي چيڙايو تہ هوءَ کلڻ لڳي.

”انهيءَ چنڊيءَ موالڻ جو ڏاهيل اهو ڪسٽرڊ ۽ فالودو مان پنهنجن ٻارن کي ڪونہ کارائيندي‌س. الائجي ڪهڙن هٿن سان ڏاهيو هونديون.... رن ڏائڻ! جينز تي پهراڻ پائي ٻنان رَئي جي ۽ ٻنان انڊر-گارمينٽس جي ڇاتيون نچائيندي اچي! اکيون ڳاڙهيون چپ سُڪل ۽ هٿن ۾ سگريٽ !Shit ٻڌي نٿي مري......! .... ڇوڪري ٻار تي آهي“ روميسا وري ڳالهايو.

”نہ نہ! اهو ڊيزرٽ تہ فريحا ڏاهيو آهي... ۽ ڪيڪ شهاب ثاقب...“ عماد وضاحت ڪئي.

”توهان کي تہ خبر آهي؟ شهاب ثاقب سٺو بورچي آهي! پر توهان جي ڳالهہ ئي ٻي آهي.“

”هڪڙي ڀيري اها نياڳي ڇوري مون کي پارڪنگ لاٽ وٽ مِلي تہ مون چيومانس: مونا! اُنس کي سمجهاءِ، ڏاڍي سموڪنگ ٿو ڪري... توهان جي Exhaust مان رڳو دونهون ئي دونهون ٿو نڪرندو رهي! تہ مون کي خبر اَٿو تہ ڇا چيائين؟“

”ڇا چيائين؟“ عماد ٺهڪ ڏيندي چيو.

”آنٽي! ايگزاسٽ مان تہ دونهون ئي نڪرندو. ظاهر آهي پاڻي تہ نہ نڪرندو..... By the way مون کي اُنس جي اِها سموڪنگ واري ادا ئي تہ وڻندي آهي!.... مان ڪٺي چُپ ڪئي.... اڄڪلهہ جا ڇورا ۽ ڇوريون تہ ڏسو:

نہ ماءُ پيءُ جو ادب ۽ نہ اوڙي پاڙي جو لحاظ. شرم نٿي آيس مون سان اِئين ڳالهائيندي... هڪ پيري لفٽ ۾ ڪنهن سان ڳالهائيندي خبر آٿَو ڇا چئي رهي هئي؟

"Well! We all the scezerians came in the world not by natural way, therefore, we all are bad guy's!"

"هاڻ جيڪي ہار سيزر سان پيدا ٿيا آهن سي سڀ بي شرم بي حيا ٿيندا؟.... مُئيءَ جو عقل تہ ڏسو... ۽ ها..... هاڻ سموڪنگ جي ادا بہ ڪا وٺڻ جهڙي آهي؟ مون کي تہ خبر آٿَو سگريٽ جي دُونهين ۾ ڏپ سان بہ اوڪارا ايندا آهن. ڏٺو آٿَوَس نہ: ڪنهن هوٽل ۾ پيانو تي وڃائي تہ ڇا ٿي پيو هوٽل ۾ ڪم ڪرڻ جو مطلب اهو تہ ڪونهي تہ ماڻهو بد۔اخلاق ٿي وڃي؟ هر وقت جيل لڳل بگڙيل وار Skin tight جينز پيرن ۾ لوفرز ڇوڪري تہ لڳي ئي ڪانہ ٿي، ڏائڻ ٿي لڳي. ہئي لڳي ٿو هڪجهڙا آهن. جهڙا روح تهڙا ختما!" رُوميسا مُسلسل ڳالهائيندي رهي ۽ عماد مُسڪرائيندو رهيو.

"مون کي تہ مُئو بُش بہ ڪدڙو ٿو لڳي...! احساسِ ڪمتريءَ جو ماريل پيو ٿو ماڻهو مارائي..." روميسا چيو.

"اتي بش جو ذڪر پلا ڪيئن آيو؟"

"Definitely..... توهان کي خبر آهي تہ ناڪام بزنيس مين بش جو ايجوڪيشنل ڪيريئر بہ بلڪل اُنس جهڙو آهي! رُوميسا چيو تہ عماد کلڻ لڳو.

"بُش کي هارورڊ بزنيس اسڪول ۽ ييل يونيورسٽيءَ ۾ سڀ قاعدا ۽ قانون ختم ڪري سينيئر بش جي سفارش تي داخل ڪيو ويو هو!" روميسا ٻڌايو.

"I know his biography هن کي اڪثر ڪلاسن مان Promote صرف ان ڪري ڪيو ويو جو سندس پيءُ لامحدود پئسي وارو ۽ ايليٽ ڪلاس جو ماڻهو هئو. هن کي ٽي دفعا تہ رڳو شراب پي ڊرائيونگ ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ گرفتار ڪيو ويو... اهڙو ماڻهو اميريڪا جي قانون موجب صدر نٿو ٿي سگهي. ۽ هن کان جڏهن ڪنهن صحافيءَ پاڪستان جي صدر جو نالو پڇيو تہ هو ہہ..... ہہ... ہہ ڪندو رهجي ويو!" عماد ٻڌايو.

"۽ توهان کي... خبر آهي تہ جڏهن بُش کان ڪنهن پڇيو تہ: تون پنهنجي ٻاروتڻ ۾ پڙهيل پسنديده ڪتاب بابت ٻڌائيندين؟ تہ هن چيو: 'The very hungry-caterpiller!' بدقسمتيءَ سان اهو ڪتاب هن جي گريجويشن ڪري نڪرڻ کان بہ پوءِ ڇپيو هو!" ہئي کلڻ لڳا.

"توهان ٺا چئو تہ اوهين عورتون، نہ رڳو عورتن بلڪہ ڪدڙن جون بہ دشمن آهيو..." رُوميسا ٻيهر ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳي.

"هاڻ گيز ممي ڊيڊي ۾ ڪدڙن جهڙا مرد ڪنهن کي وڻندا؟" رُوميسا مسڪرائيندي چيو.

"صحيح ٺا چئو... عورت جو شان ان جي عورت پڻي ۾ آهي ۽ مرد جو شان ان جي مرد ٺي هلڻ واري انداز ۽ طريقي ۾ پر I don't know why I am so kind hearted with Uns!.... لڳي ٿو منهنجي لاشعور جي ڪنهن ڪُنڊ پاسي ۾ اُنس لاءِ ڪنهن لڪل همدريءَ جو زبردست جذبو موجود آهي؟ Any way دراصل اهڙن ماڻهن ۾ قدرتي طرح ڪجهہ 'هارمونز' Dis-ballence هجن ٺا. اُنس هر عمر جي ماڻهوءَ، مرد، عورت، ڇوڪري ۽ ٻار جو دوست ٺيڻ ۾ دير نٺو ڪري، مون ٻڌو آهي، يونيورسٽيءَ ۾ بہ هن جي جيترين ڇوڪرين سان گهري دوستي آهي اوتري ڪنهن جي بہ ناهي...! باقي 'مونا' تہ لڳي ٿو ڪنهن الڳ Stuff جي ٺهيل آهي..."

"اُنس اڪثر مونا لاءِ چوندو رهندو آهي: يار! آءِ لوَ آل دي گرلز ان ماءِ يونيورسٽي، بٺ مُونا از اين اڌر ٺنگہ... مونا جي باڊي ڪيمسٽري ۽ باڊي لينگويج مون سان ميچ ڪائي ٺي! You know; She is pary animal, she is my darling! اڪثر ميڪ اپ ڪرڻ پسند نہ ڪندي آهي. نہ وري فيشن وڻيس. ڏاڍي سادي آهي. بلڪل very simple .... !Like village girls

She is course girl, هن مون سان گڏ ڪراٺي جا ڪلاسز Attend ڪيا آهن.

هن هڪ ڀيري مونا جي انهن لفظن ۾ تعريف ڪئي هئي!



## [15]

# او..... سجنان برکا بهار آئي

ٻپهريءَ جو ٻئي، مونا ۽ اُنس اپارٽمينٽ ۾ شفٽ ٿيا.

شام جو هُو ٻئي اُٿي وهنتا، ۽ ٻاهر نڪرڻ لاءِ تيار ٿيڻ لڳا. هنن کي 'مارشا' جي لاءِ ڪنهن ڊپارٽمينٽل اسٽور تان Meals وٺڻيون هيون ۽ پوءِ ڪنهن هنڌ تي ڊنر ڪرڻي هئي... اڄ هو Mic-Arabia, Twister ۽ فينٽسي ڪائڻ لاءِ سوچي رهيا هئا يا وري فينٽسيءَ بجاءِ ڊاڪٽر واٽسن جي هيزل نٽ يا بليڪ ڪرنٽ آئيس ڪريم!

اُنس وهنجي ٻاهر نڪتو ۽ ٽوال سان مٿو اگهي هُن بوسڪيءَ جا ڪپڙا گهري بليڪ رنگ جي ويسٽ ڪوٽ بليڪ جوراب 'Studio Empoli' جو اٽالين بوٽ پاتو ۽ وارن ۾ برش ڏيڻ لڳو تہ مونا هٿ هٽي هُن جا وار ڦٽائي ڇڏيا. پوءِ برش کڻي هن جي وارن جي هڪ اسٽائيل ٺاهي.

"يار اڳتي وارن جي هيءَ اسٽائيل ٺاهيندو ڪر! تنهنجي پرسنلٽيءَ تي سُوٽ ٿي ڪري" آرسيءَ اڳيان بيهي هنن هڪٻئي کي ڪِس ڪيو. پوءِ ٿهڪ ڏنا ۽ ان بعد هڪ ٻئي کي پرفيوم Puffs هنيا. اُنس هڪ لپ_اسٽڪ کڻي مونا کي هنئين ۾ لپ_لائينر بہ هنيو. ان بعد هُو جهونگارڻ لڳا....

او سجنا برکا بهار آئي،
رَس ڪي ڦوهار لائي

اکيون مين پيار لائي او.... سجنا،
تم ڪو پڪاري ميري مَن ڪا پپيهارا
ميٺي ميٺي اگني مين جلي مورا جيارا،
او...، سجنان، برکا بهار آئي.

هو ٻئي تيار ٿي ٻاهرنڪتا تہ 'مارشا' بہ هنن جي پويان پويان هلندي اچي گاڏيءَ جي پوئين دروازي ڪان ٽپ ڏيئي چڙهي، هنن گاڏي اسٽارٽ ڪئي ۽ پهرين سمنڊ طرف وڃڻ لڳا.



[16]

# رات، پاچولا ۽ ڏوڏيءَ جو گُل

شهر جي مٿان شام پاچولا ٿي لٿي هئي. ان وقت ٿي ويءَ ٿي رات جي نوين بجي واريون خبرون هلي رهيون هيون، جڏهن C&W جي وزير نوشيروان آغا جي باٿ آءِ لينڊ واري بنگلي ۾ هو چارئي دوست گڏيا هئا. ڊرائنگ روم جون ڀتيون ۽ فارسلينگ اوڪ جي ڪاٺيءَ جا ٺهيل هئا. هر ڪمري ۾ ۽ چاڙهين پرسان اوڪ جا پينلز لڳل هئا ۽ فرش تي شاهي ٽائلز.

عماد سان پنهنجي دوست زارا، جيڪا گهٽ ۾ گهٽ ڪانئس پندرهن سال ننڍي هئي، گڏ هئي. بئريسٽر ثقلين جنهن DMG گروپ جي نوڪري ڇڏي ايڊوڪيسي شروع ڪئي هئي، سو سندس دوست ۽ سيڪريٽري 'رومانا' سان گڏ هئو. رٽائرڊ انجنيئر جمال جنهن وٽ شهر جون اوور هيڊ پُليون ۽ ٻيا ميگا پراجيڪٽس نيڪن تي هئا. تنهن سان سندس پراڻي دوست 'سارا' گڏ هئي، جنهن کي هو 'سارا فرگوسن' جي نالي سان سڏيندو هو ۽ C&W جو وزير شهر جي مشهور عورت 'نيلما' سان گڏ هئو. 'نيلما' هر ويڪ اينڊ تي دُبئي ويندي هئي ۽ اتان سومر تي واپس موٽندي هئي، جنهن ڪري هن جي دولت ۾ روز بروز اضافو ٿي رهيو هئو. هفتي جا باقي ڏينهن هوءَ ٽي. ويءَ جي ڪنهن مشهور سيريل لاءِ ريهرسل ڪندي رهندي هئي. نيلما پنهنجي سونهن برقرار رکڻ لاءِ تازن ميون، کير ۽ سڄو ڏينهن گهڻي پاڻيءَ جو استعمال ڪندي هئي.

منسٽر جي بنگلي جي سمورن ڪمرن ۾ شينڊليئرس ٻري رهيا هئا ۽ ڪاريگر بورچين جو هڪڙو گروپ شاهي ڪچن ۾ Hawaean Steaks، چرغا، ڇيلن جون ميري نيڊ ٽيل رانون ۽ ڏنڀا، زيتون جي تيل ۾ سيڪي رهيا هئا.

نوشيروان آغا جي شاهي ڊرائنگ، ڊائننگ ۾ ان وقت ڏهه ٻارنهن مرد ۽ ساڻن خوبصورت عورتون، گلاس ۽ شيشا موجود هئا. سڀ ويهي پِي رهيا هئا. سواءِ نيلما جي ۽ سامهون T.V تي خبرون هلي رهيون هيون.

سڀ ڇوڪريون ۽ عورتون بيوٽي پارلرز مان باقاعدي وارن جي سيٽنگ، فيشل، ميني ڪيور پيڊي ڪيور ڪرائيندڙ سندن ٽنگون ٻانهون ويڪسين ڪيل، ڇهرا بليچ ڪيل ۽ آءِ بروز تراشيل هئا. سموريون پنهنجن وارن جي مختلف Styles ۽ بهترين سُوٽس ۾ ٻهڪيون پئي.

سمورا ڄڻا ٽي ويءَ تي ايندڙ خبرون غور سان ٻڌي رهيا هئا:

پشاور ۾ ڪار بم ڦاٽو هئو. 15 ماڻهو مري ويا هئا ۽ 25 زخمي ٿيا هئا. واقعي جي ذميواري 'تحريڪِ طالبان پاڪستان قبول ڪئي هُئي'.

'پاڪستان، سعودي عرب کي ريڪئيسٽ ڪئي هئي تہ اهو مُلڪ کي ساليانو هڪ لک بيرل تيل قرض تي ڏئي، جنهن لاءِ سعودي عرب Sorry ڪري ڇڏي هئي!'

'اُتر وزيرستان ۾ ڊرونس ٿي رهيا هئا'، 'بيت الله محسود جا طالبان مسلسل سوات ۾ ٻارن جا اسڪول تباهہ ڪري رهيا هئا.'

"اميريڪا هاڻ پاڪستان جي پويان اچي پيو آهي!" نوشيروان آغا، ڍُڪ ڀري گلاس رکيو ۽ سيني ڏانهن نهاريندي تبصرو ڪيو.

"يار! رڳو اميريڪا ٿوروئي، سعودي عرب، ايران، انڊيا ۽ اسرائيل تائين سمورا پنهنجن مقصدن لاءِ سڀ ڪجهہ ڪري رهيا آهن ايران پاڪستان ۾ 'شيعہ ازم' ڦهلائڻ لاءِ، سعودي عرب، پاڪستان ۾ 'وهابيت' ڦهلائڻ لاءِ، انڊيا، پاڪستان ۾ Un-rest پيدا ڪرڻ لاءِ، پر ان سڀ ڪجهہ ۾ جيڪو ڏاڙهيءَ وارو جوان استعمال ٿي رهيو آهي، سو افغاني آهي!" عماد چيو.

"لڳي ٿو اوڏر تي تيل ڏيڻ لاءِ سعودين کي اميريڪا روڪي ڇڏيو آهي." بئريسٽر ثقلين چيو.

"ائين چو نٿا چئو تہ بش اينڊ ڪمپني، پاڪستان پويان پئجي ويئي آهي؟" انجنيئر جمال ڳالهايو.

"يار بارڊر چو نٿو بند ڪيو وڃي؟ ايساف ۽ ناٽو جي فوجي رسد پهچائڻ جي بهاني هتان اٽو گوشت، ڪريم، بيضا، کير، بريڊ سان گڏ لکين لٽر پيٽرول ۽ سيمنٽ بہ ڍويو پيو وڃي ۽ اسان وٽ مهانگائيءَ جي باھ ٻري پئي آهي. عام ماڻهوءَ کي سُڪل ماني بہ نٿي ملي." بئريسٽر ثقلين ڳالهايو.

"نيٽو فورسز بيدا ۽ ڪريم ٿا کائين، ٻئي شيون اسان وٽان وڃن ٿيون ۽ اسان وٽ مهانگيون ۽ اڻ_لڀ ٿي ويون آهن." عماد ٻڌايو.

"مون تہ ٻڌو آهي تہ چمن، نوشڪي، طورخم ۽ ٻين افغان بارڊرس وٽان جتان بہ سمگلنگ ٿي سگهي ٿي، اٽو سمگل ٿي رهيو آهي ۽ پاڪستاني اٽو اتي ساڙيو پيو وڃي!" نوشيروان آغا ٻڌايو.

"Are you know that, this is a part game of new world order?"

"مون تہ ڪابينا جي گڏجاڻيءَ ۾ چيف منسٽر کي چيو هو... تہ سنڌ مان ڪڻڪ ٻاهر ڪيڻ تي پابندي هٽي ڇڏي!" نوشيروان آغا چيو.

"لالا! پاڪستان G-7 جي ملڪن جو بہ چڻ ڏوھ ڪيو هجي، سڀ پاڪستان کي امن جي حالت ۾ ڏسڻ نٿا چاهين!" عماد راءِ ڏني.

سڀ جڻيون هلڪي آواز ۾ ڳالهائي ۽ مُسڪرائي رهيون هُيون. رات دير تائين هُو سڀ جڻا کائيندا پيئندا ۽ تبصرا ڪندا رهيا.

*

جڏهن سمورا پنهنجن پنهنجن ڪمرن ۾ الڳ هئا تہ عماد ۽ زارا جو بحث ڇڙي پيو هو:

"يار عماد! You know مان هاڻ اهڙي صورتحال ۾ ڦڪ ٿي پئي آهيان، For God sake! هاڻ مان توسان شادي ڪرڻ ٿي چاهيان... يا مون سان شادي ڪر، يا مون کي ڇڏي ڏي!" زارا نشي ۾ دل جي ڳالھ چئي رهي هئي.

"تنهنجو مطلب آهي تہ رُوميسا جي هوندي؟" عماد هن ڏانهن نهاريندي پڇيو.

"Definitely، ڇو مرد چار چار شاديون نہ ڪندا آهن ڇا؟ جي تو ڀَہ ڪيون تہ ڪهڙو آسمان ڪرندو؟" زارا دليل ڏنو.
"زارا! اهو تہ ٺيڪ آهي پر تنهنجا مائٽ راضي نہ ٿيندا" عماد چيو.
"مان توسان ڪيڏانهن بہ هلي سگهان ٿي!" زارا جون اکيون فرش ۾ کُتل هيون.
"مون کي اهڙو هلڻ پسند ڪونهي." عماد ڳالهايو.
"تہ پوءِ روميسا کي مار....! گولي هٽي مار.... يا مون کي گولي هٽي ڇڏ!" زارا نشي ۾ دل جي ڳالهہ ڇئي ويئي.
"Zara, Jan, are you ok!" عماد هن کي پاڪر پائيندي چيو.
"روميسا کي گولي هٽان؟.... ان کي فائر ڪري ماريان، جيڪا منهنجن ننڍين ٻارڙن جي ماءُ آهي؟ ۽ ان سڀ ڪجهہ ۾ هن اشراف عورت ۽ منهنجن ٻارن جو ڪوبہ ڏوهہ ڪونهي! ان سڀ ڪجهہ لاءِ مان جوابدار آهيان نہ ڪِ روميسا، زارا...... خبر اٿئي ٻار ٿيڻ ڪان پوءِ عورت جون پاڙون ان جي مُڙس جي دل ۾ ميخن جيان پيوست ٿي ويندڀون آهن. ۽ توکي.... گولي هٽي ماريان؟ ڇا پئي چوين؟ "Are it is logical What are you talking about yar?
عماد هن کان سوال ڪيو.
"You know jan,! Love is blind?!" زارا چيو. ۽ ٻئي طرف نهارڻ لڳي.
"تہ پوءِ زهر ڏينس! سلو پوائيزن.... ضروري آهي.... نہ تہ مان ڪڏهن پاڻ کي ماريندس.... !I will commit Sucide" زارا ٻيهر چيو. هن جي آواز ۾ تسلسل نہ هئو.
"۽ جي ڪجهہ بہ نٿو ڪري سگهين تہ.... پوءِ مون کي ڇڏي ڏي! Don't play with me." مان رت، گوشت پوست جي انسان آهيان..... ڪو رانديڪو تہ ناهيان!" هوءَ مسلسل فرش ۾ گهُوري رهي هئي.
عماد کي خيال آيو:
'تنڪا هو تو توڙ دون، موسي پريت نہ توڙي جائي!'
ماٺهو ان وقت ڪيترو نہ بدصورت ٿو لڳي، جڏهن اهو پنهنجي روح تان ڪپڙا لاهي اگهاڙو ۽ بي لباس ٿي ٿو بيهي رهي!؟ ۽ محبت جو ناتو ڪو سُٽ جو ڌاڳو تہ آهي ڪونہ جو توڙي ڇڏجي.

"توکي تہ مان مري ئي ڇڏي سگھان ٿو." عماد چيو تہ، زارا هن کي ڀڪرين ڇاتيءَ تي ڏک هڻڻ لڳي ۽ بعد ۾ هن جي ڇاتيءَ ۾ ڪنڌ لڪائي روئڻ لڳي. عماد هن کي ڀاڪر پاتو. ان ئي دم 'زارا' عماد کي ڪِس ڪيو ۽ پوءِ بيڊ تي ڪِري سُڏڪڻ لڳي.

"..... مان ڇا ڪريان؟ !Tell me Ammad مان ڪيڏانهن وڃان؟....
عماد مان تنهنجي بغير گذاري نٿي سگھان... مان هاڻ تنهنجي بغير..... نٿي گھاري سگھان..... مان تنهنجي بغير ڪيئن گذاريندس؟ مان تنهنجي بغير مري ويندس عماد... اڙي توکان سواءِ.. منهنجو دنيا ۾ ڪير بہ ڪونهي... 'ٻڌءِ' مان مري ويندي سانءِ.....!" هوءَ روئي رهي هئي.

"Without you I will commit suicide,...... you know.... without you... the only solution of all problems".

"۽ اهو منهنجو آخري فيصلو هوندو." زارا چيو پر عماد ان جملي تي ڪو بہ ڌيان نہ ڏنو.

هن بيڊ تان اٿي. ٽشو پيپر سان پنهنجيون ڳوڙهن ڀريل اکيون اگھيون ۽ واش روم ڏانهن هلي وئي. ڪجھہ دير بعد ٻاهر آئي تہ هن جو نڪ اجان ڳاڙهو هئو. هوءَ بوتل کڻي گلاس ڀرڻ لڳي تہ عماد هن کي وڌيڪ پيئڻ کان روڪيو. هن کي ٻانهن کان وٺي اٿاريائين ۽ ڪِس ڪيائين:

"Now let your hair down."

عماد واش روم ۾ ويو تہ خارن ۾ زارا ڀريل پئگ پي ڇڏيو ۽ بيو ٿاهي وري پيتو. گاڏيءَ تائين وڃڻ ۾ زارا جا پير ٿڙي رَهيا هئا.

گاڏيءَ ۾ ويهڻ کان پوءِ عماد هن کان پڇيو:

"گھر ۾ ڇا ٻڌائي آيا هُيَئو؟"

"تبُو جي گھر Birthday Party ...... دير ٿي ويندي" زارا ونڊاسڪرڻ ۾ نهاريندي ٿتل جملو ڳالهايو. هوءَ هاڻ نشي ۾ ڪاوڙ ۾ هئي.

"بوٽ بيسن تان Citrus juice پي پوءِ گھر هلنداسون It will relax you!" عماد چيو ۽ گاڏي اسٽارٽ ڪئي تہ چوڪيدار اچي گيٽ کوليو ۽ هن کي سلام ڪيو. عماد پنهنجو ويلٽ ڪڍيو ۽ ان مان ڪجھہ نوٽ ڪڍي چوڪيدار جي هٿ تي رکيا.

گاڏي ٻاهر نڪري شهر جي رستن تي هلڻ لڳي. رات وڏيڪ ڪاري هئي، اُن ڪري تارا گهڻا روشن هئا. رستا مڙندا هو بوٽ ٻيسن ڏانهن وڃڻ لڳا.

جوس جو گلاس وٺي ’زارا‘ پيئڻ بجاءِ هاري ڇڏيو. ڳالهائيندي هن جي زبان ٿڙي رهي هُئي. اپارٽمينٽ پهچڻ بعد ’زارا‘ گاڏيءَ مان لهي نہ سگهي. ڪافي ڪوشش بعد بہ هوءَ نشي جي حالت ۾ اتي ويٺي اول فول ڳالهائيندي رهي. ان وقت رات جا اڍائي ٿيا هئا. نيٺ عماد هن کي ڪلهي تي کنيو ۽ لفٽ ۾ چڙهي زارا جي اپارٽمينٽ پهتو. هن جي ماءُ جيئن ئي دروازو کوليو تہ هن زارا کي وڃي بيڊ تي سمهاريو.

• "اٿي مان مُنيس!" زارا جي ماءُ جي وات مان حيرانگيءَ مان لفظ نڪتا.

"امي..... هينئر ڪجھ بہ نہ ڇئجوس، ڪاوڙ ۾ آهي!" عماد چيو ۽ هَليو ويو.



## [17]
## Sex & the City

اهو منجهند جو وقت هيو. آسمان صاف هئو اج ڪجهہ سردي گهٽ هئي، ڪافي وقت اپارٽمينٽ تي رهڻ بعد 'اُنس ۽ مونا' 'مارشا' کي وٺي هيٺ لٿا. هنن ٻنهي جون اکيون ڳاڙهيون هيون. ٻنهي گهٽي دير تائين BPH* پيتو هئو. ٻنهي کي ليدر جيڪيٽس ۽ جينس پيل هيون. انس کي جيڪا شرٽ پيل هئي ان تي لکيل هئو:

'Not Student, But from Bottom!' مونا جي جينس سٽر وٽان ٽوري ڦاٽل هئي، جنهن مان هن جي تنگ جو Complexion ليئا پائي رهيو هو.

هيٺ ڪافي گوڙ لڳو پيو هو. پڇڻ تي خبر پئي تہ اپارٽمينٽ ڪامپليڪس جي پويان گند جي ڍير تي چوڪرن کي ڪنهن ٻار جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. ويجهو وڃڻ تي معلوم ٿيو تہ ڪو تازو ڄاول ٻار گند جي ڍير تي اڇلايو ويو هو.

ڪافي گوڙ ۽ بحث کان پوءِ يونين وارن اهو ٻار هڪ سماجي اداري کي ڏيڻ جو فيصلو ڪيو. جنهن لاءِ چوڪيدار صاحب خان جو چوڻ هو تہ اهو ٻار شريف پائي جي وچٽ ڏيءَ 'مصباح' جو هو.

---

* BHP: بليڪ پوائيزن هارڊ، (ميري جوانا)

مارشا کي ڏسي معمول جيان هيٺ راند رهندڙ ٻار ٻہ گوڙ ڪندا هنن ڀويان لڳا. هڪڙي ٻار هڪڙو اڌ ڪاڌل صوف اڇلايو تہ 'مارشا' ڊوڙي ان ڏانهن ڀڳي ۽ ان کي سُنگهي وري واپس آئي. هڪ ٻار هن کي پيسٽري اڇلائي ڏني پر هن اها بہ نہ کاڌي.

گاڏيءَ تائين ٻار هنن ٽنهي جي پويان لڳا رهيا. هڪڙي ٻار دروازو کوليو تہ 'مارشا' ٽپ ڏيئي پوئين سيٽ تي ويهي رهي. انس گاڏي ٻاهر ڪڍڻ کان پوءِ موڙي ان جو رُخ ڪلفٽن ڏانهن ڪري ڇڏيو. مونا اڳئين سيٽ تي ويٺي هئي ۽ پوئين سيٽ تان 'مارشا' هنن ٻنهي ڏانهن زبان ڪڍي نهاري رهي هئي.

جنوريءَ جي سج جي تِکي برف جي چاپوڙي جيان ٿڌي هئي. يا وري اڪثر وقت ڪڪرن ۾ غائب ٿي ٿي ويئي. آسمان ڪافي جهڙالو هئو. سمنڊ جي ڪناري پرسان هنن گاڏي بيهارِي. ڪافي ماڻهو سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ ترڪي رهيا هئا ٿڌي پاڻيءَ جي ڪري ڪي ڏڪي بہ رهيا هئا. نيٺ انس ڳالهايو.

"سياڻ مون پوپي کي Date ڏني آهي. هو مون وٽ ايندو..." اُنس جي اها ڳالهہ مونا کي بلڪل نہ وڻي.

"Yar, how trendy he is...!" انس جي اکين ۾ چمڪ هئي.

"تورو چهرو هن طرف ڪريو... توهان جي اک جي هيٺان ڪجهہ لڳل آهي." مونا، انس کي چيو تہ انس گاڏي پاسي تي ڪري بيهاري ۽ مونا ڏانهن ڏسڻ لڳو. مونا هن جي اک جي هيٺان آڱر سان ڪو نشان لاٿو.

"تون جڏهن بہ پوپيءَ سان بيڊ روم ۾ هوندو آهين تہ مون کي لڳندو آهي تہ مان ڪو بيڪار وجود آهيان. مان توسان واهيات وائيف گذاري رهي آهيان ۽ توکي متهنجو ڪوبہ خيال ڪونهي. انس You know مان پنهنجو پيٽ قوت حاصل ڪرڻ لاءِ بہ هڪڙي واهيات نوڪري پئي ڪريان... يار هوٽل ۾ شامن کان راتين تائين پيانو وڄائڻ جو ذليل ڪم ۽ سو بہ هن شهر ۾ جتي روزانو ويهہ ماڻهو فائرنگ ڪري ماريا وڃن ٿا! روئر وڄائيندڙ ايمبولينسز جي وڇان وڇان گذري وڃڻو ٿو پوي ۽ اهو سڀ ڪجهہ ڪرڻو ٿو

پوي!... مان سوچيان ٿي اها نوڪري ڇڏي ڏيان ۽ ٻئي پاسي مان توکي سيريس نٿي ڏسان. You know it is very hard to ignore....."

"جڏهن ٻه مان پوپي سان گڏ هوندو آهيان تہ مون کي لڳندو آهي تہ مان ڪنهن خاص ڪيفيت ۾ آهيان. تون تہ سمجهين ٿي، مان Gayآهيان ۽ تون ٻہ Tom boy تہ پوءِ اعتراض ڪهڙو؟ شهاب، پوپي کان پهرين عربين گي 'اهب' منهنجو دوست هئو ان کان پهرين مان'ڪُڪو' جو دوست هئس. ان کان پهرين 'بنو' جو دوست ۽ ان کان پهرين 'شان' ۽ 'ماني' were my favorites ۽ ....... ۽ ...... گهٽ ۾ گهٽ ٽيهن ڄڻن سان منهنجي Attachment رهي آهي..." اُنس ڳالهائڻ بند ڪيو ۽ گادي هڪ ٻڙ جي شاهي وَڻ هيٺان بيهاري ڇڏي

"Please Cigarette!" انس، مونا کي چيو.

"پر اڳ تہ تو اهڙي شڪايت نہ ڪئي آهي، you know, we have commitment!

مونا سندس ليدر پرس مان سگريٽ ۽ لائيٽر ڪڍي ڏکائي اُنس کي ڏنو ۽ هن ڏانهن نهاريندي ڳالهايو:

"۽ ان کان پهرين......؟" مونا سوال ڪيو.

اُنس سگريٽ جو ڪش هنيو ۽ مسڪرايو.

"۽... ۽ ان کان پهرين.... تون ٻہ سئو ماڻهن ۽ ڇوڪرن سان راڙا هٽي ڇُڪو هوندين..... A person like Randi بازارو عورت ,Now finish it"

مونا ٿڪ ڏيندي پاڻ ٻہ سگريٽ دکايو ۽ پنهنجي سوال جو پاڻ ئي جواب ڏنو:

"Now you should close this chapter yar !.... It is too much....

منهنجو خيال آهي تہ هاڻ بس ڪر.... هاڻ تہ تنهنجو يار، you know, your master, the big icon of the fasion world, Ali karmani has also been eliminated by last month!"

"Sorry! his assassination was a filthy act of durty gandoo's, you know!"

اُنس سگريٽ جو ڪش هنيو ۽ ڳالهہ جاري رکي.

"يارا شهاب. پوپيءَ لاءِ تہ مان ڪجهہ بہ برداشت نٿو ڪري سگهان!..
You know هو منهنجي دوستيءَ جي ڪري ڪاليج آف فائين آرٽس جي
آخري سال مان بہ ڇڏي آيو آهي. He is fasionable, trendy & very hot
guy... he is good chef also!... he can do each and every thing: what I
need in my life ever! هو منهنجيءَ هر سالگرهہ تي بلڪ هر Occasion
تي..... توکي خبر آهي تہ پنهنجن هٿن سان پائين ايپل فريش ڪريم ڪيڪ،
چاڪليٽ، اسٽرابيري! and so on, so on, so on..... چڪن فرائيڊ رائيس،
چڪن شاشلڪ، ملائي، بُوٽي، چڪن قيصري ناهي منهنجي ڊائننگ ٽيبل
تي سجائي ڇڏيندو آهي. like that.... he is a good artist and intellectual
person yar.! پر هڪڙي انسان جيان هن ۾ جيڪي Short comings آهن، تن
جي توکي سچي خبر آهي.

We both have series of short comings! The only trouble in his personality & behavior is; he is a patient of Bi-polar-Disorder *. you know!...? any way very honestly, because of his many; many; many; pure and nice things. I can't leave him at any cost!"

مونا اهو مسلسل ٻڌي رهي هئي تہ اُنس ڪيئن نہ 'شهاب ثاقب' جي
ساراهہ جا ڍُڪ پري رهيو هئو.

"مان سمجهان ٿي تہ تنهنجو Reckless behavior بہ ان طرف وڃي ٿو:
You have also the same syndrome like that!"

مونا هن تي چوٽ ڪئي ۽ لائيٽر زور سان ڪارجي ڊيش بورڊ تي
هنيو جيڪو اتان ٽڙي انس جي ڪڪ ۾ وڃي لڳو.

"ڪڀي ڪڀي مجهي لگتا هي ميري اور تمهاري دوستي صرف ميري
جوانا ڪي وجہ سي هي! اور ڪڀي ڪڀي مجهي لگتا هي ڪہ شهاب مجهي
Kiss ڪرڪي ملتا هي تو تم جلتي هو! But مين اسي نهين ڇوڙ سڪتا! وهہ

---

* Bi polar disorder: هڪ قسم جي نفسياتي بيماري جنهن ۾ ماڻهو ڪڏهن ننڍ گهٽي ڪندو آهي تہ ڪڏهن جاڳندو رهندو آهي. ڪڏهن غمگين ٿي ويندو آهي تہ ڪڏهن روئڻ يا کلڻ لڳندو آهي.

صرف ميرا دوست ٿوڙا هِي هي. وهہ تو ميري مما ڪي طرح هي!" اهو سڀ ڪجهہ ٻڌي مونا جو اندر سڙي رهيو هئو. Yes, he is like my mom you know! ۽ ڪڏهن ڪڏهن مون کي محسوس ٿيندو آهي هو منهنجي پيءُ وانگيان آهي. يار! وهہ ميرا سب ڪڇ هئي. After all he is my love!"
اُنس سگريٽ جو آخري ڪش هنيو ۽ فلٽر ٻاهر اُڇلايو. روڊ تان گاڏيون ۽ ماڻهو اچي وڃي رهيا هئا.

"اسان جي اپارٽمينٽ ڪامپليڪس ۾ ڪيترا مرد آهن؟.... ڪيترا مرد آهن اسان جي ڪامپليڪس ۾؟ You know مون کي تہ سڀ ڪدڙا ٿا لڳن! مڇون رکائي هلڻ سان ڪوبہ ماڻهو مرد تہ نٿو ٿي وڃي؟.... هو ڏس! ڊاڪٽر جليل ويچارو پنهنجن مسئلن ۾ پورو ڏارون پي رات جو دير سان گهر موٽندو آهي ۽ پوءِ سندس ۽ سندس زال وڙهندا رهندا آهن تہ هن جي زال ڪريلا ڇو رڌيا آهن.

"18 نمبر ۾ بہ پٺاڻ يائر جيڪي گنجا ٿي ويا آهن ۽ پوڙها پيا ٿين پر شاديون نٿا ڪن. لڳي ٿو ٻئي هڪ ٻئي کي گسائڻ ۾ پُورا آهن. سندن ماءُ چوي ٿي: 'منهنجا پٽ ويچارا اڃا ننڍا آهن' ۽ هو ويچارو سلمان سڄو ڏينهن بينڪ ۾ صبح جو سويل اٿي تيار ٿي ٿو نڪري، تہ وري رات جو ٿو موٽي. شڪاگو جي مزدورن جيان. اوندهہ ۾ وڃي اوندهہ ۾ اچي! ۽ هو عابد ڀائي بہ پنهنجي زال کي ستل ڇڏي صدر ۾ سندس بيڪريءَ ڏانهن ٿو نڪري ۽ پويان سندس زال آهي سان يار ڦاسائيندي وَتي. بس! سڄي بلاڪ ۾ جيڪڏهن ڪو مرد آهي تہ انجنيئر عماد حسنين آهي. خدا جو قسم هو هڪ ئي وقت گهٽ ۾ گهٽ چار سنگتياڻيون ڏاري ٿو ۽ هڪ زال....! جيڪا بہ هميشہ Pregnant ٿي رهي. ان کان سواءِ ڪڏهن ڪڏهن تہ مون سان ڪمپني ڪندي بہ نہ ڪيٻائيندو آهي." اُنس عماد لاءِ ڪوڙ ڳالهايو.

"مون کي خبر آهي تہ هُو تو جيان رنڍيءَ جهڙو آهي، جيڪا هر دَر تي ڌڪا کائي ٿي. هر پليٽ مان کائڻ لاءِ تيار آهي ۽ هر گلاس مان پيئڻ لاءِ تيار. پر هو ان سڀ ڪجهہ ڪرڻ کان پهرين ڪافي مهانگا ڪنڊومس استعمال ڪرڻ نٿو وساري ....You know اڄڪلهہ ڪافي مسئلا آهن! سيڪس انجواءِ

ڪرڻ جا... HIV پازيٽو.. وغيره وغيره!!" مونا ڳالهائي وئي، پر هڪدم ئي هن کي احساس ٿيو تہ هوءَ ضرورت کان وڌيڪ ڳالهائي ويئي هئي.

"Absolutely Right ....... پر توکي ڪيئن خبر پيئي تہ هو ڪافي مهانگا ڪنڊومس استعمال ڪندو آهي؟" اُنس مونا ڏانهن گهوريندي جرح ڪئي تہ مونا نروس ٿي ويئي.

"او هُوا.... او هُوا... هن اُنس جي چهري ۾ نهاريو پر ان سان اکيون ملائي نہ سگهي. هوءَ.... ڳالهائي بہ نہ سگهي ۽ منجهڻ لڳي تہ هن CD پليئر تي آگر رکي ڇڏي

چوري چوري چپڪي چپڪي،

پلڪون ڪي پيڇي سي ڇُپڪي،

ڪهہ گئين ساري بتيان، اکيان.... اکيان.

لتا ڳائي رهي هئي. ڪافي دير تائين هُو بيئي هڪٻئي سان اکيون ملائڻ کان ڪيٻائي رهيا هئا.

"يار! ڪٿي آئيس ڪريم نہ کائجي؟" مونا اُنس ڏانهن نهارڻ بنان ڳالهايو. پر هن جي لهجي ۾ اجان تائين جان نہ هئي. اُنس گاڏي اسٽارٽ ڪئي ۽ آئيس ڪريم پارلر ڏانهن وڃڻ لڳو.

اتي پهچڻ سان هن ڏٺو تہ هن جو پراڻو يار 'اهب' بہ ڪنهن ٻئي فلسطيني ڇوڪري سان اتي موجود هئو. اهب کي ڏسندي اُنس کيس مخاطب ٿيندي چيو: "Hellow, social batterfly" تہ اهب جي چپن تي مرڪ هلي آئي. هنن آئيس ڪريم کاڌي پوءِ اهب کي ساڻ وٺي آيا. واپسي ۾ اُنس 'مونا' کي سندس گهر واري علائقي ۾ ڊراپ ڪيو ۽ اهب ۽ انس گڏجي اپارٽمينٽ تي آيا.

ايندي ايندي رستي ۾ اُنس اهب جي نہ اچڻ جي شڪايت ڪئي ۽ بار بار هن جا ڳل پٽي رهيو هئو.



**[18]**

## ڇوڙو ميري ڪلائي، نا مارو ڪنڪروا!

شام گهري ٿي ويئي هئي، سارو شهر ماڻهن ۽ گاڏين جي هجوم سان رستن تي پاڻيءَ جيان وهي رهيو هئو. مونا اُنس جي اپارٽمينٽ ۾ Bolster کي ٽيڪ ڏيئي بليڪ پوائيزن هارڊ BPH جا ڪش هڻي رهي هئي. سڄو ڪمرو دونهاٽ سان ڀريل هئو. اُنس ان وقت پنهنجيءَ گٽار ڇيڙڻ ۾ مگن هئو.

"واهه!.... ڇا ته سُرور آهي BPH جو.... ماڻهوءَ کي خدا ياد اچيو وڃي....! ۽ بلڪ خدا ڇا ياد اچيو وڃي... خدا جي سموري مخلوق سان عشق ٿيو پوي!" مونا ڀڻڪيو.

ڪمري جي اوپر طرف واريءَ ڀت تي اُنس جو Full Length ۾ فوٽو لڳل هئو جنهن ۾ هن کي اڇي ڪلر جو ٿُو پيس، بليڪ ڪلر جو 'بو'، بليڪ ڪلر جي P-Cap پاتل هئي: پيرن ۾ اڇي رنگ جا جوراب ۽ ڪاري رنگ جو Oxfordean Style بوٽ پيل هئو. هن جي هڪڙي پير جي کُڙي مٿي هئي ۽ بوٽ جي ڇهنب فرش کي ڇُهي رهي هئي. P-Cap پائڻ سان هن جون ٻئي اکيون ۽ نڪ جو اڌ لڪي ٿي ويو جنهن ڪري هن جي ڇهري تي ٿورو شيڊ به هئو... هن جو چهرو Half Moon جيان نظر اچي رهيو هئو.

هُو مائيڪل جيڪسن جي 'Signature Dance' يا 'Moon walking' واري انداز ۾ بيٺو هئو. هن اهو فوٽو پنهنجي ٻاويهين سالگرهه واري ڏينهن پنهنجن دوستن سان ڊانس ڪندي ڪيرايو هئو. ان ڪان ٿورو پري هڪڙو

اسٽڪر چنبڙيل هئو جنهن تي سگريٽ جا ڪش هٽندڙ هڪڙي خوبصورت ڇوڪريءَ جو فوٽو هئو ۽ ان مٿان لکيل هئو:

تم جان هو ميري،
مين مدتون ڪي چرسي
اور وه گولڊ ليف سا لڙڪا.

اهو اسٽڪر مونا اتي هنيو هو. ’گولڊ ليف. گيهه جي ڍڪ جيان آهي!‘ مونا اڪثر چوندي هئي.

اڏ اونداهي ۾ دونهين سان ڀريل ڪمري جي فرش تي وال-ٽو وال ڪارپيٽ مٿان وچ ۾ ايراني رگ وڇايل هئو دروازن درين جا پردا ڊارڪ ٻليو ڪلر جا هئا. ڪمري جي ڇت کي واڱڻائي ڪلر لڳل هئو ۽ ڀتيون ڊارڪ ٻليو هيون. هڪ ڪنڊ ۾ ليمپ شيڊ ٻري رهيو هئو. جنهن ڪري Half Light ۾ هنن ٻنهي کي سنڌن موجودگيءَ جو احساس ٿي رهيو هئو.

اولهه واريءَ ڀت تي هڪ شاهي پوسٽر ۾ Terminator-2 جو هيرو (Arnold Schwarzenegger) آرنالڊشوارزنگر پنهنجي اليڪٽريڪل مڪينيڪل بلب جهڙي ٻرندڙ هڪ اک سان MM-1 لانچر کڻي فائرنگ ڪرڻ واري انداز ۾ بيٺو هئو. هن جي هڪ اک مان ۽ چهري تان رت ڳڙي رهيو هئو. اُنس گِتار ڪنيو ۽ جهونگارڻ لڳو:

Terminator-I is a half!
& I am the half ling!
Of my an other half-ling
Such may be present at any where,
May be in this world!
May be in the Universe,
May be, may be... may be!!!

مين آڌا هون،
بلاڪي گرميون مين
مين آڌا هي سُلگتا ٿا.

مين آڌي جسم سي جلتا هون
اب تڪ نامڪمل هون!
(شهزاد نير)

There is a male inside (Fe) male, Mr in every Mr's He in each She which prove that man can't live without (Wo) man.

هن وڏي سڏ چيو. ان بعد هن گٽار هيٺ رکي، سامهون ٽپائيءَ تي پيل وڊيو سي _ ڊي ۾ مائيڪل جيڪسن جي هڪ C.D وجهي پلي ڪيو.

You are not alone,
I am here with you!
Though you are far away,
I am here to stay.!

مائيڪل جيڪسن پنهنجي مخصوص انداز ۾ جهومي ۽ جهومائي رهيو هئو. اوچتو انس کي پنهنجيءَ اڪيلائيءَ جو شديد احساس ٿيڻ لڳو. هيترا دوست ۽ مونا جي موجود هوندي بہ هو جڻ پنهنجي ماءُ جيان اڪيلو هئو.

'دنيا ڪيڏي نہ اجنبي ۽ اڪيلي آهي؟ ۽ ماڻهو بہ ڪيترو نہ اڪيلو. ماڻهن جا انبوهہ بہ اڪيلائي جي اجگر کي ختم نہ ڪري سگهيا آهن!.... اُداسيءَ جا اڻ_وڻندڙ بوڙا ماڻهوءَ جي اندر جي ميدانن ۾ ٿي اپرن، اپڙن ٿا ۽ پوءِ وڏي وڻ ٿين ٿا! ڇا دنيا ۾ ڪوبہ ماڻهو ٻئي جي اُداسي ۽ اڪيلائي ختم ڪري سگهي ٿو؟ هن کي ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نٿي آيو... ماڻهو ماڻهوءَ جي اڪيلائي ختم تہ نٿو ڪري سگهي پر شايد وڌائي ٿو! هن کي خيال آيو.

You are not alone, I am here with you!

مائيڪل جيڪسن رڙي رهيو هئو.

هن محسوس ڪيو تہ هن جي من اندر ۾ سرگرم پُرڻ لڳو: هن اکيون بند ڪري سوچڻ شروع ڪيو تہ هن کي لڳو هن جي اندر گهوڙن جو ڪو ولر ڊوڙي رهيو هئو ۽ ڏوڙ ۾ لٽ جو ڪڪر ٻڌجي اڏامي رهيو هئو.

سا.......ري.......گا.........ما.......پا......ڌا......ني.........سا،
سا......ني.........ڌا.........پا.......ما......گا......ري.........سا.
ني...... سا ......گا.........ما.......پا......ڌا.......ني.........سا.
سا........ ني ...... ڌا........ پا........ما......گا.......ري.........سا.

البيلا سجن آيو ري، مورا ات من سکھ پايو ري،
چوڪ پرائو منگل گائو ات مُن سکھ پايو ري!'

هو ڪمري ۾ نچڻ لڳو. سرود ۾ سرگم جي اٿاھ ريلي ۾ هو لڙهڻ لڳو هو. ڪجھ دير بعد هن اکيون کوليون ۾ دريءَ جو پردو هٽايو. شام رات ۾ بدلجي وئي هئي!

'ماڻهوءَ ڇا ڇا نہ ڪيو آهي پنهنجي اڪيلائي ختم ڪرڻ لاءِ؟ ماڻهو پنهنجي اڪيلائي ختم ڪرڻ لاءِ دوستيون ڪيون، محبتون ڪيون، عشق ڪيا، محنت ڪئي دنيا کي آباد ڪيو، خوبصورت بنايو رنگ ۽ روشنيون پيدا ڪيون، ايجادون ڪيون، خواب اڻيا، خيال پيدا ڪيا، نظريا ڏاهيا، جتن ڪيا، جدوجهدون ڪيون، انقلاب آندا... پر انسان پنهنجي اڪيلائي ختم نہ ڪري سگهيو! بلڪِ ڌرتيءَ تي شُک نہ ماڻي سگهيو! ماڻهوءَ جي اندر جا اونهاڙ ۽ خالي ڏهٽيون پرجي نہ سگهيون! بلڪ ماڻهوءَ جي من ۾ تهائين وڏيڪ ريگستان ۽ صحرا ٺهندا ويا... Shit!...' اُنس جي ڇهري تي ٻيهر غم جو احساس هئو.

هن کي اڄ شدت سان محسوس ٿي رهيو هو تہ هُو پنهنجي گذاري ويل ماءُ جيان دنيا ۾ اڪيلو آهي. جنهن پنهنجي ويڳاڻائپ ختم ڪرڻ لاءِ ئي ڪلبس ۽ هوٽلز جي مصروف زندگي گذاري ۽ وقت کان پهرين ئي مري ويئي. هن کي ڪافي شدت سان سندس ماءُ ياد اچڻ لڳي، تہ هن جي اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيا... مونا مسلسل 'ميري جوانا' جا سگريٽ ڏاهي پي رهي هئي، چپ هئي ۽ مائيڪل جيڪسن رڙي رهي هو:

You are not alone,
I am here with you!

پر اُنس روئي رهيو هو ۽ هن کي ڪوبہ پرچائڻ وارو نہ هُئو!
مونا هن جي ان ڪيفيت کي ڏسي چيو:

This is you, who is feeling stroke of same situation alike; Bi-Poller-Dis-Order, come on yar, life is so beautifull!"

*

هن کي ڪجهہ دير لاءِ ننڊ اچي ويئي. رات گهري ٿي چڪي تہ هو ننڊ مان اٿيو وڊيو سي.ڊي بند ڪيائين ۽ گٽار کڻي وڄائڻ لڳو. هن کي الائجي اڄ ڇو محسوس ٿي رهيو هو تہ مونا هن جي ايترو ويجهو هوندي بہ تمام گهڻو دور هئي. سڄو ڪمرو هاڻ دونهين، گٽار جي غمگين ڌن جي پڙاڏي ۾ انس جي اڪيل اڏمن سان پريل هئو هُن کي 'مونا' جو وجود الائجي ڇو اضافي لڳي رهيو هئو. آهستي آهستي هن جي مونا تي ڪاوڙ وڌي رهي هئي، هن سوچيو مونا رڳو هن وٽ ميري جواني لاءِ ٿي اچي.

'Dirty Creature....!' انس سوچيو... ۽ هاڻ تہ روزانو مون سان وڙهندي ٿي رهي. هن گٽار کڻي ۾ بيهر ان کي ڇيڙڻ لڳو.

اوچتو مونا چيو: "اُنس، منهنجي دل ٿي چوي تہ پنهنجيون ٻئي ٽنگون ۽ ٻئي ٻانهون ڪٽي هن ڪمري جي ڇٺ تي ڪنبڻ ۾ ٽنگي ڇڏيان ۽ جڏهن انهن مان رت ڦڙو ڦڙو ٿي ٽمي تہ ڏسندي رهيان!... ڏسندي رهان! & this will be like a beautifull serealist painting!" اُنس گٽار وڄائڻ بند ڪيو ۽ ڳالهايو.

"ڇو...؟ خود ڪشيءَ ڪرڻ جو خيال اٿئي ڇا؟..... هونئن جيڪڏهن ماڻهو هن عمر ۾ خودڪشي ڪري تہ گهڻن مسئلن کان بچي پوندو!" Are you feeling hallucination? لڳي ٿو چرس گهڻو پي ويئي آهين." اُنس ساڙمان چيو.

"مثال طور؟ ماڻهو ڇا کان، ڇا کان بچي پوندو؟" مونا هن جي ڳالهہ نظرانداز ڪندي پڇيو.

"مثال طور ماڻهو لکڻ پڙهڻ کان، يونيورسٽيءَ ۾ اسٽيٽسٽڪس، ميٿاميٽڪس، CA, C++، جيوميٽري، ترگناميٽري Strength of the Materials ۽ سرويئنگ جهڙن خطرناڪ سبجيڪٽس پڙهڻ کان بچي ويندو. ان سان گڏ ماڻهو محنت ڪرڻ کان بہ بچي پوندو. ڪنهن هوٽل ۾ بيراگيري يا سرڪاري نوڪري ڪرڻ کان، ڪائي پي وڏيڪ گند ڪرڻ کان بہ بچي پوندو. شايد گهڻن گناهن کان بہ؟ آخر ڪهڙي ضرورت آهي جو دنيا ۾ اربين

ماڻھو رڳو ڪاڏو ڪائڻ ۾ ۽ واش رومس ۾ وڃڻ ۾ مگن آھن؟ What was the need of that useless & dirty practice.?" چوويھہ ئي ڪلاڪ اربين ڪربين مڻ ڪاڏو پيو ڪائجي ۽ پوءِ ھيئي ڏينھن اھو ساڳيو گونھہ جي صورت ۾ پيو خارج ٿئي....! Shit يار. ماڻھو دنيا ۾ رڳو ڊائننگ ٽيبل، بيڊ روم ۽ واش روم استعمال ڪرڻ آيو آھي ڇا؟ What this rubbish practice is going on...! ڇا تہ صورتحال آھي!" ھن ٻيھر ڳالھايو. "دنيا ڪيتري نہ عجيب آھي؟ ۽ ماڻھو ڪيترو نہ خسيس آھي! بڪ، ننڍ سيڪس ڊزائر–واش روم– ننڍيون ننڍيون خواھشون ۽ موت! That's all"

ڪجھہ دير لاءِ مونا اُنس جي چھري کي تڪيندي رھي ۽ پوءِ ڳالھايائين: "اھا ٻي ڳالھہ آھي تہ تون مون کي ڪائي Satisfaction نہ ڏئي سگھيو آھين....... I mean sexual پر ان ھوندي بہ مان ايترو جلدي تنھنجي جان ڇڏڻ واري ناھيان. You know..... مان اجڪلھہ پنھنجي پينٽنگس جي Solo-Exhibition ڪرائڻ جي تياريءَ ۾ آھيان ۽ شاعري... ھا مان پنھنجي Satires جو ڪتاب ڇپائڻ جي چڪر ۾ ھڪ پبلشر کي راضي ڪري چڪي آھيان...۽ جيئن ئي منھنجا اھي ھيئي ڪم ٿي ويا تہ پوءِ خود ڪشيءَ بابت سوچي سگھجي ٿو. ھا ھا ھا!..." مونا شاھي ٺھڪ ڏنا ۽ سگريٽ مان ڪش ھنيو پوءِ پرسان پيل وھاڻو کڻي، اُنس ڏانھن اڇلايو جيڪو ھن کي ڪونہ لڳو.

"مان چاھيان ٿي.... پنھنجا وار ڪٽائي گنجي ٿي وڃان.... ھائو گنجي، جيئن رستن ۽ گھٽين تان لنگھندڙ ماڻھو منھنجي جسم کي نظرن جا چَڪَ تہ نہ ھڻن!" مونا جواز پيش ڪيو.

مان Shorts ۾ گھمڻ ٿي چاھيان پر ...Please try to under stand me!" تاڙُو مَردن جي ڪري ائين نٿي ڪري سگھان!"

"سڄو شھر.... سڀ بازاريون.... جتان بہ لنگھہ سڀ ماڻھو ڪائي کپائڻ وارين نظرن سان ٿا جاچين ۽ گھورين! ڄڻ زندگيءَ ۾ ڪنھن عورت جو پاڇو بہ نہ ڏٺو ھجين!... رڪشا وارو، ٽيڪسيءَ وارو، چانھہ ڪاڙھڻ وارو، گاڏي تي نارنگيون ۽ بوھي مُگ کپائڻ وارو، رستن ۽ گھٽين مان گذرندڙ سڀ ماڻھو

پنهنجين اکين جي بليڊن سان ڇڻ چيري ڦاڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏڻ چاهيندا هجن!"

"Well! They want to cut me in pieces! they want to Di-sect me in parts you know!."

مونا ڳالهايو ۽ سوچيو هنيو.

"لڳي ٿو چرس تو تي چڙهي ويو آهي!..... باءِ دي وي توهان کي اهڙي سچويشن کان گهبرائڻ نه گهرجي! You are not in senses Madam" انس تبصرو ڪيو.

"مون کي تنهنجو روزانو روزانو چرس پي وڙهڻ هاڻ نٿو وڻي." انس احتجاج ڪيو.

"ڇو....؟ مون کي ڇا ٿيو آهي؟" مونا ڇڻ هلڪو احتجاج ڪيو.

"پنهنجو چهرو ڏٺو اٿيئي؟...." اُنس چيس

"ڇو ڇا ٿيو آهي منهنجي چهري کي؟"

"ڇوڪرين جهڙو نه ٿو لڳي...!"

"نه پوءِ ڪنهن جهڙو ٿو لڳي؟... You know that I'm just Tomboy" مونا چيو.

"لڳي ٿو..., ڪا اوجاڳيل رنڊي آهي يا کدڙو آهي، جنهن جو چهرو آهي Not looking fair faced, or good looking or girlish! Any way, you haven't softness in your face and attitude.!"

"ظاهر آهي ته ماڻهو به چهري چهري ۾ فرق محسوس ڪن ٿا... ٿي سگهي ٿو ماڻهو تنهنجي عجيب غريب چهري Appearance ۽ Complexion جي ڪري به توکي گهوري ڏسندا هجن!" انس ڇڻ اندر جي باهه ڪڍي

"ڇا؟.... ڇا چيئه؟ مان کدڙو يا رنڊي ٿي لڳان؟" مونا حيرت مان انس ڏانهن نهاريو.

"Off-course هنڊريڊ پرسنٽ، بلڪ ٿو هنڊريڊ پرسنٽ کدڙي ۽ رنڊيءَ جهڙو چهرو، ماڻهو ڪنهن عورت کي ڏسي شرم کان پنهنجو ڪنڌ به جهڪائي ڇڏيندا آهن، پر توکي ڏسندا ٿا رهن ۽ بوهي مڱن جيان ڪائي ڪپائي ڇڏڻ ٿا چاهين ته ان ۾ رڳو انهن جو ڏوهه ڪونهي. تون پاڻ به پاڻ کي

ڪارائڻ، ڪپائڻ پويان لڳل آهين ۽..... ۽....." اُنس ڪجهه چوندي چوندي رڪجي ويو.

"ائين ته توکي به ڪو مرد مجڻ لاءِ تيار ڪونهي." مونا هن جي ڳالهه ڪٽيندي ڳالهايو.....

"سڀ ماڻهو توکي مرد مجڻ بجاءِ ڪدڙو ۽ Gay Macho• ٿا چون...!" مونا جڻ ڪيس لڳل تير جو سور پچائي هاڻ حملي لاءِ تيار ٿي چُڪي هئي.

"Well.... اها ئي ڳالهه آهي ته تو اجان مڙهيءَ ۾ ميمبرشپ حاصل نه ڪئي آهي. By the way اڄڪلهه جون مڙهيون Gay clubs آهن! پر تنهنجا سڀ طور طريقا بلڪل ڪدڙن جهڙا آهن... ۽ ..... even تون مون سان به نارملي ٽريٽ نٿو ڪرين..... Have you ever treated me normally? حالانڪ مون ته توسان عشق ڪيو هو... پر مون کي ڪهڙي خبر ته.... تون..... تون....." اُنس هن جي ڳالهه ڪٽي.

"تو مونسان ڪڏهن به عشق نه ڪيو آهي، تو منهنجن پئسن سان عشق ڪيو آهي. عشق ته تون شهزاد سان ڪندي آهين.... مون توسان ڪڏهن اِها شڪايت ڪئي آهي؟ I am a gay person & i admit it hearty!" انس پنهنجا ڪلها لوڏيندي ڳالهايو.

ڪجهه دير تائين ٻنهي ڪجهه به نه ڳالهايو ۽ هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳا.

"مون ته توسان عشق ڪيو آهي.... اُنس... مون ته توسان پنهنجا Emotions شيئر ڪرڻ چاهيا هئا ته عام ماڻهو ڪنهن ڇوڪريءَ کي ڪهڙين گندين نظرن سان ڏسن ٿا." مونا ڪوڙ ڳالهايو. هن جو آواز روئڻ جهڙو هو.

"عام ماڻهو ڪنهن به عام ڇوڪريءَ کي گندين نظرن سان ڏسڻ جي جرئت نٿا ڪري سگهن، جيستائين اها پاڻ اهڙي نه هجي! منهنجو مطلب آهي ته ڇوڪري پاڻ Pross هجي ته ٻين جو ڪهڙو ڏوهه؟!"

"مطلب" مونا خارن مان پڇيو.

"هاڻ مطلب وڃي پاڻ سمجها" انس باهه ۾ چيو.

---

• Gay Macho هم جنس پرست شخص جيڪو پنهنجي مردانگيءَ تي فخر ڪندو هجي.

ڪمري جو ماحول ڪافي گنڀير ٿي ويو هئو.... ڪجهه پل خاموشي رهي ٻنهي ڪجهه بہ نہ ڳالهايو ۽ هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳا. ٻنهي سگريٽ دکايا ۽ ڪش هڻندا رهيا. اوچتو مونا لائيٽر کنيو ۽ ڇٽائي انس جي مٺي جو نشانو ورتو پر اهو گسي ويو ۽ لائيٽر وڃي ٻئي طرف ڪريو.

"تنهنجي ڳالهين جو مطلب منهنجيءَ سمجهه کان ٻاهر آهي." انس ٻيهر مونا جي ان عمل کي نظرانداز ڪندي ڳالهايو.

"تنهنجو مطلب آهي تہ پنهنجي مرضيءَ جي مرد سان سمهڻ جائز آهي ۽ اڻ ڄاڻ ماڻهوءَ سان سمهڻ.... ريپ....؟.....؟" انس ڳالهايو هن جي چهري تي ڪاوڙ هئي.

"ڇا مطلب آهي تنهنجو؟ .... :I think, it is .... تنهنجو اشارو مسٽر عماد ڏانهن آهي؟" مونا ڳالهايو.

"ظاهر آهي منهنجو اشارو اوڏانهن ئي آهي.... مون توکي ڪجهه ڏينهن پهرين ان جي اپارٽمينٽ مان نڪرندي ڏٺو هئو!.... اڄڪلهہ عماد صاحب جي فيملي بہ هتي ڪانهي، هو اڪيلو آهي.. ۽ مون کي پڪ آهي تہ تون ان وٽ ميري جوانا لاءِ تہ نہ ويئي هونديئن؛.... جنهن جي لاءِ تون مون وٽ اچي سگهينءَ ٿي... تون اتي سمهڻ لاءِ ويئي هونديئن!" انس خدشو ظاهر ڪيو.

"۽ مون ان ڏينهن ڪار ۾ جڏهن توکان پڇيو تہ مسٽر عماد مهانگا ڪنڊوم استعمال ڪرڻ نہ وساريندو آهي جي توکي ڪيئن خبر پئي تہ تون ڪو جواب نہ ڏيئي سگهي هُئينءَ!" انس جرح ڪئي، مونا جو ڪنڌ هيٺ هئو.

مان اتي پنهنجي جائز ۽ فطري ضرورت پوري ڪرڻ ويئي هيس. جيڪا تون پوري نٿو ڪري سگهين. مونا پنهنجيون ٻيئي ٻانهون ۽ ڳُلها لوڏيا. چهري تي نئول آندي.

جڏهن ماڻهوءَ جي رت ۾ ڪُمڙيون پرجي ڏاڙهڻ لڳنديون آهن تہ پوءِ ڪوبہ اخلاقي سبب، نٿو رهي، ڪي بہ قانون رڪاوٽ نٿا بڻجي سگهن. جائز فطري گهرج سمورن قانونن کان مٿي آهي.

"مسٽر انس! يونيورسٽيءَ ۾ MBA جا اٺن سالن کان رهندڙ مسٽر سينيئر اسٽوڊنٽ "I loved you always, the gay macho of Pakistani clubs!..... but now I hate you!" مونا جي چهري تي عجيب تاثر هئو.

"I also hate you!" انس بہ ڪاوڙ مان چيو.

"۽ توکي اهو بہ ٻڌائي ڇڏيان تہ I live with the storm inside my bones so when you hear the wind inside me, know that I fight hard."

"توکي ڪهڙو حق ٿو پهچي منهنجيون اي ميلز En-code ڪرڻ جو...؟ تون ڪير ٿيندي آن منهنجيون E-mails چيڪ ڪرڻ واري؟ ۽ اهي سڀ تون منهنجي اجازت جي بغير چو پڙهيون آهن؟" اُنس موضوع بدلائي جرح ڪئي.

"تہ بدلائي ڇڏ پنهنجو Pass-word..... آئنده مان ڪونہ پڙهندس." مونا چيو ۽ سڏڪا ڀري روئڻ لڳي.

اُنس گٽار کڻي هڪ طرف اڇلايو ۽ بالڪنيءَ ۾ هليو ويو. جتي وينل مارشا هن کي ڏسندي ئي اچي هن جي پيرن ۾ پئي. هُو ڪرسيءَ تي ويهي سموڪنگ ڪندو شهر جو نظارو ڏسندو رهيو ۽ مونا ڪمري اندر روئيندي رهي.

ڪافي وقت کان شهر جون بتيون ٻري ويون هيون. سڄو شهر گوڙ جي ڪوهيڙي ۾ ورتل هيو. ٽن تلوارن کان وٺي ڪلفٽن برج تائين ڊيوئل ڪيريج وي تي ٽريفڪ جي پيهہ پيهان، گوڙ ۽ دونهون هو.

پري پري تائين ٽمڪندڙ چمڪندڙ رنگين بلب، اڇا، ڦڪا، ساوا، شاهي بلڊنگس جي ڇتين مٿان ۽ موبائيل سروس ٽاورز مٿان ڳاڙها بلب تارن جيان اکيون ڇنڀي رهيا هئا.

سموڪنگ ڪندي هن کي مسلسل مُونا جي سخت ڳالهين جي هنيل نشترن جو احساس ٿي رهيو هئو. هن جي تيز لفظن جي ڇهڪن مان ڇڻ آهستي آهستي ٿڙو ٿڙو رت سمي رهيو هئو. گهاٽو ڳوڙهو رت، ڇڻ هن جا Under garments آلا ڪري رهيو هئو. مونا جي لفظن جا ڇهڪ تہ گهرا هئا، پر انس جي استعمال ڪيل لفظن جا گهاءَ بہ ڪي ننڍا ڪو نہ هئا جيڪي مونا کي لڳا هئا.

ٻنهي جي وچ ۾ لئہ ۽ سرگم هئو. جيڪو مسلسل وڄي رهي هئو:

سا.......ري.......گا........ما........پا......ڌا......ني........سا،
سا.......ني........ڌا.........پا.......ما......گا.......ري........سَا.
ني....... سا......گا.........ما........پا.......ڌا.......ني.........سا.
سا........ ني...... ڌا........ پا.........ما......گا.......ري........سا.

ڪافي دير تائين روئڻ بعد مونا چپ ٿي ويئي. هو ٻئي الڳ الڳ سموڪنگ ڪندا رهيا، ٻنهي دير تائين نہ ڪجهہ بہ نہ ڪاڇو پيتو. ماٺ ماٺار جي عالم ۾ وقت گذرندو رهيو. نيٺ مونا اٿي، C D پليئر کي آن ڪيو ۽ ان جو واليوم وڌايو. شاهي آواز ۾ ڪشور ڪمار ڳائي رهيو هئو.

يہ جيون هي،
اس جيون ڪا،
يهي هي، يهي يهي هي هي رنگ روپ
ٿوڙي غم هين،
ٿوڙي خوشيان.....

ماحول ۾ وڌيڪ اداسي پرجي ويئي.

"آواز گهٽاءِ.... پاڙي ۾ ماٺهو ٿا رهن.... جاڳندا...." انس رُڪائيءَ مان چيو.

"وڃي جاڳن.... My foot آواز گهٽ نہ ٿيندو...!" مونا سخت ڪاوڙمان ڳالهايو.

"This is very unfortunate! Miss Moona; you have lost the way; you know!"

"جيڪڏهن تو سان نڪاح پيل هجي ها تہ مان هاڻ ئي توکي طلاق ڏيئي ڇڏيان ها!...." انس ڪاوڙ ۾ چيو.

مونا چڙ بدلو وٺندي چيو. "I am breaking up"

مردن وٽ عورتن کي بليڪ ميل ڪرڻ جو اهو ئي تہ هٿيار آهي... هوءَ ڪاوڙ ۾ ڦوڪاري رهي هئي.....

.....شادي، .......I don't believe to take some one in Marriages!"

بار......، بارن جون بيماريون، مردن جا موڊ، ڪچن، بيڊ روم، واش روم شٽـڊا ان کان پوءِ اولاد جا ڏک، پريشانيون، اڪيلايون، مايوسيون..... Not good experience. Very bad; very bad. Some how you are not marriageable at any cost?!" مونا ڳالهائيندي ڪنڌ سان نهڪر ڪندي رهي. پوءِ هن سگريٽ دکايو. هاڻ مارشا بہ اچي ڪمري جي ڪنڊ وٺي ويئي ۽ هنن ٻنهي کي وڙهندو ڏسڻ لڳي. لڳو ٿي مارشا کي هنن جو وڙهڻ نہ پئي وڻيو. هنن ٻنهي جا جملا چمڙا ٻڌجي ڪمري ۾ اُڏامي رهيا هئا ۽ سڄو ڪمرو انهن سان

پرجي ويو هئو. ٻاهر اوندهہ وڏيڪ گهري ٿي ويئي هئي ۽ هنن ٻنهي جي اندر ۾ ٻا ٻاهران تڏن جا آواز اچي رهيا هئا. انس کي الاءِ ڪهڙي جوڄڪي آئي، اوچتو هُو تڪڙ ۾ اٿيو ۽ پنهنجي الماري کولي ان جي خاني مان پسٽل ڪڍيائين ۽ ان کي لوڊ ڪري مونا تي تاڻيائين:

"Moona! This is too much. Leave me alone leave me, right now!" اُنس دورازي ڏانهن اشارو ڪيو. هن جي اکين ۾ اوپرائپ هئي. ۽ هٿ ڏڪي رهيا هُئا.... مونا انس جي اهڙي اوچتي رويي تي حيران هئي. مارشا حيرانيءَ مان اهو سڀ ڪجهہ ڏسي رهي هئي.

"صبح ٿيندي تہ هلي وينديس ۽ وري ڪڏهن بہ هتي نہ اينديس!" مونا چيو.

"چو.... هاڻ ٻاهر نڪرنديئن تہ عزت لٽجڻ جو خطرو ٿيندءِ؟.... جنهن جي توکي هونئن ئي پرواهہ ڪانهي! هونئن هن وقت ٻاهر نڪرڻ سان ڪوبہ ماڻهو جنهن سان تنهنجو ٽڪراءُ ٿئي..... مثال طور....... چوڪيدار صاحب ڏنو بہ تنهنجي جائز ضرورت چڱيءَ طرح پوري ڪري سگهي ٿو." انس پڄرندي چيو.

"مِس مونا. پنهنجي جائز خواهش جي اوڙاهہ ۾ جلندڙ رنڊي Go there for your desire!" هن ٻيهر آڱر جي اشاري سان مونا کي اتان نڪري وڃڻ لاءِ چيو.

I think you are felling depression you have also Bi-poller-dis order... Mr! منهنجي خواهش ۽ جذبا منهنجا ذاتي مسئلا آهن مسٽر اُنس!..... سيڪس جي معاملي ۾ تون بہ ساڳيا Emotion's رکين ٿو... ملائڪ تون بہ ناهين... بهرحال....... "Some how, I am leaving" مونا فيصلو ڪيو ۽ منهن ڌوئڻ لاءِ واش روم ڏانهن هلي ويئي.

مارشا بار بار ٻنهي ڏانهن ڏسندي رهي پر صبر ۾ هئي.

ڪمري مان ٻاهر اچي مونا پرس مان سيل نون ڪڍيو ۽ عماد جو نمبر ملايو. ٻي ڪال تي عماد کنيو "Excuse me sir, sorry to bother you its me, Moona!"

"ڪير؟ ...Who is there" عماد ننڊا ڪڙي آواز ۾ پڇيو.

"Oh yes, Miss Moona... can I help you?" عماد هن جو آواز سُڃاڻيندي پڇيو.

"Sorry sir اوهان جي مائينڊ نہ ڪيو تہ مان اڄوڪي رات اوهان جي apartment ۾ گذاري ٿي سگهان.... توهان کي ڪا پريشاني تہ نہ ٿيندي؟"

"نہ نہ بلڪل نہ مِس مونا. هي اوهانجو پنهنجو گهر آهي...." عماد گلو صاف ڪندي ڳالهايو. "اوهان هينئر ڪٿي آهيو؟"

"هتي ئي آهيان اوهان جي پرسان."

"ٺيڪ آهي پلي اچو." عماد سيل فون سائيڊ ٽيبل تي رکيو. بيڊ تان اٿيو اوباسي ڏنائين ۽ واش روم ۾ هليو ويو.

مونا پنهنجي پرس مان برش ڪڍي پنهنجا وکريل وار سِڌا ڪيا. چپن تي ناسي رنگ جي لپ اسٽڪ هنئي. ڪريم ڪلر جو ڊگهو ليدر ڪوٽ پاتو جيڪو هن جي هپس کان بہ هيٺ تي ويو. ڳچيءَ ۾ مفلر ويڙهيو ۽ پوءِ هن اُنس ڏانهن آخري پيرو نهاريو.

"وري مون کي ڪڏهن پُلجي بہ رنگ نہ ڪجانءِ..... Really it hurts!"

هن سڏڪو ڀريو هن جي اکين ۾ ڳوڙها هئا. ان وقت لڳو ٿي مارشا جون اکيون بہ پاڻيءَ سان ڀريل هيون ۽ هوءَ دک محسوس ڪري رهي هئي. "Some one who doesn't realize how special you are doesn't deserve to be with you!" مونا ڳالهايو.

"وڃ وڃي عماد صاحب جو بيڊ گرم ڪر.... تو جهڙي رنڊيءَ کي رِنگ ڪري گهرائڻ کان بهتر آهي مان آپگهات ڪري ڇڏيان. سمجهيئہ!" انس جي ڇهري تي اهڙي سختي ڪڏهن بہ نہ آئي هئي.

"You pross! Leave me right now & go to the gallant!" انس جو آواز اڪڙيل هئو. زبان ڄڻ هن سان ساٿ نہ ڏيئي رهي هئي.

مونا ٺشو سان پنهنجيون اکيون اگهيون. هن جون اکيون ڳاڙهيون ۽ پنل هُيون.

هن انس. گهر ۽ شوانزي ڏانهن آخري پيرو نهاريو ۽ در کولي زور سان بند ڪيو تہ مارشا بہ در تائين هلي ويئي ۽ وري موٽي آئي.

*

ٻاهر نڪري هن وڃي عماد جي گهر جي ڪال بيل تي آڱر رکي. ڪاريڊار ۾ سيور ٻري رهيا هئا ۽ ٿڌا چرچر ڪري رهيا هُئا.

عماد اچي دروازو کوليو هو اجان بہ اوپاسيون ڏيئي رهيو هئو. مونا اندر ايندي مسڪرايو پهرين هن لائونج ۾ پيل ٽيبل تي پنهنجو پرس رکيو پوءِ ڪوٽ لاهي اسٽئنڊ تي ٽنگائين.

"توهان easy ٿي اچو!" عماد چيو ۽ ڪمري ڏانهن هليو ويو. هن روم ريفريجريٽر مان اسڪاچ جون بوتلون ڪڍي اچي ٽيبل تي رکيون ۽ ڪچن مان وچي بہ گلاس کڻي آيو.

"Moona! What was wrong with you?" عماد هن جون سُجيل اکيون ڏسي پڇيو. "Nothing really sir!" مونا مسڪرائيندي ڪوڙ ڳالهايو تہ هن وڌيڪ پڇاڳاڇا نہ ڪئي.

ٽئين گلاس کان پوءِ مونا پنهنجا لوفرز ۽ jeans لاهي پري اڇلائي ڇڏيا.



## [19]

# ڪيي چاند ڪلي تو ميري دل ۾ آ جانا!

زارا ڪي جڏهن سندس ماءُ ننڊ مان اُٿاريو تہ اهو منجهند جو وقت هئو. هن جي ماءُ هن ڪي بيوٽي پارلر وڃي تيار ٿيڻ لاءِ چيو ۽ ڪيس اڄ شام ئي سيف سان سندس مڱڻي جو پڻ ٻڌايو. پهرين تہ هن ڪي حيرت ٿي بعد ۾ هن جي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا.

حالانڪ هن ڪي شاديءَ جو تمام گهڻو شوق هئو جنهن جو اظهار هن عماد سان بار بار پئي ڪيو هو پر هن ڪي سندس ڳوٺاڻي سؤٽ سيف سان شاديءَ جو ڪو بہ شوق نہ هئو.

"ضروري ڪونهي تہ دنيا ۾ ماڻهوءَ ڪي اهو سڀ ڪجهہ ملي، جنهن جي هو خواهش ڪري!" هن جي ماءُ هن جي اکين ۾ ڳوڙها ڏسي ڳالهايو.

"مون ڪي خبر آهي تہ تون عماد ۾ انٽريسٽيڊ آهين، پر هُو شادي شده ٻارن وارو ۽..... ۽ توکان عمر ۾ بہ گهڻو وڏو آهي، سمجهيئہ!..... اڄ شام جو ستين وڳي سيف جي گهر وارا ايندا، توکي مڱڻي جي مُندي پائڻ... تون نيرن ڪر ۽ پوءِ Duplex تي هلي وڃ، ڊرائيور دي مون چئي ڇڏيو آهي." هن جي ماءُ ويندي ويندي حڪم صادر ڪيو.

"۽ ها..... پنهنجي دوست تبو ڪي فون ڪري گهرائي وٺ، توسان گڏ Duplex تي هلڻ لاءِ، پويان مون ڪي ڪافي ڪم سنڀالڻا آهن!" هن جي ماءُ ۽ پيءُ جو اهو آخري فيصلو هئو.

هوءَ ڪمري مان نڪتي ۽ ڪچن ۾ وڃي هن ماءُ ڪي چيو:

"امي...! مون کي شادي ڪانهي ڪرڻي! مون کي بَس ڪنهن سان به شادي ناهي ڪرڻي!" هن جي چهري تي مايوسي ۽ آزي نيزاريءَ جو گڏيل تاثر هئو.

"دماغ خراب ٿي ويو آهي اڄڪلھ جي ڇوڪرين جو...؛ زندگي ايتري سولي به ڪانهي.... جيتري تون سمجهين ٿي. دنيا ايتري سُٺي به ڪانهي جو توکي چين سان ويهڻ ڏي! تو جهڙين ڇوڪرين جي دماغ ۾ هوا ڀريل هوندي آهي، جيڪا شادي ڪرڻ سان نڪري ويندي آهي. اسان جي خاندان ۾ ائين ڪڏهن ڪونهي ٿيو جو ڇوڪريون ويٺي ويٺي پوڙهيون ٿي وڃن!" هن جي ماءُ ڪاوڙ ۾ هئي.

"خاندان ۾ ان جي عزت لاءِ هاڻ مان ئي اڪيلي وڃي بچي آهيان؟" هن جواب ڏنو يا سوال ڪيو پر هن جي ماءُ ڳالهائڻ بدران ڪچن مان هلي وئي.

ڪمري ۾ وڃي هن دروازو بند ڪيو ۽ عماد جو سيل فون ملايو. اڄ هن جي عماد سان ڊيٽ هئي.

"يار! عماد. مان اڄ ڪنهن شاديءَ ۾ ٿي وڃان! ان ڪري شام ملي نه سگهندا سون!" هن عماد سان ڪوڙ ڳالهايو پر ڳالهائيندي هوءَ چڙ سُڏڪي رهي هئي.

"اميءَ هاڻ ننڊ مان اٿاريو ته Duplex تي وڃان..... هاڻ ڏس ته سهي يار! اهڙي ڳالھ هئي ته گلھ نه پيا ٻڌائين.... هاڻ مون کي بيوٽي پارلر تي وڃڻو آهي ۽ اتي بليچ به ڪرائڻي آهي... ته مُنهن جو رنگ ڳاڙهو نه ٿيندو؟ ۽ شاديءَ ۾ ماڻهو پولڙي جهڙو لڳندو.... Shit يار!" هوءَ سُڏڪڻ لڳي.

"زندگي.... زندگي.... زندگي..." هن جو آواز سُڏڪن ۾ ڳُھٽجي ويو ۽ هوءَ جملو مڪمل نه ڪري سگهي.

"يار What happened wrong ڪو مسئلو آهي ڇا؟" عماد پريشان ٿي ويو.

"ته پوءِ بليچ نه ڪراءِ نا! Simply پارٽي ميڪ-اپ ڪراءِ.... ڪجھ ٿيو آهي ڇا؟"

"ڪجھ به نه ٿيو آهي.... ڪجھ به نه ٿيو آهي. You know غلطي ته منهنجي آهي. نا!"

"ڪهڙي غلطي؟" عماد پڇيو.

"عماد... وڏيءَ عمر جا مرد منهنجي ڪمزوري آهن انڪري ئي تون..!" هن سڏڪو ڀريو.

"امي چوي ٿي: مُنهنجي دماغ ۾ هوا ڀريل آهي. مون کي سيف جهڙي ڳوٺاڻي، ان پڙهيل ۽ لُفنگي سان شادي ڪري ڇڏڻ کپي، جنهن جي مٿي ۾ پاءُ تيل جو هوندو آهي. جُوتن ۽ جورابن مان مٺل ڪوئي جي ڌپ پئي ايندي آهي. سچو ڏينهن فون تي ڇوڪرين سان مصروف هوندو آهي ۽ اها شادي منهنجي خاندان جي عزت جو سوال آهي....! خير.... اڄ مان توسان ملي نه سگهنديس.... وري ڀئي ڀيري..." زارا ڳالهايو.

"تون آخر مون کي سچ ڇو نٿي ٻڌائين؟!" عماد ڳالهايو.

"ڪجهه به نه ٿيو آهي...! ڪجهه به نه. بس، ڇڳوا Ok .... By...." ۽ زارا فون بند ڪري ڇڏيو.

زارا جي ڳالهين عماد کي مايوس ڪري ڇڏيو. هن فرج کولي ان مان بوتل ڪڍي ۽ گلاس ڀريو. هن کي هڪدم خيال آيو ته زارا ڪافي عرصي کان عماد ۽ پنهنجي Cute ٻارن سان گڏ زندگي گذارڻ جا خواب ڏسي رهي هئي!

ماڻهوءَ جون ننڍڙيون خواهشون ڪيتريون نه وڏيون ۽ زندگي ڪيتري نه مختصر آهي؛ هڪڙي خسيس خواهش به ماڻهوءَ جي حياتيءَ کان وڏي ۽ ڳري ٿيو پوي!

عُمريون وقت ۽ حالتن جي تپش تي برف جيان، پگهرجيو ڳريو ۽ وِگهرجيو وڃن! عماد مسلسل سوچي رهيو هئو.

ماڻهو ڪيترو نه ڪمزور Creature آهي!.... ڪيڏو نه سُٺو هجي ها: جيڪڏهن ماڻهو هر پنجاهه سالن جي عمر گذاري پوءِ Hibernation * ۾ هليو وڃي ها: ٻه ٽي سال ** Cocoon ۾ گذاري وري نئون نڪورو ٿي ڪڪڙ جي ٻچي جيان وار ڇنڊيندو ٻاهر نڪري ها. نئين شڪل، نئين رنگ ڍنگ ۽ صورت ۾: هر پنجاهه سالن کان پوءِ ٻيو ماڻهو ٻي شخصيت، ٻيون يادون، ٻيا

---

* Hibernation: لاروي جي صورت ۾ بنان چرپر جي سياري جو وقت گذارڻ وارو عرصو.

** Cocoon ريشم جي جيت جو لاروا پنهنجي مٿان کوپو ٺاهي اڪيلائي ۾ گذاري.

مسئلا!... دنيا اڻ مڪمل ۽ ناقص ٿاهي ويئي، پوءِ بہ دعوائون ڪيون ويون! هو مسلسل ڪُرسيءَ تي ويهي سوچي رهيو هئو.

ڪجھ گلاسن کان پوءِ هن کي ننڊ اچي ويئي، پر ڪجھ ئي دير بعد هن جي اک کُلي تہ هن زارا جو سيل فون ملايو جيڪو ان وقت بند هئو. هن کي چڙ اچڻ لڳي. گهر بہ خالي هئو رُوميسا ۽ هن جا ٻار ڪافي ڏينهن کان ساهرن ۾ ويل هئا.

زارا کي هن سان عشق هئو اها عماد کي چڱي طرح خبر هئي پر هن جي حالت اها هئي، جو هُو رُوميسا سان ننڍيون بيوفايون تہ ڪري سگهيو ٿي، پر ايتري وڏي بيوفائي هرگز نہ، جنهن سان هُن جي وجود جي ديوار ڪنهن ڪنڊر ۾ تبديل ٿي وڃي.

هونئن شادي، مرد ۽ عورت کي هڪڙيءَ مضبوط ڄار ۾ ڦاسايو ڇڏي! هن کي خيال آيو.

اها ٻي ڳالھ آهي تہ شادي ماڻهوءَ کي هر طرح سان محفوظ ڪري ٿي، ان جي شخصيت ۾ نواڻ پيدا ڪري ٿي، ماڻهو دنيا کي نئين انداز ۾ ڏسڻ لڳي ٿو. اُها هڪڙي فيمليءَ جا بنياد ٻڌجي ٿي، پر اها هڪڙي سونهري پڃري کان وڌيڪ ڪجھ بہ نہ آهي! هن کي محسوس ٿيو تہ هن شادي ڪري تمام وڏي غلطي ڪئي هئي.

جيڪڏهن زندگي، رڳو شادي ڪرڻ ۽ پوءِ فيمليءَ جا مسئلا حل ڪرڻ جو نالو آهي، تہ اهڙي زندگيءَ جو ڪو خاص مقصد ڪونهي!

شادي هڪ خواهش جو نالو آهي ۽ خواهش ڪابہ هجي، ماڻهوءَ کي تڪليف ۾ ئي مبتلا ڪري ٿي! هن کي گوتم ٻڌ جو شبد ياد آيو جنهن پاڻ بہ فيملي لائف کان انڪار ڪيو هئو.

'آخر سڀ ڇوڪريون شاديءَ جي خواهش ڇو ٿيون ڪن؟' عماد سوچيو: 'شايد ان ڪري جو شادي عورت جي شخصيت ۾ نکار آڻي ٿي.... شادي عورت کي ڇوڏهينءَ جو چنڊ ڪريو ڇڏي ۽ مرد جي شخصيت کي چنڊ گرهڻ لڳيو وڃي!'

عماد هڪ ڀيرو ٻيهر زارا جو سيل فون ڊائل ڪيو جيڪو بند هئو. هن کي وڏيڪ چڙ اچڻ لڳي... هن سندس گهر جو نمبر ملايو تہ زارا جي اَميءَ کنيو... هن جي امي ڪافي سُلجهيل عورت هئي.

"Mummy ammad speaking; where's Zara?"

"پٽ توهان کي شايد خبر ڪانهي... اڄ شام زارا جو سندس سؤٽ ٻيف سان مڱڻو آهي. هينئر سڄو گهر مهمانن سان ڀريو پيو آهي... بهرحال مان ڪيس ٻڌايان ٿي.... توهان سان نوين وڳي کان پوءِ ڳالهائي سگهندي.. ٺيڪ آهي؟...." هن جي آواز ۾ گُهنج پئجي ويا!

"ٺيڪ آهي ممي....!" عماد جو آواز پڻ گُهنجرجي ويو ۽ دل ٻُڏڻ لڳي. هن کي ڪافي ڏينهن کان وٺي خبر هئي تہ اهڙو ڏينهن اوَس اچڻو آهي، جڏهن هن سان ۽ زارا سان اهو سڀ ڪجهہ ٿيڻ وارو هئو. جيڪو ڪنهن بہ صورت ۾ وڻندڙ نہ هئو. عماد رسيور ڪريڊل تي رکيو پر ان خبر ٻڌڻ سان هن کي محسوس ٿيو جڻ هن کي ڪو ٻُنڊ جيان ڦوڙي رهيو هئو.

"ٺيڪ آهي...!" هن جي چپن مان ٻيهر اهي لفظ نڪتا ۽ دٻجي ويا.

ڇا ٺيڪ هئو ۽ ڇا ٺيڪ نہ هئو سا ڪنهن کي بہ خبر نہ هئي. عماد ٻيهر گلاس ڀريو. زارا جي دوستي بہ هن لاءِ 'ٽڪيلا' جي سِپ جهڙي هئي، تکي، مٺي، تيز ۽ نشي آور.

ڪجهہ ئي دير بعد عماد جي سيل فون جي رِنگر وڳو تہ هُن ڏٺو: زارا جو نالو هُئو. هن جي دل جو دهڪو هڪدم وڌي ويو.

"My love, how is going there... how are you?" are you OK my dear?"

عماد تڪڙ ۽ بيتابيءَ مان پڇيو

"منهنجي خيال ۾ ماٺهوءَ کي گهٽ ۾ گهٽ آوان آواز جي سُڃاڻ ۽ پرک تہ رکڻ کپي...!" ٻئي طرف ٽبو کِلي رهي هئي.

"Sorry! ٽبو... توهان زارا جي سيل تان ڳالهائي رهيا آهيو. يارا مان منجهند کان وٺي سگريٽ جيان ٻريو آهيان! ڪٿي آهي زارا؟"

"سڄو گهر مهمانن سان ڀريل آهي. ڪافي گوڙ آهي... ٻاهر مايون ڳائين پيون. ٻڌڻ ۾ ايندو هوندوَ. زارا واش روم ۾ آهي... واندي ٿيندي تہ

اوهان سان ڳالهائيندي، You know! She is crying!..... yes! She is crying for you Mr. Ammad!"

"تبو مون کي لڳي ٿو ڄڻ منهنجي جسم کي ڪير بُنڊ جيان ڦوڙي رهيو آهي... يا وري ڪارائيءَ سان ٻه آڏ ڪري رهيو آهي!"

I know your emotions Sir!"..... زارا واندي ٿيندي ته اوهان سان ڳالهائيندي... جيڪڏهن همت نه هُيَوَ ته اهو سڀ ڪجهه ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي؟.... Sorry! سَر، منهنجي مغرب جي نماز جو ٽائيم ٿي ويو آهي." تبو تڪڙ ۾ ڳالهايو ۽ اجازت ورتي ته عماد کي لڳو هن کي تبوءَ مڇيءَ چيرڻ واري ڪات سان چيرُ ڏيئي ڇڏيو هئو!

*

شام جو چنڊ ڪڙيو ته اهو چوڏهينءَ جو هئو.

زارا جڏهن عماد کي فون ڪيو ته هوءَ روئي رَهي هئي.

"عماد! هنن سمورن گڏجي مون سان اڄ زيادتي ڪئي آهي." هوءَ ٻُوهاڙون ڪري روئڻ لڳي.

عماد کي ان وقت محسوس ٿيو ته دنيا ۾ ماڻهوءَ جي ڳوڙهن جي ته ٺهيو پر ماڻهوءَ جي خود پنهنجي حيثيت به ڪمند جي ڇُوتي ڪان وڌيڪ ڪانهي! 'مسٽر پيٽرڪ' جيان جيڪو لُنڊا بازار جي پرسان ڪمند جو جُوس پيئندي ڇُوتو ٿي ويو هُئو.

"منجهند تون شروع ۾ جڏهن بليچ ڪرائڻ تي ڪاوڙجي رهي هئينءَ ته مون ان مهل ئي سمجهيو هئو ته ڪجهه ڊفرنٽ ٿيڻ وارو آهي، حالانڪ توهان تڪڙ ۾ سڀ ڪجهه ٻڌائڻ نه چاهيو ان هوندي به مون کي ڪجهه غلط محسوس ٿي رهيو هئو!"

"جان! هنن منهنجي آڱر ۾ زبردستي رِنگ پارائي ته مون اها لاهي ڦِٽي ڪئي ۽ گهٽ ۾ گهٽ ڏيڍ ڪلاڪ تائين اُها نه پاتي، هنن ٻيهر پارائي ته ان بعد مون وري اُها لاهي ڇڏي مان اهڙي ماڻهوءَ جي رِنگ ڪيئن ٿي پائي سگهان، جنهن جي مان ٿيڻ ئي نٿي چاهيان؟..... يار هن جو گهر ۾ موجود هجڻ ئي مون کي چيڙائي ٿو. نالائق سنهڙو سيپڪ، ڇڇيءَ جهڙو ڇهري تي هلڪي

ڏاڙهي، نقلي بوسڪيءَ جي قميص، اڇي رنگ جي شلوار، پورا وار، ڏاڙهيءَ جا وار به ڳڪا! پيرن ۾ برائون سليپر..... ۽ .... ۽ هُو انٽر ڪيل اهڙو نالائق ماڻهو آهي، جيڪو ڪاپي ڪري الائجي ڪيئن سرٽيفيڪيٽ وٺڻ ۾ ڪامياب ٿيو هئو!.... Absolutely boring.... يار! بابا جو هڪڙو پيٽرول پمپ ٿو سنڀالي ۽ ان ۾ به گهوٻيون هڻندو آهي. منهنجو ڏوهه هيءَ آهي ته مان فيمليءَ ۾ هِن کان به سال پوءِ پيدا ٿيس ۽ هن جي نالي ڪئي ويس.....!"

"مون کي ڪِرڙين ۽ ڪاڪروچن کان نفرت آهي ۽ سيف ڪاڪروچ جهڙو آهي." زارا ڪجهه دير تائين روئيندي رهي، ان بعد پنهنجا ڳوڙها اگهيا ۽ وري ڳالهايو:

"تبو سمورو وقت مون کي سمجهائيندي رهي: 'جان! مرد سهڻا ٿيندا ئي ناهن. مرد ته بس گذارو هوندا آهن ۽ اسين ڇوڪريون گذارو الائونس تي هلنديون آهيون.' ته مون چيومانس: منهنجو جانو عماد سهڻو آهي.... لکن ۾ هڪ، عماد چنڊ آهي ۽ مان سندس تارو!.... عماد ائين ڇو ٿيندو آهي ته دل جي ڳالهه ۽ تمنا پوري نه ٿيندي آهي! آخر دنيا ائين ڇو آهي؟ ۽ اهڙي انصاف کان خالي دنيا ڇو آهي؟"..... هن سڏڪو ڀريو.

"دنيا، ماڻهوءَ جي خواهشن تحت نٿي هلي، اُها ماڻهوءَ کي پنهنجي خواهش تحت هلائي ٿي. دنيا *گوانتانامو بي جي قيد کان وڌيڪ ڪجهه به ڪونهي!.... دنيا ماڻهوءَ کي ڪائي ڪپائي ٿي ڇڏي ۽ ماڻهو ايڏي خاص شيءِ آهي ئي ڪونه، جيترو هُو پاڻ کي خاص سمجهي ٿو!" عماد ڳالهايو.

"جڏهن گهڻا ماڻهو گڏجي هڪ ڇوڪريءَ جي زبردستي شادي ڪرائڻ تي پڙ بڌي بيهن، ته ان کي گينگ ريپ جي ڪا شڪل چوڻ کپي!" عماد تبصرو ڪيو.

"تبو ته ڊيچارڻ کان سواءِ ڪجهه به نٿي ڪري.. پر مون ڪيس ٻڌائي ڇڏيو آهي ته مان ڪنهن کان به نٿي ڊڄان، ماڻهو.. سماج.... فيملي.... ڪنهن کان به نـا مون عماد سان محبت ڪئي آهي گناهه نـا مان هاڻ اهو

---

* گوانتانامو بي: يونائيٽيڊ اسٽيٽس جو ڪيوبا ۾ ملٽري جيل جتي قيدين تي تشدد ڪيو ويندو آهي.

سڀ ڪجهه ڪري رهنديس، جيڪو مون کي ڪرڻو آهي! ها سچي: هن کي فون تي توهان جو آواز وڻي ٿو." زارا ٻڌايو. هوءَ هاڻ مسڪرائي رهي هئي.

"مون چيومانس: يار جي عماد سان ملين ته تون به پنهنجي آگر وڍڻ کان سواءِ نه رهين! يار رُوميسا ڪيڏي نه خوش نصيب آهي جو هن کي توهان جهڙو مڙس مليو آهي." زارا چيو.

"ها، پر توهان کي ته خبر آهي نه، رُوميسا مون منجهان خوش ڪانهي چو ته مان ان جي نظر ۾ هڪڙو بيوفا مرد آهيان!" عماد ڳالهايو.

"دنيا ۾ ڪو به ڪنهن منجهان خوش ڪونهي..... دنيا بد-عهدي ۽ Cheating جي جاءِ آهي. ڪو به ڪنهن سان سچو ڪونهي. زارا..... ڪو به ڪنهن سان.... نه....! ڪو به ڪنهن سان....نه!"

زارا سُڏڪيو ته عماد پڇيس: "ڇا اوهان روئي رهيا آهيو؟"

"نه منهنجو مٿو سُور سان ٿو ڦاٽي!... فريده کي چانهه ڪاڙهڻ لاءِ چيو اٿم...."

"عماد! توهان ڪان سواءِ مان مري وينديس!.... مان جنهن ماڻهوءَ جو وجود هڪ گهر ۾ برداشت نٿي ڪري سگهان، تنهن سان هڪ ڪمري ۾ ڪيئن گذاريندس؟ هيڏيون ڊگهيون راتيون ۽ هيڏا ڊگها ڏينهن؟....ايامن تائين...How it could be يار!" هوءَ ٻيهر سُڏڪڻ لڳي.

"توهان روئو پيا؟" عماد وري پڇيو.

"نه جان! مان رُئان نٿي... مان ڇڻ بيمار ٿي پئي هُجان. منهنجي حالت ڇهن مهينن کان بيماري جي بيڊ تي پيل ماڻهوءَ جهڙي ٿي ويئي آهي.... عماد، تون هيترو ويجهو هوندي به چنڊ جيان ايترو دور ڇو آهين؟ مان تنهنجي محبتن جي پناهگاهن ۾ گذاريل گهڙين کي ئي پنهنجي زندگيءَ جو خوبصورت ۽ قيمتي وقت سمجهان ٿي! ۽ ان ۾ بئي ڪنهن جي شيئرنگ کي ڇڻ گناهه ٿي سمجهان. عهد ڪر ته تون رڳو منهنجو ئي آهين."

"زارا ماءِ ڊيئر، هينئر اڃي سگهين ٿي؟" عماد پڇيو.

"نه! سڄو گهر مهمانن سان پريل آهي ۽ ڪي ته مون ڏانهن هينئر به پيا نهارين ته روئي روئي ڪنهن سان پئي ڳالهائي."

"عمادا جان، مون هنن جا آندل ڪپڙا لاهي تنهنجو گلابي وڳو پاتو آهي. ته توهان جوئي گفٽ ڪيل ڊائمنڊس جو سيٽ پاتو اٿم. ان ۾ جيڪي ڊائمنڊس جڙيل آهن سي اسان جي پيار جي جذبن جيان جرڪن ٿا."

"جان منهنجي شادي ته بس توهان سان ٿي چُڪي. منهنجي زندگيءَ ۾ هاڻ ٻئي ڪنهن به مرد جي گنجائش ناهي. تون ٿي ته منهنجو گهوٽ آهين بس هڪڙي آس رهجي ويئي ته توهان سان نڪاح ٿئي ها ۽ توهان بوسڪي جي وڳي ۾ بوسڪي جي پٽڪي سان مون ڏانهن اچو ها."

"چڱو پنهنجي ڪمري جي بالڪنيءَ مان وچي چنڊ ڏانهن نهار. اڄ چوڏهين جو چنڊ آهي... ان ۾ توکي منهنجي صورت نظر ايندي ۽ ان جي پرسان ڏسنديئن ته زهره جو تارو ڪڙيل آهي. بلڪل تو جهڙو: اُجري چهري ۽ اُجريءَ دل وارو. جانان! لڳي ٿو دنيا هڪڙي مارڪيٽ آهي ۽ ان ۾ ماڻهو جي حيثيت هڪ وکر (Commodity) کان وڌيڪ ڪجهه به نه آهي!" عماد چيو.

"سچ عمادا ڪاڪروچ جهڙو سيف اڻ-پڙهيل، جٽ ۽ بي ايمان به آهي. You know, even he don't have common manners! جڏهن کان ڳوٺ مان آيو آهي اهائي حالت اٿس. مان ڇا ڪريان، مان ڪيڏانهن وڃان؟ مان مما کي ڪيترا ڀيرا چيو آهي، ته مان سيف سان شادي نه ڪنديس پر خاندان، عزت...... خاندان...... عزت! سيني جي وات ۾ اهو وِردِ آهي. امي چوي ٿي: 'شيراز' کي جي خبر پئي ته مون کي گولي هڻي ڇڏيندو!... هن جي منسٽريءَ کي خطرو آهي. مان ڇا ڪريان عمادا.... هاڻ مان ڪجهه به ڪري ڇڏيو ته مون کي معاف ڪجانءِ!.... مان پنهنجي خاندان جي عزت ۽ ناموس ٻڌجي ويئي آهيان!.... توهان کي ته خبر آهي ته منهنجي اِن سياسي ۽ طاقتور خاندان جا مرد جڏهن راتين جو ٻن هزارن وارين عورتن کي ٻن لکن ۾ توريندا آهن ۽ اسڪاچ جون بوتلون خالي ڪري، ويجهن دوستن تي پستول تاڻيندا آهن، ته ان مهل خاندان جي عزت ڪنهن کي به ياد نه ايندي آهي." زارا وري سُڏڪن ۾ پئجي ويئي.

"اسان جي خاندان جي مردن کي هرڻ، سها ۽ عورتون شڪار ڪرڻ جو شوق آهي!"

"Sorry عماد! مون توهان کي پريشان ڪيو. ڇگو هاڻي سُياڻ ڳالهائينداسون." زارا چيو پر ان هوندي به هُو اها سڄي رات ڳالهائيندا رهيا. زارا مٽي جي سور جون گوريون ۽ چانهه فون دوران ورتي ۽ جڏهن فجر جو وقت ٿيو ته زارا چيو: "عماد هاڻ الله حافظ نماز جو وقت ٿي ويو آهي. مان وڃان ٿي نماز پڙهڻ. ڪا غلطي ٿي هجي ته معاف ڪري ڇڏجان!"

اڇا ٻڌو عبيدالله عليم جو هڪڙو غزل ميڊم نورجهان ڳايو آهي: توهان منهنجي وڊيو CD تان اهو ٻڌو ته مان نماز پڙهي ٿي اچان." زارا چيو "ٺيڪ آهي." عماد جو آواز گهنجرجي ويو.

زارا سي. ڊي تي غزل هلائي موبائيل ان پرسان رکي هلي ويئي:

تیرے پیار میں رسوا ہوکر جائیں کہاں دیوانے لوگ،
جانے کیا کیا پوچھ رہے ہیں یہ جانے پہچانے لوگ،
جیسے تمہیں ہم نے چاہا ہے کون بھلایوں چاہے گا۔
مانا اور بہت آئیں گے تم سے پیار جتانے لوگ،
جانتے ہیں یہ عشق مسلسل ہے روگ آہ وزاری کا،
پھر بھی اس کے کوچے میں جاتے ہیں عمر گنوانے لوگ!

فجر جي نماز پڙهي زارا دُعا گهري ۽ پوءِ پنهنجي ڪمري جي الماريءَ ۾ لڪائي رکيل پيسٽيسائيڊ 'نواڪران' جي اڌ بوتل اکيون ۽ نڪ بند ڪري پِي ڇڏي ۽ انٽرڪام تي پنهنجي ماءُ کي ٻڌايو: 'مما! مون جيت مار دوا پِي ڇڏي آهي! جي ڪري سگهو ته مون کي تيج بخش ڪجو...! مان سيف کي پنهنجو نصيب نٿي بڻائي سگهيس!.... ساري!..... بابا ۽ شيراز کي ٻڌائي ڇڏجو ته دنيا ۾ صرف جسمن جا رشتا قائم ٿي نه سگهندا آهن! روحن جا رشتا ئي عظيم هوندا آهن! هاڻ ٻيءَ دنيا ۾ ئي ملنداسون. جيڪڏهن ملي سگهياسون ته!' زارا جي آواز ۾ ارڏائپ سان گڏ درد پريل هئو. هوءَ سڏڪڻ لڳي.

*

ڪجهه ئي دير ۾ سڄي گهر ۾ ڪهرام مچي ويو. هن جي ماءُ مُنهن مٿو پِٽي رهي هئي. زارا جي واڇن مان ڪارو واهه ڪاڏل گهوڙيءَ جيان گِجي وهِي رهي هئي ۽ رڪي رڪي هن کي Fits پئجي رهيا هُئا. هن جون اکيون ويڪريون ٿي ويون هيون، انهن ۾ موت جا اڇا جبا پاتل فرشتا اڏامي رهيا هُئا. زارا جي اهڙي حالت ڏسي سندس ماءُ پار ڪڍي روئي رهي هئي، هن جو پيءُ پنهنجي ڪمري مان نڪرڻ جي جرعت نه ڪري رهيو هئو ۽ سيف جي ماءُ ۽ ٻيا مهمان ان سڄي صورتحال ۾ حيران ۽ چُپ هئا.

*

اسپتال مان اچڻ کان پوءِ زارا جو سندس رَئي سان ڇاڙي ٻڌل لاش ٽي.وي لائونج ۾ پيل جنديءَ جي کٽ تي پيو هئو. هن جو روشن چهرو وڪريل وارَ وڏين کُليل اکين ۾ اڻ پُورا ڏنڏ لايل سَپنا ۽ ڇهري تي عماد لاءِ اَڻ_ڪُٿ پيارَ جي چاهنا ۾ اُسڙڪي، سرد ٿي ويل خواهشن جا پيرا چٽيل هُئا. گهر ۾ موجود سڀ ڄڻا روئي پار ڪڍي رهيا هئا. زارا جي ڇهري مان ائين لڳي رهيو هئو ڄڻ هُوءَ ڪا ڏکي بيماري ڪٽي موت جي پاڪر ۾ هلي ويئي هئي!

■

[20]

# مورا سيان موسي بولي نان!

ٻئي ڏينهن شام کان وٺي برسات وَسڻ لڳي هئي، ان ڪري ٿڌ وڌي ويئي هئي. سڄي رات صبح تائين ٽڙ ٽڙ ٿي هئي ۽ وسڪارو بند نہ ٿيو هئو. اها سڄي رات رکي رکي عماد جي ننڊ ڦٽندي رهي هئي.... هن جي ذهن تي زارا جي وڇوڙي ۽ سندس اوچتي موت جو گهرو اثر ڇانيل هئو. سڄي رات هُن کي ننڊ ۾ عجيب غريب خواب ۽ اوٿارا ايندا رهيا هُئا ۽ هُو پاسا ورائيندو رهيو هئو.

قبرستان کان موٽندي مهل بہ هن جي اکين مان مُسلسل ڳوڙها ٽمي رهيا هُئا. جن کي ضبط ڪرڻ جي باوجود بہ هُو روڪي نہ پئي سگهيو ۽ اُنس نہ رڳو هُن جي گاڏي ڊرائيو ڪري رهيو هئو بلڪ رکي رکي هن کي دلداري ڏيئي پرچائي پڻ رهيو هئو.

"Life is so strange... sir!....... اها اسان کي ان وقت ڄاڻ سڃاڻ ڪرائي ۽ هڪ ٻئي سان ملائي ٿي، جڏهن اسين هڪ ٻئي کي سڃاڻون بہ نٿا... ۽ پوءِ اسين جڏهن هڪ ٻئي جي ويجها ٿيو وڃون تہ ڇڪيو ڌار ڪريو ڇڏي!"

"Come on!..... Please come on sir,....." هو ذري ذري گاڏي روڪي، ٽشو پيپرس سان عماد جا ڳوڙها اگهي ۽ هن کي ڪنهن ٻار جيان دلاسا ڏيئي رهيو هو.

"يارا اُنس...... ڇا اسين سڀ رڳو ان ڪري...... جيئرا آهيون ته هڪ ڏينهن..... بنان ڪنهن احتجاج جي..... مري سگهون؟" عماد کي هن پهريون ڀيرو سڏ ڪندي ڏٺو هئو.

"سر! مون کي ڀاسندو آهي ته زندگي ڪنهن اونداهيءَ غار يا بليڪ هول جيان آهي ۽ ڪڏهن ته لڳندو آهي، دنيا بدبودار پاڻيءَ ۽ گند سان ڀريل ڪو گٽر آهي، جنهن ۾ ماڻهو ڦاٿو پيو هجي!..... شايد اسين سڀ پنهنجين پنهنجين سزائن ۾ آهيون سر!..... الائجي ڪهڙن جنمن ۾ ڪيل گناهن جي سزا پيا لوڙيون!؟"

هن ونڊ اسڪرين مان نهاريندي ڳالهايو ۽ عماد کي سندس ڳوڙها اگهڻ لاءِ ٽشو ڪڍي ڏنو.

"ماڻهو کي هڪ عظيم ڪائناتي ڏوڪي ۾ رکيو ويو آهي...... ماڻهوءَ جهڙي جيتامڙي سان زبردست ۽ دکدائڪ کيڏ کيڏي ويئي آهي؟!" عماد روئيندي ڳالهايو.

عماد کي محسوس ٿيو زندگي خود- پاڻ ڪو شاهي راڪاس، برڙ باڪاس هئي، ڪو اجگر هئي، جيڪو بلا وانگي پنهنجن ئي ٻچن کي رڙڪي رهيو هئو! زندگي پنهنجي پاڻ کي ۽ چڪيندڙ ۽ چباڙيندڙ- ڏاڻنا سار هئو!؟

"سڀ ڪجهه...... جيڪو به جاندار آهي ۽ جيڪو به بي جان آهي.... وقت جي بي رحم رڻ پٽ ۾ هلي هلي، ٿڪي ٽڪي، هَجي هجي فَنا جي برفباري ۽ ڏنڌ ۾ گم پيو ٿئي!" عماد ڳالهايو هئو.

"Sir! Matter matters!" انس تبصرو ڪيو.

*

سڄي رات به ننڊ، جاڳ ۽ اتاولائيءَ ۾ گذارڻ کان پوءِ عصر مهل عماد جي اک کُلي ته هن کي مٿي ۽ سڄي جسم ۾ سخت سور هئو. هن پنهنجي جسم کي گرم محسوس ڪيو. ننڊ جي Patches ۾ هن کي مسلسل زارا نظر ايندي رهي هُئي هو مسلسل ساٽس بيچ تي، سمنڊ جي ڦيڻ ۽ پاڻيءَ منجهه گهمي رهيو هئو. ٻئي ڄڻا پيرن اگهاڙا جينز جا پانچا مٿي ڪري پاڻيءَ ۾ پير پُسائيندا رهيا هئا. زارا پنهنجي گوري Complexion، خماريل اکين ۽ تراشيل

پرن سان هميشہ جيان هن سان گڏ هئي. ان سان گڏ هن ڪافي ڀيا خوفناڪ خواب بہ ڏٺا جن جو مطلب سمجھہ کان ٻاهر هئو.

هن سائيڊ ٽيبل جي خاني مان ٿرما ميٽر ڪڍيو ۽ زبان هيٺان رکي ٽيمپريچر چيڪ ڪيو. جيڪو 105 هئو. هو ڇڻ ٻرندڙ ڪوئلي جيان ڏکي رهيو هئو هن جي اکين تي ڪيپ چڙهيل هئا.

ڪالهہ شام کان هُو جنهن درد جي غمناڪ ۽ عميق درياءَ ۾ ٿاڦوڙا کائي رهيو هئو. جنهن Stroke واري ڪيفيت ۾ هئو. تنهن ۾ ويتر اضافو آيو هئو. ٿڙندي ٿاٻڙندي هو واش روم ڏانهن ويو تہ هن کي اوڪارا اچڻ لڳا پر پيٽ خالي هجڻ ڪري الٽي نہ آئي. هُن آرسيءَ ۾ پنهنجو چهرو ڏٺو تہ هن کي عجب لڳو. هن جي اکين جا ڏورا گلابي هئا. ۽ اُهي سُڄيل هيون. گذريل چوويهن ڪلاڪن کان هن ماني جو ٻور نہ کاڌو هُئو. هن جي ڊنر لاءِ اُنس پنهنجي گهران جيڪو ڪجهہ بہ کڻي آيو هو سو ڊائننگ ٽيبل تي ان ئي حالت ۾ پيو هئو. جنهن حالت ۾ هن آندو هئو.

عماد ڪمري مان نڪري بالڪنيءَ ۾ آيو تہ هن کي سيءُ لڳو. هن واپس اچي الماريءَ مان گرم شال ڪڍي، پنهنجن ڪُلهن تي وڌي ۽ ٻيهر اچي بالڪني ۾ بيٺو. پري پري تائين بلب ٽمڪي رهيا هئا. ٻاڪ ڦُٽي رهي هئي. ڪجهہ پريان بجلي جون تارون هيون، جن تي شامن جو ابابيلن جا ولر اچي ويهندا هئا شهر جي آسمان تي ڏنڌ ڇانيل هئي. گهر، گهٽيون، رستا سڀ ڪجهہ مينهن جي وسڪاري ڌوئي ڇڏيا هئا. پر هن جي اندر مان غم جو غبار گهٽ نہ ٿيو هئو. عماد کي محسوس ٿيو تہ اندر ۾ گرجندڙ زهر آلود فضا، جَهڪون ۽ طوفان هن جي وجود کي نهوڙي رهيا هئا. هو اتي بيهي نہ سگهيو ۽ وري اچي بيڊ تي ليٽيو.

*

چوويهہ ڪلاڪ گذري ويا هئا. ڪلهہ هن ئي وقت زارا جيت مار دوا پيتي هئي. انهن چوويهن ڪلاڪن عماد کان گهڻو ڪجهہ ڦريو هئو. زارا جو وجود، هن جا خيال، هن جون بي پناهہ محبتون ۽ عماد جي خوداعتمادي پڻ.

هن کي لڳو زارا جو موت نہ ٿيو هو هن جي جسم جو ڪو عضوو هن کان ڇڄي جدا ٿي ويو هئو.

حالانڪِ هن زارا سان محبت ٿي ڪئي، پر هن کي محسوس ٿيو تہ ڪافي حد تائين زارا لاءِ هن جو رويو بہ زارا جي ماٽن جهڙو بلڪ ڪنهن Spine Less ماڻهوءَ وارو ٿي تہ رهيو هئو..... 'تہ ڇا محبتون بہ مفادپرستيءَ جي لبادي ۾ ويڙهيل هونديون آهن.!؟' هن کي محسوس ٿيو تہ محبتون بہ پنهنجيءَ ٻيءَ معنيٰ ۾ مفاد پرستي ئي هجن ٿيون. عماد سوچي رهيو هئو.

دنيا جو ڪوبہ سَڱُ بنان ڪنهن مفاد جي ٿي ئي نٿو سگهي! هن سوچيو: زارا، جنهن هن کي سڀ ڪجهہ ڏنو هئو. پنهنجو خوبصورت جسم، نوجوان جذبا، محبتن جا ڍير، ٽهڪ، ولولو اُمنگ، ڇهل پهل ۽ خوشي پر تہ بہ هن جو رويو زارا سان مفادپرستيءَ وارو ٿي رهيو هئو.



زارا جي جيت مار دوا پي آپگهات ڪرڻ واري خبر، سِول هاسپيٽل جي ايمرجنسي وارڊ ٻاهران هن کي فون ڪري تبو ٻڌائي هئي. خبر پوڻ کان پوءِ هن اَن ئي مهل اسپتال ۾ ڪم ڪندڙ سندس ڪن ويجهن ڊاڪٽر دوستن کي، اتي پهچي زارا جي بچائڻ لاءِ فون ڪيا هئا ۽ پاڻ بہ اتي پهتو هئو جتي هڪ روم ۾ زارا پنهنجي زندگيءَ جا آخري پساهہ کڻي رهي هئي، ڊيوٽي تي موجود ڊاڪٽر ۽ هن جا آيل ڊاڪٽر دوستَ، زارا جي زندگي بچائڻ جي ڪوشش ۾ رُڌل هُئا. هن کي ڏسندي ئي سندس هڪ دوست ڊاڪٽر هن کي چيو هئو: "Mr. Ammad,it is too late!...." تہ عماد جي پيرن هيٺان زمين نڪري ويئي هئي. هن کي اکين اڳيان اوندهہ جو جهٽڪو محسوس ٿيو.

زارا جي ماءُ ۽ تبو ڪمري کان ٻاهر روئي رهيو هيون ۽ ڪمري ۾ سندس گهر جا ڪجهہ ڇوڪرا اُباڻڪا بيٺا هئا. زارا جي گهر جي مردن مان، اتي ان وقت ڪوبہ موجود ڪونہ هئو. اهي شايد سندن، عهدن ۽ وقار جي ڪري يا وري پنهنجي سيلفش رويي جي ڪري اُتي نہ پُهتا هئا.

جيت مار دوا جي اثر ڪري، زارا جي 'Spinal nerve cord' ۽ دماغ کي نقصان پُهتو هئو. ان ڪري رکي رکي هن کي Fits پئجي رهيا هُئا. ان کان

ڦڦڙن مان ڪافي الٽيون ڪيون هيون، پر ان مان ڪو فائدو نہ ٿيو هئو. گهر کان اسپتال تائين پهچڻ ۾ گهڻو ٽائيم گذرڻ ڪري، زهر هن جي جسم کي وڪوڙي چُڪو هئو ۽ ان وقت تائين هن جو سينسري سسٽم اسي سيڪڙو فيل ٿي چُڪو هئو.

عماد جڏهن زارا کي سَڏ ڪيا، تہ هن لحمي لاءِ زهر جي اثر ۾ وَرتل ڳوڙهن ڀڙل غمگين اکيون کوليون ۽ چپَ چوريا تہ عماد کي محسوس ٿيو زارا هن کي بہ سُڃاڻي نہ سگهي هئي!

"امي!.... او امي....! مان بچي.... ويندس نہ؟" هن جو جسم ڀڳهريل، ڪپڙا چڳڙ ٿيل، اکيون پٽيل هيون ۽ هوءَ ڪافي تڪليف مان ڳالهائي رهي هئي.

"امي...! ڊاڪٽرن کي چئو... مون کي بچائين.... عماد..... منهنجو..... عماد.... انتظار.... ڪندو...!" هن جي چپن مان نڪرندڙ ٽٽل لفظن جي لڙي داٽو داٽو پنهنجي زندگيءَ جي خيرات پئي گهري!

"امي....! ڊاڪٽرن.... کي.... چئو!" 'منهنجو.... عماد....!' هن سڏڪو پريو هُوءَ غنودگيءَ ۾ هئي. زارا کي جڻ سندس ڪيل غلطيءَ جو احساس ٿي چُڪو هئو. هن جون ڳوڙهن سان ڀريل اکيون بند ٿيڻ لڳيون هيون. ان بعد هن جا چپ بنان لفظن جي چُرپ ۽ ڪنبي رهيا هئا وقفي وقفي سان هن جو جسم رَڦي رهيو هئو. زهر هن جي گلابي چپن کي واڱڻائي رنگي ڇڏيو هئو. عماد کي ان وقت محسوس ٿيو تہ ڪجهہ ڪلاڪ ڄا گذريا هئا، زارا ۽ هن جي وچ ۾ پهاڙن جيڏا مفاصلا سمائجي ويا هئا. الائجي ڇو زارا بنهہ بدلجي ويئي هئي....؟ اُها زارا جنهن سڄي رات هن سان فون تي ڳالهيون ڪيون هيون، سا هاڻ هن کان صدين جيڏن فاصلن تي ويٺي هئي. موت جي وادين ۾ هُوءَ قدم قدم وِک وڌي رهي هئي. *يم ديوتا هن کي ڪاري پاڏي تي چاڙهي پاتالن ڏانهن وٺي رهيو هئو!

---

* يم ديوتا: هندومت ۾ موت جو ديوتا.

عماد کي ان وقت محسوس ٿيو تہ زندگي دراصل بيوفائي ۽ موت وفاداريءَ جو بيو نالو آهي.

ماڻهو جڏهن اجا جمي نٿو تہ موت جي پاڪر ۾ آهي ۽ وري جڏهن وجود ۾ اچي ڪجهہ وقت لاءِ زندگي ماڻي ٿو تہ بہ ڪئين خطرن ۾ گهيريل آهي. زندگي موت جي ڪک مان جنم وٺي ٿي ۽ وري واپس موت ڏانهن موٽي ٿي. موت خدا جيان ازلي ابدي، وفادار ۽ سگهارو آهي! موت اعليٰ ۽ اتم آهي. موت تخليقي ۽ لازوال آهي. موت دنيا تخليق ڪئي آهي. موت خدا ۽ شيطان جا تصور ڏنا. موت جنت ۽ جهنم جو وجود وڌو موت چڱائي ۽ برائيءَ کي پيدا ڪيو ۽ موت ماڻهوءَ کي تخليقي اوج ڏني! موت سمورن ديوتائن ۽ ديوين جو سرواڻ آهي!

ڪجهہ دير بعد ڊاڪٽرن زارا جي طبعي موت جي تصديق ڪئي تہ ڪمري ۾ عورتن ۽ ڇوڪرن ۾ روڄ راڙو وڌي ويو هُئو. اُلٽين ۽ زهر جي اثر جي ڪري زارا جو مُنهن سُڄي ۽ ٽوٽڙجي ويو هئو جنهن ڪري ڪافي پوائنٽو لڳي رهيو هئو. هن جا چپ ڪاسني رنگجي ويا هئا. هن جي چمڙيءَ جو رنگ نيراڻ مائل ٿي ويو هئو. هن جي ڳچيءَ تي نيرا نشان ۽ ڏبڪ پئجي ويا هُئا. موت هن جي چهري تي دنيا کان جُدائيءَ ۽ دک جا اداس ۽ اجنبي پيرا مُهرن جي صورت ۾ هٽي ڇڏيا هئا. ان سوڳوار موسم ۾ عماد کي محسوس ٿيو تہ زارا کي اجا جُبا پاتل فرشتا زبردستيءَ آسمانن ڏانهن کڻي اڏامي وڃي رهيا هُئا ۽ هوءَ غمگين ۽ دکايل چهري سان عماد کي هٿ لوڏي الوداع ڪري رهي هئي!

*

زارا جي لاش کي جڏهن اسٽريچر تي کڻي ايمبولينس ڏانهن نيو پئي ويو تہ عماد هاسپيٽل ٻاهران لان پرسان پٽ تي مُنهن رکي روئي رهيو هئو ۽ هن جا بہ ڊاڪٽر دوست هن کي دلاسو ڏيئي رهيا هُئا. ڪجهہ ئي دير بعد هن کي سندس ڪلهي تي هٿ محسوس ٿيو. هن ڏٺو اها زارا جي ڏکويل ڳوڙهن پريل اکين سان ماءُ هئي ۽ ان پرسان تبو بيٺي هئي. لڳو ٿي تبو ئي هن کي وٺي آئي هئي.

"پٽ! مون کي سڀ خبر هئي تہ زارا توکان سواءِ ٻئي ڪنهن کي پسند نٿي ڪيو..... اڪثر هوءَ گهر ۾ مونسان وڙهي تو ڏانهن هلي ويندي هئي تہ مان ڪجهہ بہ نہ ڪري سگهندي هئس. ڪنهن مرد ماڻهوءَ کي ٻڌائڻ بہ چڱي ڳالهہ نہ هئي. زارا جون سوچون هميشہ مختلف رهيون. هن ڪڏهن بہ ڪنهن جي ڳالهہ نہ مڃي. هن ڪڏهن منهنجي بہ نہ ٻڌي.... هن سڀ ڪجهہ اُهو ئي ڪيو جيڪو هن کي وڻيو... هوءَ دنيا ۾ ڪو اتاڳو روح هئو." هن سُڏڪو پريو ۽ رَئي سان اکيون اگهيون.

"هاڻ جيڪو الله کي منظور هئو سو ٿيو.... شايد منهنجي مسڪين زارا جي اها ئي قسمت هئي. ڪنهن جو بہ ڏوهہ ناهي..... ائين ئي ٿيڻو هئو. بس...... پُٽ. هاڻ اسان جي عزت جو خيال ڪجان!" هن چيو ۽ هلندي وڃي ايمبولنيس ۾ ويٺي.

"زارا توهان جي چاهت ۾ جان ڏئي ڇڏي!" تبو جي اداس اکين ۾ لڙڪ هئا. ويندي ويندي هن سڏڪو پريو ۽ تڪڙي ايمبولنيس ڏانهن وڌي ويئي.

*

ڪافي سوجهرو ٿي ويو هئو. عماد ڪمري مان هلندو ڪِچن ۾ آيو. ڏڪندڙ هٿن سان ڪافي مِڪسر ۾ هن پنهجي لاءِ هڪڙو ڪافيءَ جو مگ ناهيو ۽ اهو کڻي اچي لائونج ۾ ويٺو. بخار جون گوريون پاڻيءَ سان ورتيون ۽ ڪافيءَ جا سِپَ پرڻ لڳو.

اسپتال جي ڪمري ۾ پيل زارا جي موت کان پوءِ ڪومائجي ويل چهرو ذري ذري هن اڳيان اچي هن کان ڪي سوال ڪري رهيو هئو ۽ تبو جا چيل لفظ بہ مسلسل هن جو اندر روڙي رهيا هئا. هن کي ياد آيو هڪ ڀيري زارا هن کي چيو هو:

"عماد مان ڇا ڪريان؟..... مون کي ٻڌاءِ مان ڪيڏانهن وڃان؟ مان سيف سان شادي نٿي ڪري سگهان ۽ مان تنهنجي بغير زندگي نٿي گذاري سگهان....! You know منهنجي شادي تہ تو سان ٿي چُڪي آهي! مان ان ڪري پنهنجو نَڪُ بہ ٽوپائي ڇڏيو آهي ۽.... ۽ اهو جيڪڏهن ممڪن

"Without you.... I will commit suicide, you know, the only کونهي تہ solution of all problems between both of us!"

"Oh my God!" عماد جي رڙ نڪري ويئي، تہ هيءَ ڇوڪري ان عمل لاءِ ڪافي عرصي کان پنهنجو پاڻ کي تيار ڪري رهي هُئي؟! پر هن آخري لحمن تائين ان ڳالهہ جو مون سان صاف ذڪر نہ ڪيو هو..... شايد هن مون کي پريشان نٿي ڪرڻ چاهيو!

"منهنجو عشق پڪي وَهيءَ وارو هئو پر هوءَ تہ پنهنجي Teens ۾ هئي نا!..... زارا تو ڪيڏي نہ تڪڙ ڪئي!...." هن جي بخار ۾ ٻرندڙ ڇپن مان نڪتو.

"زارا تو اهو چڱو نہ ڪيو." هو پڙڪندو رهيو. شايد هن پاڻ کي بيڏوهي قرار ڏيڻ لاءِ يا مطمئن ڪرڻ لاءِ اهو سڀ ڪجهہ ٿي سوچيو؟

هڪ ڀيري زارا هن کي ٻڌايو هئو تہ: 'اڄ مون پنهنجا ڪپڙا اِستري پئي ڪيا تہ تنهنجو فون اچي ويو. فون اٽينڊ ڪرڻ مهل استري چولي تي ئي رهجي ويئي. واپس آيس تہ آئرن اسٽئنڊ تي دونهان نڪري رهيا هئا ۽ چولي تي دل جهڙو نشان ٺهي ويو هئو.'

"ان قميص کي فريم ڪرائي رک. جڏهن شادي ڪرين تہ گهر جي لائونج ۾ هڻي ڇڏجانءِ منهنجي ياد ايندي رهندءِ" عماد کِلندي چيو هئس.

"توکي وسارڻ هاڻ ممڪن ئي نہ رهيو آهي عماد سائين. منهنجي سِرَجا سائين....! ۽ ها..... شادي تہ منهنجي توسان ٿي چڪي آهي... هاڻ ٻي وري ڪهڙي شادي ڪنديس؟! هونئن.... باءِ دَ وَي منهنجي ڏاڍي مهانگي سوٽ جو خانو خراب ٿي ويو!" زارا چيو هئس.

"ڪائي ڳالهہ ڪانهي پارڪ ٽاور هلنداسون تہ ٻہ ٽي سٺا سوٽ وٺي ڇڏجانءِ!" عماد چيو هئس.

"۽ ٻڌ. ڪلهہ بابا آيو هئو ان مهل مون کي تنهنجي سڪ لڳي تہ خبر اٿئي مون هڪڙو ڇَرين جهڙو ڪم ڪيو. بيگ ۾ لڪائي رکيل تنهنجو هڪڙو وڳو جنهن مان تنهنجي جسم ۽ پگهر جي خوشبوءِ ايندي آهي. مون ان کي ڀاڪر پاتا هئا. مون کي هاڻ ڇَريو نہ سمجهجان اهو سڀ ڪجهہ توسان محبت جي ڪري ٿيو جان!"

پنهنجي پيري ڳالهيون ڪندي زارا، عماد کي ٻڌايو هو: "عماد جان، اڄ منجهند ڪان وٺي مون پنهنجو ڪمرو بند ڪري C.D تي گانا هڻي ڊانس ڪيو آهي! مان ادا وڏي جي شاديءَ ۾ نچي هئس ته سڄي راڄ، سيني چوڪرين ڪان وڏيڪ مون کي داد ڏنو هئو. گانو ڪهڙو هئو...؟ ها! هن ڪجهه سوچيو ڪويتا ڪرشنا مورتي جو ڳايل:

'دِل ڪا ڪيا ڪرين صاحب، هم اسي پہ مرتي هين!' هوءَ سُر سان ڳائي ۽ کِلي رهي هئي. سچ مون وٽ مووي پيئي آهي ڏسجان!"

"زارا تنهنجو ته آواز به ڏاڍو خوبصورت آهي!" عماد ڳالهايو.

"Amad, I want to perform in T.V dramas... I want to invent myself ..... مان پنهنجي شخصيت کي ضايع ڪرڻ نٿي چاهيان پر فيملي بيڪ گرائونڊ جي اثر ۾ دبجي بي رنگ ٿي ويئي آهيان. هڪ ڀيري خيال آيم ته ٽي ويءَ تي خبرون پڙهان، جنهن لاءِ چينل وارن آفر به ڪئي پر ادا وڏي جي مسنتريءَ جو خيال ايندي ئي چپ ٿي ٿي ويجان!؟ گهر وارن به منع ڪيو ته... ماٺهو ڇا چوندا؟"

"عماد، ٿاٽي بولا خان ۾ هندن جي شاديءَ ۾ مون Skin-tight بليڪ جينز ۽ ان مٿان ڇاريدار هيڊي رنگ جي شرٽ پاتي ته امان ناراض ٿي پئي هئي. مان پنهنجي ڪمري مان تيار ٿي اچي هيٺ ڪار ۾ ويٺي هئس؛ ڊرائيور جي منهن تي ته امي ڪجهه به نه چيو رڳو اکيون ڦوتاري ڏنائين؛ بهرحال شاديءَ ۾ چيائين: 'ڇوڪري، تون اسان جي خاندان جي عزت کي جتي ڪٿي رولیندي وتين!' ته منهنجي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا هُئا. ڪاوڙ ۾ مون اُتي ماني به نه کاڌي هئي!"

زارا انهن ماٺهن مان هئي، جن جي اندرَ ۾ گل گُئونچ ٽڙيل هوندا آهن: گلن جي پنکڙين جهڙي ڪوملتا ۽ خوشبوئون پريل هونديون آهن. هن سوچيو هُوءَ ايتري حساس هئي؛ اهو هن کي ڪڏهن خيال ئي نه آيو هئو.

عماد کي محسوس ٿيو ته هُن جي اُتساهه يقين ۽ خود اعتماديءَ جو پيڙو تيز برسات ۽ سامونڊي طوفان ۾ ٽُٽي ٽُڪرا ٿي پيو هئو! ۽ هن کي اهو به محسوس ٿيو ته ماڻهو ماڻهوءَ سان ايترو ويجهو رهندي به ان کي سمجهي نٿو سگهي!

عجيب ڇوڪري هئي. بلڪل پنهنجي خيالن واري... عماد کي وري ياد آيو. هڪ ڀيري هُو ٻيئي ويڪ اينڊ تي چائينز فوڊ پوائنٽ تي ويٺا پران اين مشروم سُوپ پِي رهيا هئا ته عماد جي ڪنهن ڳالهه تي ناراض ٿي زارا رڙ ڪئي هئي ۽ سوپ جو شاهي بائول کڻي چيو هو: 'مان تنهنجي مٿان هي سڄو سوپ جو بائول نه هاريان ته' ۽ عماد هڪدم ڪرسيءَ تان اٿي بيهي رهيو هو هن جي گوڏن تي رکيل سفيد رومال هيٺ ڪارپيٽ تي ڪري پيو هئو ۽ چمچو هن جي هٿ ۾ هو.

'اوهه منهنجو ٽوپيس..... ۽ خوبصورت ٽاءِ' عماد رڙ ڪئي هئي ته پرسان ويٺل فيمليز هنن ڏانهن نهارڻ لڳيون هيون.

هن کي ياد آيو گرمين ۾ هڪ ڀيري هُو ڪنهن هوٽل ۾ ويٺا جُوس پي رهيا هئا. ته زارا گلاس مان برف جو ڪيوب کڻي وات ۾ وڌو هو ۽ ٺڪ ٺڪ ڪري ٻه... ٻه ڪرڻ لڳي هئي. 'اهو ڇا آهي... ٻارن جيان ٻه..... ٻه 'ڪني، نه ڪر ائين' عماد چيو هو.

'مون کي برف وڻندي آهي...' زارا چيو هو.

'توهان کي آئيس ڪريم به وڻندي آهي... توهان اُها کائي سگهو ٿا.' عماد چيو هئس ته هُو ٻيئي کلڻ لڳا هئا.



[21]

# آجا تيري سيني مين سانس سانس پگهلون مين

جنوريءَ جو افق ڪرمچي رنگ جو هئو سيءَ سموري ماحول کي ڄمائي يخ ڪري ۽ واڱڻائي رنگي چڏيو هُئو!

ربيعا ان ڏينهن بليو جينز ۽ وائيٽ قميص مٿان گوز ڪرافٽ بڪر، بيبي پنڪ ڪلر جي وولن ڪيپ ۽ پيرن ۾ لائيٽ بليوڪلر جي پامپي پاتي هئي. پنهنجي ڳاڙهي رنگ جي زيروميٽر Vitz پارڪنگ لاٽ ۾ بيهاري ۽ لفٽ ۾ چڙهي مال جي فورٿ فلور تي ٺهيل فوڊ ڪورٽ ۾ آئي جتي عماد اڳي ئي هن جو انتظار ڪري رهيو هئو.

پاڻ سان آندل شاپرس کولي هن سڀ کان پهرين هڪ ڏکهي ٽاريءَ ۾ ٻن ساون پنن مٿان ريڊ بلڊ گلاب ۽ پوءِ عماد جي پسند جِي برانڊ جي پرفيوم هن کي گفٽ ڏني ۽ مسڪرايو.

"اوهان اهائي پرفيوم هٽندا آهيو نہ؟" ربيعا پڇيو تہ عماد مسڪرايو ۽ هن جي مهرباني مڃي.

هڪ شاهي گلاس مان هڪڙي ئي اسٽڪ مان هُو ٻيئي اسٽرابيري شيڪ پيئندي ڳالهائي رهيا هئا تہ اوچتو ربيعا رڙڪئي:

"اڙي ها! پنهنجي ٻانهن تہ ڏيو." هن پنهنجي بليڪ ليدر پرس جي زپ کولي ڪجهہ دير تائين اهو ڦولهيو جنهن ۾ هن جو سيل فون، سندس ستاويهن سالگرهہ تي عماد طرفان گفٽ ڪيل گولڊ پئليٽيڊ شيل سان لپ۔اسٽڪ ۽

پيون شيون پيل هونديون هيون. هن سائي رنگ جي اگڙيءَ ۾ ٻڌل 'امام ضامن' ڪڍيو عماد جي قميص جي ڪف جو بٽڻ کوليو. عماد ڪوٽ لاهي ڪرسيءَ مٿان رکيو تہ ربيعا هن جي قميص جي ٻانهن مٿي سِرڪائي پنهنجي نرم هٿن جي ڇُهاءَ سان ڏونري تي 'امام ضامن' ٻڌو ۽ چيو: 'الله جي امان ۾.'

اهڙيءَ حجت سان امام ضامن ٻڌڻ عماد کي سُٺو لڳو. ۽ هو هن جي پورين اکين ۾ نهاريندو مسڪرائيندو سِپ_سِپ اسٽرابيري شيڪ پيئندو رهيو. هن جي مسڪرائيندڙ اکين مان بي انتها پيار ۽ جسم مان رابيلن جي خوشبوءَ ٽي ڇٽي.

رات ٿي ربيعا هن کي فون ڪيو هئو:

هُلو و وو..... جان! ڪهڙا ڙا ڙاڙا حال ل ل ل آئو وَ وَوَ؟...... ڪاٽي پيا يا يا يا گهمو مو مو مو..... ڦرو رو رو رو؟" هن ڏار ۾ مذاق مان پڇيو هو.

"جي ياں چا پيا چئو؟"

"ڪجهہ جهہ جهہ جهہ نٿي چوان وان وان وان..... پڇان ڇان ڇان ڇان ٿي ي ي ي."

"ڇا ٿا پڇو؟"

"پڇان ٿي تہ سُڀاڻ ڊيٽ تي ڪهڙا ڪپڙا پائيندئو؟... ۽ مان ڇا پايان؟"

"جينز ۽ وائيٽ شرٽ اوهان تي وڌيڪ سوٽ ٿِي ڪري"

"آڇا، هيل پايان؟"

"پلي" عماد چيو هئو.

"پرفيوم ڪهڙي هڻندئو؟"

"اهائي ازاروجي رينج مان ڪائي."

"۽ سوٽ ڪهڙو پائيندئو؟"

"ڊارڪ بليو ڊريس پئنٽ، ڪوٽ ۽ آڪسفورڊين اسٽائيل بليڪ بوٽ.......OK؟"

"OK جان!" ربيعا چيو هئو.

پوءِ ڪجهه دير تائين هُو ’Cinemex‘ ۾ لڳل نئين فلم ڏسڻ بابت ڳالهائيندا رهيا هُئا.

*

شيڪ مان سِپ پريندي رُوميسا جو فون آيو هئو... عمير کي سخت بخار هئو. ڪيس ڊاڪٽر کي ڏيکارڻو هئو.

هن روميسا!.... سان ڪنهن ضروري ميٽنگ ۾ هجڻ ۽ گهر تائين پهچندي پهچندي ٽي. ڪلاڪ لڳي وڃڻ جو ڪوڙ ڳالهايو هئو!

*

اي ٽي. آر جي اُڏام سرمائي ۽ گيڙو ڪڪرين کي چيريندي هُنن کي وچي مُهاڻن جي وستيءَ ۾ لاٿو هو. ايئرپورٽ تان عماد جي هڪڙي ڪانٽريڪٽر حمل بلوچ جي بليڪ لينڊ ڪروزر هنن کي ڪٽي شهر جي پڳل رستن تان ٽيندي، پاڪ-چين فرينڊشپ مانيومينٽ پرسان لنگهندي، بندرگاهه کان ٽيندي، ور وَڪڙ کائيندي ڪوهِ-باتيل جي چڙهائي چڙهڻ لڳي. گاڏيءَ ۾ ان وقت غلام عليءَ جو ڳايل غزل هلي رهيو هئو:

هم تمهين ايسي پلادين گي، تم آئو تو سهي!
هوش ڪانام پُلا دين گي، تم آئو تو سهي!

هوٽل جي ڪائونٽر جي پويان پٽ ۾ لڳل شاهي ڪيورم ۾ بليولائيٽ جي ڪرٽن ترندڙ سونهري ۽ سلور ’گولڊفش‘ ۽ ’’آسڪر‘ کي وڏيڪ خوبصورت بڻائي ڇڏيو هئو. پٽين تي لڳل اورينٽل پينٽنگس ربيعا جو ڌيان ڇڪايو.

ڪائونٽر تي بڪنگ مهل عماد ڪارڊ تي ربيعا کي پنهنجي وائيف جو درجو عَطا ڪيو ته هن جي خوشيءَ جي انتها نه رهي. لفٽ ۾ چڙهي ڪمري تائين پهچڻ واري وقفي ۾ ربيعا مسلسل مسلسل عماد جي اکين ۾ نهاريندي رهي ۽ هن جي چپن مان لفظ نڪتا ’love you, my hubby!‘.

---

* گولڊفش: آرنا مينٽل مڇي.
** آسڪر: آرنامينٽل مڇي جو هڪ ٻيو قسم

مسڪرائڻ مهل هن جي خوبصورت ڏندن جي قطار ڏاڍي سُهڻي لڳي رهي هُئي. عماد هن جي پوُرين اکين ۾ ڏٺو.

ڪمري جي دريءَ مان بندرگاهه تي بيٺل هُڙن، ٻيڙن ۽ چائناجي بحري جهاز مٿان اڇا ڪڪر، ۽ سمنڊ پرسان *مڊ والڪينو مان ٺهيل پهاڙ ڊائنا سارس جيان ڪنڌ ڪڍيو ڪنهن شڪار جي انتظار ۾ بيٺا هُئا.

روم ريفريجريٽر چاڪليٽن، جوس ۽ سافٽ ڊرنڪس سان ڏٽيل هُئو. گاڏيءَ مان لٿل سامان ۾ هارڊ ڊرنڪس به شامل هئا. عماد بوتل کولي ٻه گلاس ڀريا. ربيعا واش روم مان چينج ڪري بليڪ نائيٽي پائي آئي.

هُنن ٻه ٻه گلاس خالي ڪيا، لنچ ڪئي ۽ پوءِ سمهي رهيا.

شام جو گوراب بيچ سن-سيٽ تي سمنڊ جي سيني ۾ ٻڏندڙ سج جو نظارو ڪندي يخ هوا ۾ هُنن ٻنهي جانڪ ڳاڙها تي ويا. پهاڙي مِٽيءَ جي ڪاڏ ۽ سمنڊ جي اُونهي ڪناري واري ايڊوانچريس نظاري کان ربيعا ڏاڍي Excited هُئي. هُوءَ انهن ڇوڪرين مان هُئي جيڪي زندگيءَ کي بس زندگي سمجهي ئي واپرائينديون آهن ۽ پنهنجي قسمت تي نازان هونديون آهن.

*

هوريان هوريان عماد جي دل ۽ روح مٿان زارا جي يادگيرين جا ڦٽ ۽ ڪڙيون ٻڏجي رهيون هيون پر هُن محسوس ڪيو ته هو نه رڳو خود-غرض پر هڪڙو ظالم شخص هئو! زندگي ماڻهوءَ جي پٺيءَ ۾ خنجر جيان ڪتل هُئي! محبت خود هڪڙو ظالم آجهل ۽ خود غرض جذبو هئو. محبت جي موجودگي ماڻهوءَ کي خود-غرضي سيکاري ٿي. عماد جي زندگيءَ ۾ ربيعا جي موجودگي زارا جي يادگيريءَ جا ڦٽ ڇتائڻ ۾ وڏي مدد ڪري رهي هئي.

سينٽرلي هيٽيڊ ڪمري ۾ هو ٻئي ٻيهر گلاس خالي ڪري رَهيا هُئا بيڊ تي ربيعا پهرين هڪ هڪ ڪري عماد جا پير ڪٽي واري واري سان انهن کي چُميو پوءِ انهن کي چيچ، ٻاچ ۽ وچئين آڱر سان زور ڏيڻ لڳي. جنهن

---

* مڊ والڪينو: (Mud Volcano) مِٽي، پاڻي ۽ گئسن جي ڪيميائي عمل سان صديون اڳ سمنڊ مان نڪتل لاوي جهڙو مواد.

عماد جي جسم ۾ جڻ مچ مچائي ڇڏيو. زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو هن کي محسوس ٿيو تہ نہ رڳو عورت پر مرد بہ هڪڙي ساز جيان آهي. جيڪڏهن ٻنهي کي معلوم ٿي وڃي تہ انهن جون تارون ۽ ٻنڻ ڪٿي آهن تہ پوءِ ٻنهي جي زندگي هڪڙي شاهي سُرود ۾ تبديل ٿي وڃي ٿي.

ان وقت ربيعا عماد جي ڇاتيءَ تي پنهنجو مٿو رکي سُتل هُئي، هن جا اسٽريڪنگ ڪيل سونهري وار ڦهلجي عماد جي ڇهري تي پئجي رهيا هُئا. هن جي ماڪيءَ رنگ اکين ۾ بي انتها پيار جون ڇوليون ڇُلي رهيون هيون ۽ اهي جڻ رڙيون ۽ واڪا ڪري رهيون هيون. 'عماد جان!.... مون کي ولوڙي ڇڏ. مون کي نهوڙي ڇڏ. مون کي الوڙي ڇڏ..... مون کي پنهنجي اندر ۾ سمائي ڇڏ...، مون ۾ سمائجي وڃ. مون کي پنهنجي جسم مٿان چوغي جيان پائي ڇڏ. مون کي تار تار ڪري ڇڏ.... مون ۾ وسرام ڪر. مان اجايل ٻُٽ ڌرتي، منهنجي مٿان ڪڪر جيان وَسي وڃ. مون کي سيراب ڪري ڇڏ....!'

ان هوءَ وقت اونڌي ٿِي بيڊ تي سُتل هئي ۽ هن جي ٽنگن مٿان اڇي رنگ جي چادر پيل هُئي، هن جي پُٺي ۽ ڇيلهہ جي وچ مان وارن جي ٻُر شروع ٿي مٿي هلي ٿي ويئي، عماد جي جسم مان تڙڪات نڪري ويا!

ڪوهہ باتيل مٿان ٺهيل هوٽل جي شاندار ڪمري ۾ نرم بيڊ مٿان عماد ان وقت ها نيارا هٽي پهاڙ جي چوٽيءَ تي چڙهي رهيو هئو.... ڪجهہ دير بعد جڏهن هُنن جي ڏڳندڙ جسمن اندر مَڌ ـ والڪينو ٿڌي تي ڄمي ويئي ۽ عماد جڻ پنهنجيءَ فتح جو جهنڊو کوڙيو تہ ربيعا هن جي جسم تي پنهنجا نرم هَٿ ائين ڦيرڻ لڳي، جيئن ڳئون پنهنجي تازي ڄاول ڦر مٿان اور کي چٽيندي آهي. ٻنهي جي وجودن مان سرود ڦٽي رهيو هو:

سا......ري.......گا........ما........پا......ڌا.......ني........سا.
سا......ني.........ڌا..........پا.......ما.......گا......ري........سا.
ني...... سا ......گا.........ما........پا.......ڌا.........ني.........سا.
سا........ ني...... ڌا......... پا.........ما......گا.........ري........سا.

ربيعا جي ولوڙيل جسم جي ڪنهن ڪُنڊ پاسي مان ان وقت گگر ۽ آنبوس جي گڏيل مهڪ ڦٽي رهي هئي. گگر ۽ آنبوس! ڇا تہ قديم ۽

ڪلاسيڪل مهڪ هئي. ماٺهوءَ کي انجير ۽ انگورن جي باغن سان ڀريل خوابناڪ وادين ڏانهن وٺي ويندڙ خوشبوءِ!

بند اکين سان ربيعا پنهنجيون ٻانهون ڦهلائي عماد کي ڀاڪر پاتو ڪجهه دير بعد هن عماد کي چمڻ شروع ڪيو.

"تون ڪٿي هئين عماد جان!..... تون هيترو وقت ڪٿي هُئين؟..... 'My better half?!' " هن جي چپن مان نڪتو.

ان وقت عماد محسوس ڪيو ته: 'محبت نه رڳو ماٺهوءَ جي جسم جي پر روح جي به ڪائناتي ٽيوننگ آهي.'

صبح جو ننڊ مان اُٿي عماد شاور وٺڻ ويو ۽ ٽاول سان بت سڪائڻ چاهيو ته ربيعا واش روم ۾ هلي آئي.

"اهو ڪم منهنجو آهي، مون کي ڪرڻ ڏيو." هن عماد جي هٿ مان ٽاول وٺي سندس بت اگهڻ شروع ڪيو.



[22]

## اي دوست ذرا اور قريب رگ جان هو

موسم ڪافي ٿڌي هئي، منجهند جو وقت هئو. مان لنچ لاءِ اليڪٽرڪ اوون ۾ مڇي سيڪي رهي هيس. پنجيتاليهن منٽن ۾ مڇي تيار ٿيڻي هئي. ڪچن ۾ ڪرسي تي ويهي مان سوچي رهي هيس:

شادي کان پهرين مون عماد کي ڏٺو به نه هئو ايستائين جو هن جو فوٽو به نه ڏٺو هيم، ماڻٽن جڏهن منهنجو مڱڻو عماد سان ڪرايو ته مون ان کي ائين تسليم ڪيو جيئن خدا اڳيان سرِ تسليمِ- خم ڪبو آهي. خدا کان پوءِ منهنجو مجازي خدا هاڻ عماد هئو. ماءُ پيءُ جي فيصلي کي مون دل جان سان قبول ڪيو.

منهنجي هڪڙي ڪزن 'زرتاش' جيڪا هڪ نيوز چينل تي خبرون پڙهندي هئي. تنهن عماد کي اسانجي ڊرائنگ روم ۾ ڏٺو ته هن مون کي ٻڌايو: 'رُوميسا...تنهنجو مگيندو ڏاڍو سُهڻو ۽ وجيهه جوان آهي. نڪ ڏِگهو خوبصورت مڇون، چپ سنها، اکيون ڪاريون اٽس ۽ خبرائٽي ڪارين اکين وارا ماٺهو غير معمولي طرح سيڪسي هوندا آهن.' زرتاش مون کي چيڙايو.

'يار ڇا ته حَسين جوان آهي.... رُوميسا تون خوشنصيب آهين: جو سُهڻو گهوٽ مِليو اٿئي' زرتاش اهو سيڪجهه کلندي چيو هئو ته مون سمجهيو مذاق ٿي ڪري، ان وقت منهنجو ساهه ٻوساتجڻ لڳو هئو. پر مون

مشرقي ڇوڪريءَ جيان سوچيو: 'جيڪو منهنجي مائٽن جو فيصلو.... مان ڇا ٿي ڪري سگهان...؟ بابا، امان اڳيان سينو ساهڻ جو حوصلو نہ هئم!'

شاديءَ واري رات پرهہ ڦٽيءَ جو عماد جڏهن بوسڪيءَ جي سٽڻ قميص ۽ بوسڪيءَ جي پٽڪي ۾ هئو ۽ اسين ٻيئي لائون لهي رهيا هئاسون تہ مون آرسيءَ ۾ پهريون ڀيرو هن جو چهرو ڏٺو.... سچ تہ مان ان مهل ئي عماد تي عاشق ٿي پيئي هيس. مون کي 'زرتاش' جي لفظن تي اعتبار اچي ويو هئو. واقعي عماد وجيهہ مرد هئو. خوبصورت چهري ۽ اسٽائلن- ڪٽ مُڇن سان ڊگهي قد وارو مرد- ڏاوڻ ڏيڻ مهل منهنجي ڪابہ ڀيڻ هن جي قد ۽ ڇيڄ کي نہ پهچي سگهي هُئي. سڀ ٽپ ڏينديون رهجي ويون هيون. سڀ ڄڻيون عماد جي شخصيت کان مرعوب هيون.

گهر ڇڏڻ مهل مان جڏهن روئي رهي هيس تہ هو مون کي دلاسو ڏيئي رهيو هئو. هو بوسڪيءَ جي پٽڪي ۽ سوٽ ۾ منهنجي خوابن جو شهزادو لڳي رهيو هئو.

پهريان ٽي سال خبر ئي نہ پيئي تہ ڪيئين گذري ويا. هني مون لاءِ عماد مون کي ٻاهرئين ملڪ وٺي ويو. پئسفڪ سمنڊ جي پرسان نيوزي لينڊ جي ٻيٽن تي آبشارن، آتش فشائن، گليشيئرس ۽ ڪيوي جي ملڪ ۾. هائيڪنگ ڪرڻ وقت اڪثر عماد مٿي چڙهڻ لاءِ مون کي پنهنجي هٿ جو سهارو ڏيندو هئو. لهندي چڙهندي منهنجو هٿ پڪڙي منهنجي مدد ڪندو هئو.

جون جولاءِ جي غضبناڪ سرديءَ ۾ اسين رات جو جڏهن پنهنجي گرم ڪمري مان ٻاهر نڪري بالڪنيءَ ۾ اچي ٽمڪندڙ تارا ڏسڻ لڳندا هئاسون تہ هو پنهنجو ڪوٽ لاهي منهنجن ڪلهن تي وجهندو هو. ڪمري ۾ مان هن جي موڪري سيني ۾ پنهنجو چهرو لڪائي تحفظ جي احساس ۾ مسحور ٿي ويندي هُئس. مون کي دنيا جي هر اُها خوشي ميسر هئي، جيڪا مون شاديءَ کان اڳ سوچي هئي. وقت گذرڻ سان اسان کي ٻہ ٻار ٿي ويا، ڏاڍا ڪيوٽ، خوبرو ۽ ذهين. اسان جي زندگيءَ ۾ ڪجهہ بہ غلط نہ هئو. وقت سک سان پئي گذريو.

هڪ ڏينهن ڊور بيل وڳي. مون دروازو کوليو تہ سامهون 'زارا' هڪ ٽري جهليو بيٺي هئي. زارا اسان جي پاڙيسرڻ ڇوڪري هئي ۽ پندرهين نمبر ۾

رهندي هئي. انهن ڏينهن هوءَ مئٽرڪ ۾ پڙهي رهي هئي. هن جي زميندار پيءُ زارا جي ماءُ کان علاوه ٻي شادي به ڪئي هُئي. هُو سندس نئين زال سان ڪنهن ٻئي هنڌ رهندو هو. زارا جي ماءُ وٽ هفتي پندرهين ڏينهن ايندو هئو. منجهند جي ماني کائي ننڊ ڪري، عصر جي نماز پڙهي هليو ويندو هئو.

وقت گذرڻ سان زارا ۽ منهنجي دوستي ٿي ويئي. پر اُن بعد مون کي معلوم ٿيو ته عماد 'زارا' ۾ ۽ زارا عماد ۾ دلچسپي وٺي رهيا هئا. مون کي اهو معلوم ڪري ڪافي تڪليف پُهتي ته منهنجي نصيب جا ڪکر ڪنهن ٻئي مٿان ڇانو ڇپر ٿي جُهلي رهيا هُئا. منهنجا خواب ڪو ٻيو ڏسي رهيو هئو. مون لاءِ اهو سيڪجهه زبردست صدمي جيان هئو. مون کي بعد ۾ معلوم ٿيو ته هنن جو تعلق ڪافي وقت پهرين کان هئو. زارا جي ٿري ۾ برياني‌ءَ جي شاهي ڊش ۽ ٽرائفل جو بائول آڻڻ کان به ڪافي اڳ ۾. هاڻ منهنجي لاءِ ڪو به چارو نه هئو. سواءِ صبر ڪرڻ جي! مان هڪ مڪمل عورت هئس. اهو احساس مون عماد کي هڪ پيري واڪنگ ٽريڪ تي ڏياريو هئو.

مون محسوس ڪيو ته زارا ۽ عماد Dates هلڻ لڳا هئا. عماد اڪثر مون سان ڪوڙ به ڳالهائڻ لڳو هو جنهن ڳالهه مون کي ڪافي ڊسٽرب ڪيو مون کي هاڻ خوف رهڻ لڳو ته عماد زارا سان ٻي شادي ڪري سگهيو ٿي! زارا اسان جي گهر اچي عماد جي موجودگيءَ ۾ هاڻ ڪچن ۾ منهنجو هٿ ونڊائيندي هئي ۽ عماد مون کي ۽ هن کي jokes ٻڌائي کلائيندو رهندو هئو.

عماد جي شخصيت ۾ ڪو جادوئي اثر هئو. هو چمندي چام هئو. هن ۾ نه رڳو ليڊر هجڻ جو سموريون صلاحيتون هيون پر هڪڙي رعبدار مرد جا سڀ گڻ پڻ موجود هئا. مان هن سان شديد محبت ڪندي هئس پر ان جو ڪڏهن هن سان ذڪر ڪرڻ مناسب نه ڄاتم. مان شايد ڊنل هئس ته منهنجي اهڙي ذڪر سان اسان جا معاملا خراب ٿيندا؟

هڪ آرتوار تي زارا گهر ۾ موجود هئي. مان بريڪ فاسٽ جي لاءِ ايپل سينامن ٽوسٽ ۽ پوٽاٽو ڪٽلس ٺاهي رهي هئس ته عماد لطيفو ٻڌايو: 'هڪڙي پاڪستاني ليڊي اميريڪا گهمڻ ويئي. اتي هُو پهريون ڀيرو 'بار' ۾ ويئي ۽ وڃي هڪ ٽيبل تي ويٺي. ٿوري دير ۾ بارٽينڊر آيو ته هن جي ساڄي پاسي واري ٽيبل تي ويٺل همراهه آرڊر ڏنو:

'جيڪ ڊينيئل سنگل' (Jack Daniels, Single)

هن جي ڪابي پاسي واري ٽيبل تي ويٺل همراهہ آرڊر ڏنو:

'جاني واڪر سنگل' (Johnny Walker, Single)

بارٽينڊر عورت ڏانهن ڏنو ۽ پڇيائين: ۽ توهان ميڊم؟

عورت وراڻيو: 'فرزانہ ڪوثر، ميريڊ' (Farzana Kauser, Married)

ڏاڍو کِلياسون تہ وري ٻيو لطيفو ٻڌايائين.

هڪڙي ڇوڪري کي گرلز هاسٽل ۾ رسيپشنسٽ جي نوڪري مِلي.

ٻن مهينن کان پوءِ هاسٽل وارڊن هن کي سڏايو ۽ پڇيو:

"ڇو ڀلا تون ٻن مهينن کان پگهار کڻڻ نہ آيو آهين؟"

"اوه ماءِ گاڊ! تہ هتي پگهار پڻ ملندو آهي!" ڇوڪري حيران ٿيندي پڇيو.

اسين ٻيئي ۽ عماد کِلي کِلي کيرا ٿي پياسين تہ هن وري هڪڙو ٻيو لطيفو ٻڌايو: "زال ۽ مڙس جي جهڙي ۾ مڙس زال کي تنگ ڪرڻ لاءِ چيو: ان رات پارٽي ۾ منهنجي باس جي زال ڪيڏي نہ خوبصورت پئي لڳي. ان ڏينهن کان مسلسل مسلسل هوءَ منهنجن خوابن ۾ پئي اچي." مڙس زال کي ساڙڻ لاءِ چيو.

زال مڙس کان پڇيو "اڇا.... تہ اڪيلي ايندي هوندي!"

"هائو... پر توهان کي ڪئين خبر پئي؟"

"ڇو تہ تنهنجو باس وري هفتي کن کان وٺي منهنجن خوابن ۾ پيو اچي!" زال مسڪرائيندي جواب ڏنس.

عماد جيترو ٻاهران خوبرو مرد هئو اوترو ئي هن جو اندر بہ خوبصورت هو. هن جي پرسنلٽي Metrosexual* هُئي. هن جي ڪليڪشن ۾ براندبيد بوٽن، ڪپڙن ۽ پرفيومس جي هڪ وڏي رينج هئي.

لنچ ۾ مون برياني ۽ Shrimps ٿاهيا هئا. اسان سڀن هڪ ئي ڊائننگ ٽيبل تي ماني کاڌي ۽ بعد ۾ گڏجي آئيس ڪريم کائڻ وياسون. آئيس

---

* Metrosexual: اهڙو فيشن ايبل شخص جيڪو عورتن لاءِ رغبتِ جو سبب هجي.

ڪريم ڪائيندي اهو سڀ ڪجهه سوچي مان برداشت نہ ڪري سگهيس تہ منهنجي اکين ۾ پاڻي اچي ويو.

عماد کي پاڻ ڏانهن راغب ڪرڻ ۽ خوش رکڻ لاءِ مون سڀ حربا استعمال ڪيا:

مون Duplex تي گهڻو وڃڻ شروع ڪيو. هر مهيني ڊارڪ سرڪل ٿيراپي فيشل ۽ وارن جو ڪلر چينج ڪرڻ شروع ڪيو جاويد پائي ڪان ڪپڙن سبائڻ ۾ خاص خيال رکڻ لڳس- چهري ۽ هٿن تي لفٽ فائونڊيشن هڻائڻ شروع ڪيو وارن جا مختلف شيڊز ڪرائڻ شروع ڪيم. هڪ مهيني منهنجا وار برگنڊي چاڪليٽ ڪلر جا هوندا هئا تہ ٻئي مهيني بلانڊ شيڊز جا هوندا هئا. ڪڏهن چوڪو برائون تہ وري ڪڏهن ڪيرامل گولڊ يا ڊيپ هَني. عماد اهو سڀ ڪجهه ڏسي منهنجي ساراهہ تہ ڪندو هو پر بعد ۾ چوندو هئو: 'رُوميسا. تنهنجو جسم ڪيهہ جي پُوٽيءَ جهڙو سافٽ آهي. توکي خدا تعاليٰ واندڪائيءَ ۾ ويهي ٺاهيو آهي. تو وٽ جيڪا نيچرل بيوٽي آهي، ان سان ڪا عورت پڄي نٿي سگهي. تون حسن جي پري آهين. تون ڏاڍي خوبصورت آهين.'

'No doubt without make up you have gorgeous personality'

هڪ ڀيري اُنس روماسا جي سالگرهہ جي برياني کٽي آيو. تہ مون کي ڏسندي ئي چوڻ لڳو:

How gracile are you dear Anty! سچ تہ سموري اپارٽمينٽ ڪامپليڪس ۾ توهان جي خوبصورتي کي ڪير بہ پڄي نٿو سگهي، تہ منهنجي چهري تي لَڄ اچي ويئي هُئي. منهنجيون سڀ ساهيڙيون بہ ائين چونديون هيون پر تنهن هوندي بہ مان سوچيندي هُئس تہ آخر ڪهڙو سبب هئو عماد جي پرسنلٽيءَ ۾ ڪهڙي کوٽ هئي جو هن ٻين ڇوڪرين ۾ دلچسپي ٿي ورتي ۽ انهن جي چوڌاري ڦرندو ٿي رهيو؟ مان اهو ڄاڻي نٿي سگهيس! پر تہ بہ مان سمجهڻ لڳيس تہ: 'Love is a kind of gread!' محبت دراصل لالچ جو هڪڙو قسم آهي. محبت لالچ ۾ مبتلا ٿيڻ واري ڪيفيت آهي. عماد کي ڪهڙي ضرورت ٿي پوي، ان ڳالهہ جو نفسياتي ڇيد ناممڪن هئو.

مان سڀ ڪجهه ضبط ڪندي هئس ۽ اڪثر پنهنجي منهن اڪيلي روئيندي هئس. مون ڄاتو ٿي تہ اسين سڀ اڪيلا ڄاوا آهيون ۽ هڪ ڏينهن اڪيلا ئي مري ويندا آهيون.

جيئن چوندا آهن تہ: 'هرڪا ٻڪري پنهنجي پائي ٽنگبي.' هڪ ڀيري 'زارا' جي نصيب تي مون کي رشڪ آيو تہ عماد حالانڪ قانوني طرح منهنجو وَرُ هئو پر هن عشق زارا سان ٿي ڪيو!

آئيس ڪريم کائيندي منهنجين اکين ۾ پاڻي ڏسي. عماد اهو سڀ ڪجهه محسوس ڪيو. گهر اچي هن اڪيلي ۾ مون کان پڇيو: "اوهان ڪار ۾ روئي رهيا هئا؟"

"نہ... بالڪل نہ! مان ڇو روئيندس؟" مون مرڪندي ڪوڙ ڳالهايو پر منهنجين اکين ۾ ٻيهر لُڙڪ اچي ويا تہ مان واش روم ۾ هلي ويس. مان ڪيڏي نہ بد-نصيب هُئس. مون ۾ خوبصورتي ۽ سگهڙ پڻو هئو پر عماد منهنجي سر جو سائين مون سان نہ پر 'زارا' سان محبت ڪري رهيو هئو.

ماڻهوءَ جو هڪڙو ڏينهن پيدا ٿيڻ جو آهي ۽ ٻيو ڏينهن موت جو آهي. شايد موت جي ڊپ کان هرڪو ٻين جي وجود ۾ لڪڻ ٿو چاهي. ۽ ان لاشعوري ڊپ جي جذبي کي محبت جو نالو ڏنو ويو آهي؟

'اِنَّماالحياة الدنيا لعب و لَهُو.' (بيشڪ دنيا جي زندگي تہ راند - روند ۽ رئونشو آهي- القرآن) ان راند روند ۽ رئونشي ۾ منهنجو حصو ڪافي گهٽ هئو.

ماڻهو جڏهن ٻئي ماڻهو سان محبت ڪري ٿو تہ هڪ لحاظ کان ان جي شخصيت کي مڪملتا بخشي ٿو. يا وري پنهنجي شخصيت کي تڪميل جي رتبي تائين پهچائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪري ٿو! محبت ماڻهوءَ جو موت کان بي انتها لاشعوري ڊپ ۽ ان کي وسارڻ جو هڪڙو بهانو ۽ پنهنجي اندر جي اونهاڙ کي ڀرڻ جي هڪڙي لاحاصل لاحاصل سعي آهي!

مون عماد کي هڪ ڀيري چيو: "محبت دراصل ماڻهوءَ جو موت کان فرار جو لاشعوري بهانو آهي. يا ماڻهوءَ طرفان موت کي مُهمل ڪرڻ جو لاشعوري اظهار! مون سائيڪالاجي ۾ ماسٽرس ڪئي آهي ۽ مان سمجهان ٿي تہ ماڻهو سڄي حياتي زندگيءَ جي وحشت ۽ موت جي دهشت کي ٽارڻ

جا بهانا ڪري، پنهنجو پاڻ کي ۽ ٻين کي مطمئن ڪندو ٿو رهي. پر تہ بہ هو ڪنهن بہ شئيءَ کي ٿاري نٿو سگهي! زندگي رُڃ آهي، ماڻهو دراصل سڄي زندگي رڃ ۾ ئي گذاري ٿو. تہ 'مان اڪيلو ناهيان' 'مون کي ڪو ٻيو پنهنجي جان کان وڌيڪ چاهي ٿو'، پر ائين هرگز ڪونهي. ماڻهو ڄمي بہ اڪيلو ٿو ۽ مري بہ اڪيلو ٿو. اها ئي تلخ حقيقت آهي، جنهن کي ڀلائڻ لاءِ ماڻهو ٻئي جيوَ سان محبت ڪري ٿو. پوءِ اها ڪنهن پاليل جانور سان هجي، ماڻهوءَ سان هجي يا خدا سان! پر ٻيو ماڻهو ڪڏهن بہ پنهنجي جسم سان محبت کان وڌيڪ ٻئي سان محبت نٿو ڪري سگهي!

مون عماد ۽ زارا جي تعلق کي برداشت ڪرڻ سکيو ۽ ٻنهي کي سڀ ڪجهہ ڪرڻ ڏنم. هڪ لحاظ کان مون کين رڃ ۾ هلڻ لاءِ آزاد ڇڏيو؟ ۽ مون پنهنجي لاءِ هڪ ٻي رڃ ڳولي. اهو خدا هئو. مون پنج ئي وقت نماز پڙهڻ شروع ڪئي ۽ دعائون گهرڻ شروع ڪيون:

مون عماد کي ڇڏيو تہ هو پلي زارا جي وجود ۾ ڪوئجي پنهنجي وجود کي بہ وڃائي ۽ ٿي سگهي ٿو تہ موٽي مون وٽ اچي يا نہ بہ اچي؟ بهرحال مون فيصلو ڪري ڇڏيو. مون سڀ ڪجهہ الله تي ڇڏيو. پر مون کي اها بہ خبر هئي تہ الله جو واسو تہ هر روح سان آهي. ظاهر آهي مون ۾ الله موجود هئو تہ اهو عماد ۾ بہ هئو ۽ زارا ۾ بہ. پوءِ ڪيئن ٿيندو اهو سڀ ڪجهہ جيڪو منهنجي روح چاهيو ٿي؟ ۽ ٻئي پاسي مردن لاءِ مذهب ۾ هرقسم جي گنجائش هئي. قرآن شريف ۾ لکيل هئو:

'فَانكِحُوا مَا طَابَ لَكُم مِنَ النِسَاءِ مُثنى وثلاث وَرُبَاع'

(بيشڪ توهين پنهنجين پسنديده عورتن مان ٻن يا ٽن يا چئن سان نڪاح ڪري سگهو ٿا!)

اسين سڀ نہ ڏسڻ ۾ ايندڙ ڄار ۾ ڦاٿل پکين جيان آهيون. پوءِ اَسان مان ڪي اُڏامڻ جو ساهس ڪن ٿا. جن ۾ 'زارا' ۽ عماد جهڙا ماڻهو اچن ٿا ۽ ڪي وري سڄي عمر سوچيندا رهجي وڃن ٿا! مون کي اهو بہ معلوم ٿيو تہ مون ۾ هڪڙي اهڙي عورت هئي، جنهن نہ رڳو عماد سان بي حد محبت ٿي ڪئي پر ان کي ڪنهن بہ صورت ۾ وڃائڻ بہ نٿي چاهيو. منهنجي اندر ۾ لڪل ڪنڊون پاسا مون تي ظاهر ٿيا.

گهٽ سمجهه وارا ماڻهو مادي دنيا تي ڀروسو ڪندا آهن. منهنجي خيال ۾ سمجهه جو مطلب انساني زندگيءَ ۾ 'Higher Consciousness of Dimensions' کي ڳولڻ ۽ روز مره جي زندگيءَ ۾ لاڳو ڪرڻ آهي. ڪائنات ۾ موجود ڏيگهه، ويڪر اونهائي مقدار، ٽائيم ۽ شعور جا ڇارهن قسم آهن.

بنان ڪنهن شرط شروط جي قبول ڪرڻ تہ مون عماد لاءِ شاديءَ کان پهرين ئي اختيار ڪيو هئو. عماد سان مون بنا شرط شروط جي محبت تہ ڪئي ئي تي. جيڪا ختم نٿي ٿي سگهي ۽ باقي مون کي درگذر ڪرڻو هئو ان لاءِ مون کي پنهنجي مٿان ٿورڙو جبر ڪرڻو پيو ۽ مون پنهنجي طبيعت ۾ اهڙو بہ حاصل ڪري ورتو. عبادت مون کي ان سڀ ڪجهہ ڪرڻ ۾ تمام گهڻي مدد ڪئي. عبادت مون کي Meditation ڏانهن کڻي ويئي ۽ منهنجي شخصيت جي Vibration وڌائڻ ۾ بہ ڪردار ادا ڪيائين.

جيڪڏهن توهان ٻين جي باري ۾ Judgemental ٿيڻ ڇڏي ڏيو ۽ طبيعت ۾ مثبت سوچڻ ڪانسواءِ ٻين سوچن کي حاوي نہ ٿيڻ ڏيو تہ اوهان سڪون محسوس ڪندئو. مون عماد ۽ ربيعا جي لاءِ اڳڪٿيون ڪرڻ ڇڏي ڏنيون. ڪاٿو سوچ کان پاسو ڪيم تہ مون تي زندگيءَ جانوان راز کلڻ لڳا.

اهو ڪجهہ ڇا هئو جنهن مان گذري رهي هيس؟ هڪڙو شاهي خيال هئو جيڪو مون کي گهاڻي جي ڏاند جيان گهوماڻي ۽ ڦيرائي رهيو هو.

عماد بہ ان گهاڻي ۾ اکين تي ڪوپا ٻڌل نہ گهمي رهيو هئو؟

زارا کي زندگيءَ جي چڪرن چڪرائي ڇڏيو هئو.

مون کي بہ زندگيءَ جي گهاڻي پيڙي ڇڏيو هئو.

اُنس بہ ان گهاڻي ۾ اکين تي ڪوپا چڙهيل ڏاند جيان وهي رهيو هئو.

سمورا ماڻهو ۽ جيو-جنتر هن گهاڻي ۾ ڊوڙي، ڊڪي سهڪي ۽ پيڙجي رهيا هئا!

پنجيتاليهہ منٽ ختم ٿيڻ تي اليڪٽرڪ اوون سيٽي وڄائي تہ مان جڻ خيالن جي ڏٻڻ مان ٻاهر نڪتس. مڇي تيار ٿي وئي هئي.ان ئي مهل بيل وڳي ۽ آواز آيا، ٻار اسڪول مان موٽيا هئا.

ماڻهو شايد موهہ جي ڊوهہ ۾ ونجي ٿو وڃي. ماڻهوءَ جي مجبوري آهي تہ هو ان ڪيفيت ۾ گذاري، ماڻهو معصوم آهي. ماڻهو نہ رڳو نظر جو ڌوڪو

پر هر قسم جو ڏوڪو کائڻ لاءِ هر وقت تيار هجي ٿو. دنيا هن کي فريب ۾ رکڻ جي هر ڪوشش ڪري ٿي.

مون ڪٿي پڙهيو هو تہ ڪنهن اونداهي ٻيٽ تي رهندڙ هڪ قبيلي ۾ اها روايت آهي تہ جڏهن انهن جو ڪو ٻار ڄمندو آهي تہ اهي سمورا ڄڻا گڏجي روئيندا آهن. زندگيءَ جي حقيقت بہ اها آهي. زندگيءَ جو وڏو سَچُ اهو ئي آهي، ٻيو ڪجهہ بہ نہ!

مان ان وقت سکر ۾ هئس تہ مون ٻڌو: 'زارا' آپگهات ڪري ڇڏيو هئو. ڇا اهو منهنجي Vibrations ۽ Meditation جو اثر هئو يا اجا بہ ٻي ڪنهن صورتحال جو؟ مون کي ڪا خبر نہ هئي. پر مون کي ان جو ڏاڍو ڏک ٿيو اها سڄي رات مان سمهي نہ سگهي هئس. ننڊ، جاڳ ۽ ٻوائٽن خوابن جي ڇولين ۾ ڇلندي رهي هئس. مون کي 'زارا' جو تمام گهڻو ارمان ٿيو. ڇڻ ڪو منهنجي گهر جو ڀاتي هو جيڪو مون کان هڪدم وڇڙي ويو هئو. 'زارا' معصوم هئي. منهنجي  نظر ۾ هُوءَ عماد جي سونهن ۽ رَوپي جي دَلبي ۾ گذاري رهي هئي! جيڪو هن جو انساني حق هئو. پر زندگيءَ جي رڻ ۾ سڀ ڪجهہ Illusion هئو. ريگستان هئا ۽ رج هئي!

مون عماد کي فون ڪيو تہ هن جي طبيعت بہ سخت خراب هئي هن جي آواز ۾ مون اهو سڀ ڪجهہ محسوس ڪيو. جيڪو هجڻ کپي ها. هو درد جي ان درياءَ ۾ ترڳي رهيو هئو. جنهن جا بند ۽ ڪنارا هن ٻاڻ ٻڌا هُئا! تڪليف واري آواز ۾ هن ٻڌايو تہ ڪيس سخت بخار ۽ مٿي ۾ سور هُئو. ۽ هو اوڪارا ڏيئي ڏيئي هيٺوٽي ويو هئو

منهنجي دل گهريو تہ مان ان وقت هلي وڃان ۽ وڃي هن کي سهارو ڏيان. ان ڪري مان تياري ڪري ڪراچي ڏانهن نڪري ويس.

واپس اچڻ کان پوءِ منهنجيءَ دل چاهيو تہ مان زارا جي ڏکويل ماءُ وٽ تعزيت ڪرڻ وڃان پر مان اهڙي همت نہ ساري سگهيس. مون بار بار اوڏانهن وڃڻ جي تياري ڪئي پر پوءِ بہ الائجي ڇو مان اها جرعت نہ ڪري سگهيس. شايد ان جو ڪو لاشعوري سبب هئو؟

٭

ڪجهہ ئي مهينن ۾ مون ڀيهر محسوس ڪيو تہ عماد پاڻ کي ربيعا ناليءَ هڪ ٻي ڇوڪريءَ سان انوالو ڪري ڇڏيو هئو. مون جڏهن ربيعا سان فون تي ڳالهايو تہ هن بيگانگيءَ واري انداز ۾ چيو: 'ميڊم، مون کي اوهان سان ڪافي همدردي آهي پر ساري، عماد منهنجو دوست آهي، منهنجو ساٿي آهي، بلڪ هو منهنجو ٻيو اڌ آهي. 'You know he is my another half!'

اسان ٻنهي جي جسمن تي ساڳين جڳهين تي تر آهن. ۽ اسان جا خيال بہ پاڻ ۾ ملن ٿا. هو دنيا ۾ گهمڻ ڦرڻ ٿو چاهي، انجواءِ ڪرڻ ٿو چاهي، دارون پيئڻ ٿو چاهي. مان هن کي اڪيلو ڪيئن ٿي ڇڏي سگهان؟ How it is possible.... Yar!' مان تہ هن جي مدد پئي ڪريان. نفسيات پڙهڻ جي باوجود بہ عماد جي سائڪالاجي کي نہ سمجهي سگهيا آهيو. تہ ان ۾ منهنجو ڪهڙو ڏوهہ آ؟ اهو سڀ ڪجهہ ٻڌي منهنجي اکين مان ڳوڙها ٽِڙ ٽِڙ ڪري وهڻ هئا. مون عماد کي ڀيهر ڇڏيو تہ هو محبت (رڃ) جي ان بيابان مان سفر ڪري پار پوي! ڪڏهن ڪڏهن تہ ڪافي ڪاوڙ ايندي هئي ۽ سوچيندي هئس تہ مان گهر ڇڏي هلي وڃان پر وري سوچيندي هئس: 'انا' انسان جي اندر هڪڙو اهڙو زهريلو نانگ هوندو آهي. جيڪو ور ور ڏيئي ڪيس ئي ڇڪيندو رهندو آهي. 'انا' کي سانڍڻ نِنڍڙن ذهنن جو ڪم هوندو آهي. انا حسد جي پيڙ آهي. انڪري مون هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ پنهنجي پاڻ کي، ٻارن کي ۽ سچ تہ عماد کي بہ بچائڻ لاءِ هڪ پيرو ڀيهر پنهنجي من کي ماريم.

ربيعا ڪنهن NGO ۾ جاب ٿي ڪئي ۽ مونکي خبر پيئي تہ فيمنسٽ هئي. هوءَ فيمنسٽ هوندي بہ ٻي عورت لاءِ نہ سوچي رهي هئي، تنهن ڳالهہ مون کي وڏيڪ دک ۾ مبتلا ڪيو.

يا منهنجا موليٰ! ڇا زندگي ايتري Complicated هوندي؟ منهنجي اکين ۾ ڳوڙها هئا. ان وقت منهنجي ڪنن ۾ زرتاش جا لفظ گونجڻ لڳا هئا:

'رُوميسا... تون ڏاڍي خوش نصيب آهين..... تنهنجو مڱيندو ڏاڍو خوبصورت آهي.!'

سڀ ڳالهيون شايد انسان جي سمجهہ کان گهڻو مٿي آهن. خوش نصيبي ڇا آهي ۽ بدنصيبي ڇا، ان جي بہ شايد انسان کي خبر ڪانهي!

هڪ پيري ٻار اسڪول ۾ هئا ۽ عماد ڪمري ۾ هئو تہ مون سندس ربيعا سان دوستيءَ بابت ڳالهايو. هن پنهنجي چهري تي منافقت ۽ ڪوڙ جي ويڙهيل رومال کي وڌيڪ مضبوطيءَ سان ٻڌڻ شروع ڪيو. پهرين تہ هن صاف انڪار ڪيو تہ هن جا 'ربيعا' سان ڪي تعلقات بہ هئا. هو جڏهن بہ ڪوڙ ڳالهائيندو هو ڳالهائي نہ سگهندو هئو. پر پوءِ هن ٻڌايو تہ 'ربيعا' بہ پيرا هن جي ناجائز ٻار جي ماءُ رهي ۽ ابارشن ڪرائي چُڪي آهي! اهو منهنجي وجود ۾ زلزلو آڻڻ لاءِ ڪافي هئو. مون محسوس ڪيو. عماد جا اهي جملا منهنجي وجود جي ڳوهيل گچ کي چڻ ڪنيار جي چڪ تي چاڙهي ويا، مان پنواتيون ڪائڻ لڳي هُئس.

اهي جملا پوءِ سفر ڪندا اپارٽمينٽ جي ڏاڪڻين تان ٺڪ ٺڪ ٺڪ ٺڪ تيز تيز قدمن سان لهندا، اڏامندا گند جي ڍير تائين هليا ويا. جتي ڪجهہ ئي ڏينهن اڳي هڪڙو مُئل ٻار لڌو ويو هئو!

او منهنجا خدا يا! چا تہ ڪائنات جو منڍ منڍيل آهي، جيڪو تو ٺاهيو آهي؟ سڀ ڪجهہ ڪڏهن ڪجهہ بہ نہ آهي! اِن ڳالهہ مون کي وڌيڪ پريشان ڪيو ۽ مان روئڻ لڳس عماد پهرين تہ ڪاوڙ ۾ مون کي ڪمري ۾ اڪيلو ڇڏي بالڪنيءَ ۾ هليو ويو. بعد ۾ هن مون کي اهو چئي ماٺ ڪرائي ڇڏيو تہ After All هو مرد هئو ۽ هن کي سندس مذهب چئن شادين ڪرڻ جو حق بهرحال ڏنو هئو. جيڪو هو استعمال ڪري سگهيو ٿي! پر هن نہ ڪيو آهي. صرف منهنجي محبت ۾! ماڻهو ماڻهوءَ کي ڪيئن نہ ڏوڪي ۾ ٿو رکي.

دنيا فوڊ چين ڪانسواءِ ڪجهہ بہ ناهي، هر شيءَ پاڻ کان وڌيڪ طاقتور شيءِ جو کاڄ آهي. هر ماڻهو ٻئي ماڻهوءَ جي جذبن اڳيان پنهنجي احساسن جو ڪنڌ ٿو جهڪائي. دنيا توهان جي جذبن، احساسن، جسم ۽ جان کي ڪائي ڪپائي ڇڏڻ جي انتظار ۾ آهي! دنيا توهان جي صبر، ديانتداري، وفاداري ۽ احساسن کي بہ ڪائي ڪپائي ٿي ڇڏي! دنيا! جتي پياري کان پيارا سَگ ۽ سياپا بہ اوهان کي بليڪ ميل ڪري پنهنجي مادي ۽ روحاني خوشي حاصل ڪن ٿا! ماڻهوءَ جي اڪين تي ٻيو ڪو ڪوپا چاڙهيو ڇڏي! ان سڀ ڪجهہ مون کي وڌيڪ مذهبي ٻڻائي ڇڏيو.

هڪ ڀيري عماد جورابن جي نہ ملڻ تي چيو: 'هاڻ اوهان منهنجي شين تي ڪو ڌيان نٿا ڏيو!...' منهنجا سينٽ مائيڪل جا مهانگا مهانگا ميڊيڪيٽيڊ جوراب ۽ انڊر-ويئرس گهر ۾ رلندا ٿا رهن ۽ وقت تي الماريءَ مان نٿا لڀن.' تہ مون چيو مانس: 'هاڻ اوهان پنهنجيون سڀ شيون پاڻ ٿا سنڀاليو!'

"منهنجو سڀ ڪجهہ صرف اوهان وٽ ئي گروي رکيل آهي!..." عماد چيو.

"مثال طور....؟" مون پڇيومانس: تہ هن مون کي خوش ڪرڻ لاءِ مسڪرائيندي چيو.

"منهنجي جورابن کان وٺي منهنجيءَ دل تائين، سڀ ڪجهہ تو وٽ ئي قيد-ڪڙيل آهن! تنهنجي من جي لاڪر ۾ قلف ٿيل آهي."

هن جي ڪرشماتي شخصيت مان ڪو بہ جند ڇڏائي نٿي سگهيو. حقيقت ۾ عماد هڪڙو زبردست خيال ڪرڻ وارو ماڻهو پڻ هئو. هو منهنجا ڪپڙا، جتيون، سينڊلز ۽ پرس پاڻ پسند ڪندو هئو. هن کي برانڊيڊ شيون وٽنديون هيون. هو منهنجي ۽ ٻارن لاءِ خريداري ڪرڻ ۾ ڪڏهن بہ نہ ڪيٻائيندو هئو. شاديءَ جي پهرين سالگرهہ کان وٺي اڄ تائين هن هر سال مون کي ڊائمنڊس جو سيٽ گفٽ ڪرڻ نہ وساريو هئو. منهنجي لاڪر ۾ رکيو ڊائمنڊس جا آٺ سيٽ موجود هئا.



## [23]

# شامِ غم ڪيسي ڍلي؟ ياد نهين!

سردي آهستي آهستي وڌي رهي هئي، منجهند جي اُس ڪافي جهيڻي هئي. اهو وچينءَ جو وقت هئو جڏهن عماد اڪيلو اڪيلو سمنڊ جي افق ڏانهن نهاري رهيو هئو جتي سمنڊ ۽ آسمان هڪ ليڪ جيان مليل هئا. آسمان جهڙالو هُئو.

هن کي سندس دوست طرفان موڪليل SMS ياد آيو:

'Rain is not only drop of water; it's the love of sky for earth! They never meet to each other, but send their love this way!'

هي پاڻيءَ جي ليڪ، سمنڊ ۽ آسمان جي هڪٻئي کي چُمي آهي ازلي ابدي، جنهن ۾ هنن ٻنهي جا چپ جدا ٿين ئي نٿا.

'هر شيءِ جيڪا وجود رکي ٿي، ٻيءَ شيءِ سان سلهاڙيل آهي! ڪنهن به اڪيلي وجود جي ڪا Justification ناهي. دنيا جي هر شيءِ ٻيءِ سان محبت ڪرڻ کان سواءِ بي معنيٰ آهي! ۽ ڇا دنيا ۾ محبت ۽ موت کان سواءِ به ڪا ٻي شيءِ ڪو وجود يا معنيٰ رکي ٿي؟ سڀ شيون، وجود، حوالا ۽ کهاوتون انهن ٻن لفظن جا پُڇ Derivative's آهن. انهن ٻن لفظن جي تشريح ۽ وضاحت جون ڪهاڻيون!' عماد سوچي رهيو هئو ۽ افق ڏانهن نهاري رهيو هئو. ته هڪ وڏي 'نه' هن جي سامهون اچي ويئي.

دنيا ۾ هڪڙي محبت آهي، جيڪا زبردست آهي ۽ ٻيو موت آهي جيڪو زبردست آهي! ۽ ٽئين شيءِ يعني ٻيو سمورو ڪجهه رڳو انهن ٻن

شين جي ڪري وقوع پذير ٿئي ٿو! دنيا جون بيون سڀ شيون محبت ۽ موت جا پڇا آهن!'

سمنڊن جون لهرون مُسلسل بنا ٽڪڻ جي ڊوڙي ڪناري سان متو ٽڪرائي رهيون هيون. هڪ طرف پهاڙيءَ جو هڪرو ٽڪڙو Fossil ٿيل سيمنٽ جيان پاڻيءَ ۾ پير ڪوڙيو بيٺو هئو جنهن مٿان ڪجهه ابابيل اڏامي رهيا هئا. لهرون ڊوڙڻ مهل پنهنجا رنگ ظاهر ڪري رهيون هُيون آسماني، نيريون، سايون، سليٽي، ڪاريون، زمرد جهڙيون ۽ سج جو آهستي آهستي برف ٿيندڙ نارنگي رنگ جو ڳترو پاڻياريءَ جي نرڙ تي تِڪي جهڙو لڳي رهيو هئو. عماد جي جينز جا پانچا سمنڊ جي ڪاري پاڻيءَ ۾ پُسيل هئا ۽ هر ايندڙ لهر هن جي پيرن هيٺان واري کسڪائي ۽ وڃڻ مهل ڪوڏ ۽ سپون ڇڏي وڃي رهي هئي. ان ئي دم عماد سوچيو: 'زارا بہ سمنڊ جهڙي گهري ۽ اداس ڇوڪري هئي.'

محبت سمنڊ جي ورندڙ ويَر جي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ ماڻهوءَ جي اَنا جي پٿريلي ٽوٽ زمين سيراب ٿي وڃي ٿي ۽ ڪڏهن تہ اها ويَر ماڻهوءَ مٿان گذري ان کي بہ ٻوڙي، وڃائي بي نام ونشان ڪري ٿي ڇڏي! پر پويان اُها ڪجهه سپون ۽ ڪوڏ نشاني طور ڇڏي ٿي وڃي. محبتن جي موسم ۾ اڪثر محسوس ٿئي ٿو تہ ماڻهوءَ جي جسم جي وڻ ۾ ڪو نئون گونچ يا ڪو نئون گل ٽڙي ٿو پوي، محبت ڦوٽهڙي ۽ بهار جي موسم آهي، محبت گلن ۽ سڳنڌ جي موسم آهي.

هوا هن جي وارن ۾ شرٽ کي اڏائي رهي هئي. هن جي چوڌاري ڪافي ڇوڪريون، ڇوڪرا، ٻار ۽ عورتون پانچا مٿي ڪري هلي گهمي رهيا هئا. ڪي پاڻيءَ ۾ ٽڙڪي رهيا هئا، ڪي گهوڙن اٺن ۽ موٽر بائيڪس مٿان ويهي فوٽو ڪيرائي رهيا هُئا، پر عماد کي اڪيلائي ڪنهن ڏائڻ جيان گُهوري رهي هُئي. 'There is a hope from sea, but none from grave!' ۽ زارا قبرستان پهچي ويئي هئي، جتان ڪان نہ ڪو ورندو آهي ۽ نہ وري ڪا اميد ۽ آسرو! ان سان گڏ هُن جي بي انتها محبت بہ هجرت ڪري هلي ويئي هئي. زارا ڪنهن اداس ۽ اڪيلي ڪڪر جيان هئي، جيڪو آيو وسي هليو ويو!

'None From the grave........

اُمالڪ هن جي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا تہ... هن اهي آڱرين سان اگهيا ۽ پڙهيو: 'انسان ڪائناتي Mis-management جو نتيجو آهي. انسان جو ڪمزور بدن ۽ لڱڙا حواس.... هن جي اڻ- مڪمل هجڻ جو واضح دليل آهن..... دنيا ٺهندي ٺهندي اڌو گابري ڇڏي ڏني ويئي آهي!.... دنيا اڻ مڪمل آهي..... ۽ اهو ئي دنيا جو الميو آهي.'

بار بار هن کي محسوس ٿي ٿيو تہ زارا هن سان گڏ گڏ هئي، انڪري هن ذري ذري پنهنجي پاسي ۾ ٿي نهاريو پر زارا هن کي نظر نہ آئي!

ڪجهہ ئي دير بعد سمنڊ ۽ شهر مٿان شام جو منظر لڙاتجي ويو. دور دور تائين بلب ڏيئن جيان ٽمڪڻ لڳا، تہ هُو واريءَ تان هلندو گاڏيءَ تائين آيو. ڏگيءَ مان پاڻيءَ جي بوتل ڪڍي پنهنجا پير ڌوتائين ڪپڙي سان اگهي Docker's جا اسپورٽس جو گرز پاتائين جيڪي ٻہ سال پهرين هن دبئي جي سٽي سينٽر تان خريد ڪيا هُئا. هن گاڏي اسٽارٽ ڪئي ۽ ميڪڊونالڊس تان فنگر فرائيز جو شاهي پيڪ ۽ ملڪِ ڪافي ورتا، ان بعد پارڪ ٽاور ۾ گهمندي گهيريدار سُٿڻون ۽ ننڍا چولا پاتل ڇوڪرين ۽ عورتون ڏسندو رهيو. پارڪ ٽاورز مان هن نين انڊين ۽ انگلش موويز جون ڪجهہ CD's ورتيون ۽ گهر ڏانهن روانو ٿيڻ کان اڳ زارا جي يادگيري برقرار رکڻ لاءِ Move-n-Pick تان 'هيزل نٽ' آئيس ڪريم جا ٻہ اسڪوپس وٺڻ نہ وساريا. زارا اُتي اچڻ بعد هميشہ اها آئيس ڪريم کائيندي هئي.

'زارا...! تنهنجي لازوال محبت منهنجي غمگين روح جا دروازا سالن تائين کڙڪائيندي رهندي. تنهنجي ياد جي اداس چادر منهنجي ڪمزور سوچن مٿان هميشہ تاڻيل رهندي!' هن پڙهيو.

هو جيئن ئي ٽاورز مان ٻاهر نڪتو تہ اُنس جي ڪال آئي:

"Hello baby: where are you, City in the flames of fire!... you know... take care!" اُنس مسلسل ڳالهائي ويو.

"مون کي خبر نٿي پوي تہ اسان جي شهر کي ڇا ٿي ويو آهي؟ سمورن رستن کي، خاص ڪري شاهراهِ فيصل کي ڪنٽينرز رکي بند ڪيو ويو آهي، ايئرپورٽ کان وٺي صدر تائين هنڌين ماڳين رڪاوٽون کڙيون ڪيون ويون آهن ۽ گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ خانہ جنگيءَ جهڙو ماحول آهي. ماڻهن کي

گوليون هڻي ماريو پيو وڃي. شهر جنگ جو ميدان بڻيل آهي. هيستائين پنجھويھ ماڻھو مارجي ويا آهن. رستن تي بسون ۽ ڪارون سڙي رهيون آهن. سَر، اوهان هينئر ڪٿي آهيو؟ اوهان جو اپارٽمينٽ بند پيو آهي."

"مان پارڪ ٽاور مان گھر ڏانهن پيو اچان، تُن تلوارن وٽ صورتحال ڪهڙي آهي؟"

"اتي خير آهي..." انس ٻڌايو.

ڪجھ ئي دير بعد عماد پنهنجي اپارٽمينٽ ڪامپليڪس پهتو ته مين گيٽ تي هن کي چوڪيدار صاحب خان سلام ڪندي ئي شهر جو حال احوال پڇيو.

"سائين ڪهڙي پاسان ٿا اچو؟"

"ڪلفٽن کان!"

"الله خير ڪري ججن کي شهر ۾ اچڻ کان روڪڻ لاءِ شهر ٻارائي ڇڏيو اٿن! چون ٿا دهشت گردن پنجاھ سائيڪو ماڻھو ماري ڇڏيو آهي!" هن سگريٽ جو سُوٽو هڻندي ڳالهايو. عماد چپ ڪري گاڏي اڳتي ڪٽي آيو.

اپارٽمينٽ پُهچڻ تي هن ٽي.وي آن ڪيو ته انس به اچي سهڙيو. ٽي.وي.ءَ تي شهر جا منظر بدليل هئا. دهشت جي بدبوءِ ڦهليل هُئي. خوف ۽ هراس جي موجودگي ڪنهن راڪاس جيان محسوس ٿي رهي هئي، مارڻ وارا دهشت گرد هئا ۽ مرڻ وارا عام ماڻھو پر ٽي.وي.ءَ ۾ دهشت گردن کي 'نامعلوم ۽ مشتعل افراد' جي نالن سان پئي ياد ڪيو ويو. سڄي شهر ۾ پيٽرول پمپ بند ڪرايا ويا هئا ۽ مسافر ڪوچز کي باھ ڏيئي ساڙيو پئي ويو!

"سر! سڄي شهر کي يرغمال بڻايو ويو آهي، صبح کان وٺي جج ايئرپورٽ تي ويٺا آهن ۽ پوري شهر ۾ بيگناھ ماڻھن جو قتلام جاري آهي، صرف ان ڪري ته جج تقريب ۾ نه پهچي سگھن.

Sir, how chief of army staff converted himself, The President of Country!"

انس ڳالهايو.

"صحيح آهي پر ان سڀ ڪجھ ڪرڻ ۾ انهن ججن ئي ڪيس سان ڏنو هو. يار! سيني ائين سازشون ڪري حڪومتون ڪيون آهن.

ان وقت صدر تقرير ڪري، آئين جا بخيا اُڌيڙي رهيو هئو. هُو ٻئي ڄڻا ڪافي دير تائين مختلف چينلز تي صدر جي تقرير جا سنيپس، ماڻهن جا لاش، ايمبولينسون، روڊن تي باهہ ۾ جلندڙ گاڏيون ۽ بسون، وڪيلن جا تبصرا ۽ تقريرون ٻڌندا رهيا. رات تائين 48 ماڻهو مري ويا هئا ۽ 150 زخمي ٿيا هئا.

عماد کي ڪجهہ سال پهريان وارا نائن- اليون جا اُهي منظر ياد اچڻ لڳا جيڪي هن وڊيوز ۾ ڏٺا هئا. جڏهن نيويارڪ سٽيءَ کي بہ ڪجهہ ان طرح جڙ باندر ڊوڙي پُڇ سان آگ لڳائي هئي.

*

ڪجهہ دير بعد عماد کي سکر مان فون آيو. رُوميسا کي اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو هو. هن جا سَاهرا هن کي مبارڪون ڏيئي رهيا هُئا. ۽ هن جي پُٽ کيس چيو: "پپا، ادڙي ڏاڍي ڪيوٽ آهي، توهان اچو نہ!" تہ انس هن کي اٿي مبارڪ ڏني ۽ سندس ڳل ۾ چُهنڊو پاتو ۽ چيو: "سَر مان ڪافيءَ جا ٻہ ڪپ ٺاهي ٿو اچان."

□

## [24]

## ناجڪ بيان ڪيون مروڙي ري شيام!

فرينچ ڪلچرل ونگ ۾ مُونا جي پينٽنگس جي سولو ايگزيبيشن لڳل هئي، جنهن لاءِ ڪجهه ڏينهن پهرين هن انس کي بہ انويٽيشن ڪارڊ موڪليو هو. جيڪو هن ڪٽي گند جي دٻي ۾ اڇلائي ڇڏيو هو. اڄ جڏهن مونا هن کي اتي اچڻ لاءِ SMS ڪيو هئو تہ جواب ۾ هن ياد ڏياريس:
'Madam: we have culminated!'

شام جو پهرين تہ اُنس جو ارادو هئو تہ هو 'مارشا' کي وٺي ٻاهر واڪ تي نڪرندو پر پوءِ هن پنهنجو ارادو تبديل ڪري ڇڏيو. هن مونا جو فوٽو پنچ پيڊ تي چنبڙايو ۽ ڪاوڙ مان ان کي پنچ هڻڻ لڳو. ...You bitch!... you mindless" you non-sense? هو ڪاوڙ ۾ مونا کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو. هن مونا جي فوٽو کي تمام گهڻا پنچ هڻي پنهنجي ڪجهه ڪاوڙ ٺڏي ڪئي. هو ڪافي پگهر جي ويو هئو. ان وقت هن کي ڪاري ڪلر جي گنجي ۽ شارٽس پيل هئا. پگهر جي ڪري هن گنجي لاهي اڇلائي ۽ پنهنجي پاڻ کي قد-آدم آرسيءَ ۾ ڏٺو. هن جي سفيد جسم تي ڪافي شاندار Tattoo's ٺهيل هئا.

هن جي SMS جي موٽ ۾ مونا SMS ڪيو:
مونا محسوس ڪري رهي هئي 'There is no Rose, without Thorns!' تہ انس کان سواءِ هن جي زندگيءَ جو مزو ختم ٿي ويو هئو. اُنس پوءِ مونا جو فوٽو لاهي ڦاڙيو. ان کي پُرزا پُرزا ڪري ڪُڪنگ رينج مٿان رکي ساڙيو ۽ سگريٽ دکائي صوفي تي ويهي رهيو. سگريٽ پيئڻ بعد هن مارشا ڏانهن

محبت ڀريل نظرن سان نهاريو جيڪا بہ هن ڏانهن پيار مان نهاريندي ۽ پڇ لوڏيندي رهي. پوءِ وچي پنهنجي جاءِ تي ويٺي ۽ زبان ڪڍي ڪافي دير هن ڏي نهاريندي رهي. 'Love you Marsha' هن سيٽيون وڄايون ۽ پوءِ چپٽيون تہ زبان ڪڍندي هن ڏانهن آئي ۽ هن جي پيرن ۾ وچڙڻ لڳي اُنس هن کي چهري ۽ جسم تي هٿ ڦيرائي پيار ڪيو. لڳو ٿي هو ڪافي ڊسٽرب هئو.

پوءِ هو ڊرائنگ روم ڏانهن ويو ۽ پنهنجي گٽار کڻي ڪا درديلي ڌُن وڄائڻ لڳو.

*

ڪلچرل ونگ جي لابي ۾ لڳل ايگزيبيشن ۾ ڪافي ماڻهو آيا هُئا. عماد کي بادامي رنگ جو ٽُوپيس ۽ ڪاري قميص پيل هئي. لابي ۾ ڪلچرل منسٽر بہ آيل هئي. ماڻهن جو گوڙ هئو. نمائش جو عنوان هئو. 'Cry' هال ۾ ڪافي چهل پهل متل هُئي. نمائش ۾ مونا سائوٿ ايشين عورتن جي لائف اسٽائل کي آئل، پيسٽلز ۽ واٽر ڪلرز ۾ پينٽ ڪيو هئو. سندس ايناٽامي ڪافي خوبصورت هُئي.

هڪ هنڌ هڪ عورت ڪُنڀار ڪو ڪم ڪري رهي هئي.

هڪڙي پينٽنگ ۾ رِلي سبي رهي هئي.

هڪڙي پينٽنگ ۾ هڪڙي افغان عورت ڪچي گهر جي دروازي اندران پنهنجو اڌ چهرو ۽ هڪ اک ڪڍي ڏسي رهي هئي.

هڪڙي پينٽنگ جو عنوان هئو 'Smoke' جنهن ۾ هڪ عورت دونهين جي بادل جيان بليڪ سرفيس تي ٺهيل هئي. عورت جا وار ۽ چهرو دونهُون بڻجي اڏامي رهيا هئا.

هڪڙي پينٽنگ ۾ افغان عورت موومينٽ جي اڳواڻ مينا کي پينٽ ڪيو ويو هئو جنهن کي گلبدين حڪمت يار جي ماڻهن ماري ڇڏيو هئو. هڪ پينٽنگ ۾ بِليو رنگ جا برقعا پاتل افغاني عورتون ڪنهن گهٽيءَ مان وچي رهيون هُيون.

هڪ ٻي پينٽنگ ۾ ڪجھ هرڻ-اکيون ڇوڪريون ٻڙ جي وڻ ۾ پينگھ ٻڌي لڏي رهيون هيون.

هڪ پينٽنگ ۾ سنڌ جي ٻهراڙيءَ جون عورتون کوهه تان پاڻي ڀري رهيون هيون.

مونا جي هٿ ۾ برنڊڊ سگريٽ هئو ۽ هُوءَ ڪلچر منسٽر ۽ ٻين کي پنهنجي تخليقن جا تفصيل ٻڌائي رهي هئي: "Cry? You know it is the basic incentive of human life!" جڏهن ماڻهو پيدا ٿئي ٿو ته اهو روئيندو اچي ٿو... دنيا ۾ اچڻ کانپوءِ هو ڪڏهن ٿڃ لاءِ پيو تڙپي ۽ ڪڏهن پنهنجا آلا پيڊ بدلائڻ لاءِ پيو روئي. ڪڏهن بک ۾، ڪڏهن ڏک ۾، ڪڏهن ٽوري جي تمنا ۽ ڪڏهن گهٽي جي گهرج، ڪڏهن هِن جي چاهنا ۽ ڪڏهن هُن جي، پر ماڻهو جي اُن 'Cry' اندر ٻيڻل هڪڙي ٻي 'Cry' پڻ آهي، جيڪا عورت جي آهي! دنيا جي ڪنهن به معاشري ۾ عورت خود ڪفيل ۽ پاڻ - ڀَري ڪانهي.... عورت فطري طرح ڪمزور آهي، ان ڪري سازشون ڪري ڪري پوڙهي ٿئي ٿي ۽ ٻئي پاسي اُها مرد اڳيان مجبور آهي. عورت جي فطري مجبوريءَ کي ڪجهه روايتن به ڪمزور ڪيو آهي.

بهرحال ڪلچرڊ عورت جو Attitude فطري طرح نارمل هجي ٿو بنسبت پوئتي پيل عورت جي! يا وري اڻ پڙهيل عورت جي. ڪلچرڊ عورت جو رويو سيڪس ۽ فيشن ڏانهن به نارمل هجي ٿو.

"ڇا اسان کي پنهنجو ڪلچر اڳتي وڌائڻ لاءِ ڪلچرڊ عورتن ۽ ڪلچرڊ مردن جي ضرورت پوي ٿي؟" عماد سوال ڪيو.

"آف ڪورس! مسٽر عماد. ڪلچر ۽ آرٽ کي پروموٽ ڪرڻ لاءِ اوهان کي مڊل ۽ اپر ڪلاس جي ضرورت پوي ٿي. بلڪ مڊل ڪلاس هر قوم جي Back bone ٿئي ٿو. ان کان سواءِ اوهان پنهنجي آرٽ، ڪرافٽ ۽ ڪلچر کي ڪڏهن به اڳتي نٿا وڌائي سگهو."

"هونئن مڊل ڪلاس ڪافي خطرناڪ ڪلاس ڪونهي؟ سيڪس ۽ مذهب ان لاءِ انا جو مسئلو هجي ٿو جڏهن ته لوور ۽ اپر ڪلاس لاءِ مذهب ۽ سيڪس جي معنيٰ مختلف هجي ٿي؟" هڪ صحافيءَ سوال ڪيو.

"Definitely" مونا چيو ۽ پوءِ پنهنجي ڪجهه پينسل ورڪ سان گڏ مني-ايچرز بابت هوءَ تفصيل ٻڌائڻ لڳي.

مونا ان ڏينهن اڇي رنگ جي جينز تي گلابي شرٽ بليڪ ڪلر جو ڪوٽ ۽ ساڳئي رنگ جا Casuals پاتا هئا. حالانڪِ هن جو رنگ مُشڪي هئو پر ان ڏينهن هو Duplex تان تي آئي هئي. جتي هن پنهنجن وارن جي به هڪ خوبصورت اسٽائل ٺهرائي هئي. اڄ هوءَ ڪافي مختلف لڳي رهي هئي. بليو رنگ جي بلش آن سان هن جون اکيون وڏيون ۽ گهريون لڳي رهيون هيون، هن جي ننهن تي سلور ڪلر جي پالش ٿيل هئي.

نمائش ختم ٿي ته مونا عماد وٽ وڃڻ جو پروگرام ٺاهيو. هو ٻئي هلندا اڇي گاڏيءَ ۾ ويٺا. بلڪل مختلف مونا اڄ باربي ڊال لڳي رهي هئي. ان ڏينهن مونا کي ڏسي عماد کي محسوس ٿيو ته نه رڳو سمورن تخليقي سرچشمن جي ماءُ عورت آهي، پر دنيا جي بهترين Diplomatic Creature پڻ عورت آهي. عورت، هڪ ئي وقت پيءُ، مڙس، پٽ ۽ عاشق کي مطمئن رکي سگهڻ وارو وجود آهي!

اها ٻي ڳالهه آهي ته عورت سونهري بلا جيان نه رڳو خوبصورت پر زهريلي پڻ آهي، ڪڏهن هوءَ مور جيان خوبصورت آهي ڪڏهن ڪاليءَ جي نوَن رُوپن ۾ يا وري *سرسوتي ۽ *پاروتيءَ جيان Multi-armed آهي. هڪ هٿ ۾ ڪنول ۽ هڪ هٿ ۾ تلوار. هوءَ انهن سيني صلاحيتن جي ڪارڻ ان ڪري به آهي ته هوءَ Lady bird Beettle جيان سهڻي ۽ **Compound Eyed آهي. بهرحال هوءَ بلا جي ڪاريگر ڪانهي، ڪاريگريءَ لاءِ هن کي مرد ڏانهن رجوع ڪرڻو پوندو جيڪو دنيا جو بهترين ميڪ_اپ ماسٽر، فيشن ڊزائنر ۽ بهترين Cook ۽ شيف آهي. عماد گهر پهچڻ تائين ڳالهائيندو رهيو ۽ مونا ٻڌندي ۽ مسڪرائيندي رهي، پر هن کي الائجي ڇو محسوس ٿي رهيو هئو ته عورت اهو سڀ ڪجهه هوندي به Endangered Species سان تعلق ٿي رکيو! اهڙي مخلوق_جنهن کي ڪوبه مُعاشرو ڪا حقيقي معنيٰ نه ڏيئي

---

* سرسوتي: هندو مٿالاجي ۾ ڄاڻ هنر، موسيقي ۽ آرٽ جي ديوي
* پاروتي: هندو مٿالاجي ۾ پيار ۽ پاڻ ارپڻ (Devotion) جي ديوي
** Compound Eyed: گهڻ_اکئي

سگهيو هئو. اڪثر حالتن ۾ مرد چٽ ۽ بيوقوف هجڻ جي باوجود عورت کان وڌيڪ طاقتور هئو!

*

ڪجهه ڏينهن چُپ چُپات ۾ گذري ويا.

اهو شام جو وقت هو.... جڏهن مونا صدر مان ڪلفٽن ڏانهن وڃڻ لاءِ ٽڪڙي ڪنهن آفيس مان نڪتي ۽ جيئن ئي ٽپ ڏيئي هڪ ڇُرندڙ بس ۾ چڙهي تہ هن جو پير ٿڙي ويو. هوءَ هيٺ ڪري پيئي ۽ بس جو پويون ٽائر مُونا جي مٿان گذري ويو. اهو ڏسندي ئي ماڻهو رڙيون ڪرڻ لڳا... بس ڊرائيور بريڪ هنيو. ماڻهو ٽڪڙا بس مان لٿا، رستي تي هلندڙ ماڻهو بہ ڊوڙي آيا. تيستائين مونا بس جي شاهي ٽائر هيٺيان چيٿاڙجي چُڪي هئي! مونا جي جسم مان نڪرندڙ رت ڦوهارا ڪري روڊ تي وهي رهيو هئو.... ۽ هوءَ ڦٿڪي رهي هئي. هن جون بند ٿيندڙ اکيون اچيون ٿي ويون.... ڪجهه ئي لمحن ۾ مونا آخري هڏڪي ڏني ۽ هڪ طرف ڍرڪي پيئي. هن جي وات ۽ ڪنن مان رت وهي رهيو هئو. بس هن جي ڇاتيءَ مٿان چڙهي، هن جي اڌ جسم کي پريس ڪري ڇڏيو هئو. هن کي پاتل جينز جي پئنٽ، گلابي رنگ جي قميص، مٿي تي پيل ڪاڊرا جي بليڪ ٽوپي جيڪا پريان ڪريل هئي ۽ ليدر جو شاهي پرس سڀ ڪجهه رتو رت هئا ۽ ان سڀ ڪجهه کان اڳ مُونا جا خواب ۽ خواهشون چيٿاڙجي چڪا هئا!.

ايمبولينس ۾ مونا جي ڊيڊ باڊي ڪٽي اسپتال پهچائي ويئي، سندس آءِ ڊي ڪارڊ ڏسي سندس ماءُ کي اطلاع پهچايو ويو پر اها شهر کان ٻاهر هئي.

ٻن ڏينهن کان پوءِ شهر ۾ پهچڻ کان پوءِ مونا جي ماءُ اسپتال مان هن جي ڊيڊ باڊي ڪڍڻ آئي تہ عماد ۽ اُنس بہ اتي موجود هئا. مونا جي ماءُ روئي رڙي چيٽون ڪندي مونا جي موت جو ذميوار اُنس کي قرار ڏنو. اُنس بغير ڪجهه ڳالهائڻ جي سڏڪو پريو. هو مسلسل ڳوڙها ڳاڙي رهيو هو.

"جڏهن کان انس هن سان بريڪ اپ ڪيو هوءَ ڊسٽرب رهندي هئي. منهنجي ڌيءَ کي انس ماريو آهي! منهنجي ڌيءَ جو قاتل اُنس آهي."

"مون کي مونا ٻڌايو هو تہ اُنس هن سان بريڪ اپ ڪري ڇڏيو آهي. ان ڏينهن کان وٺي هوءَ نروس رهڻ لڳي هئي..... مون هن کي سمورا ڏينهن روئيندي ڏٺو." مونا جي پيڻ ستارا ڳالهايو.

ضروري ڪارروائي پوري ڪرڻ کان پوءِ اسپتال جي مرده خاني مان مونا جو يخ ٿيل لاش وصول ڪيو ويو. اسٽريچر تي کڻي ٻاهر آندو ويو ۽ ايمبولينس ۾ رکڻ کان پهرين هن جي ماءُ سندس منهن تان چادر هٽائي تہ الائجي ڪٿان ڪجهہ سايون مکيو آيون ۽ هن جي جسم جي مٿان پٽڪڻ لڳيون. جيڪو گوشت جي ڍير ۾ تبديل ٿي ويو هئو.

مونا جي مردهہ چهري تي هن جي ننڍڙين ننڍڙين خواهشن جي پوري نہ ٿيڻ لاءِ جڻ صدمي واري ڪيفيت چٽيل هُئي.

موت جيڪو اٽل ۽ خوبصورت آهي تنهن هن کي پنهنجي سرد پاڪر ۾ پري ڇڏيو هئو. اهائي مونا جيڪا ڪجهہ ڏينهن اڳ تائين انس کي تنگ ڪندي رهندي هئي. ارڏي ۽ گرم هُئي سا اڄ برف جي سرجيان يخ ۽ خاموش هئي.

"ڇا جڏهن زندگيءَ مان ماڻهوءَ جو موهہ ختم ٿيو وڃي تہ پوءِ ان جو موت ٺُرت ٿيو وڃي؟..... ڇا 'زارا' ۽ 'مونا'، ٻنهي جي ڪيفيت ساڳي هئي؟ ڇا هنن جون خواهشون ختم ٿي چُڪيون هيون؟" عماد ڇيو.

"سَر مون کي ياد ٿو اچي تہ زارا اڪثر مون کي فون ڪري پنهنجي مرڻ ۽ اسپتال مان لاش کڄڻ جو ذڪر ڪندي مون کي ڊيچاريندي رهندي هئي. ۽ جنهن ڏينهن اسان جي Culmination ٿي ان ئي ڏينهن مونا ڇيو هو تہ پنهنجي پينٽنگس جي Exihibition ڪريان ۽ Satires جو ڪتاب ڇپائي پوءِ خود ڪشي بابت سوچينديس!"

"تہ ڇا موت بہ ماڻهوءَ جي خواهش جو پابند آهي؟..... يا موت بہ ماڻهوءَ کي تيستائين نٿو ڇُهي، جيستائين ماڻهو پاڻ نہ چاهي!؟" عماد ڳالهايو.

"مون کي لڳي ٿو تہ ماڻهو تڏهن ٿو مري جڏهن هن جي زندگيءَ مان دلچسپي ختم ٿيو وڃي. هو زندگيءَ مان بيزار ٿيو پوي! يا هو جيئڻ ئي موت جي خواهش ٿو ڪرڻ لڳي تہ سندس چوڌاري ڦهليل انرجي سرڪل ۽ وائبريشن جو طاقتور اٽيپل ڄار ڪمزور ٿي پوي ٿو..... ٻي صورت ۾ ماڻهو

مرڻ جي شيءِ ڪانهي. موت ان صورت ۾ ماڻهو ڏانهن وڌڻ جي جرئت تو ڪري، جڏهن هو پاڻ اڳ ۾ ئي هار مڃي چڪو هوندو آهي!"

اُنس جڏهن واپس اپارٽمينٽ ڪامپليڪس پهتو ته سندن زندگيءَ مان به جهڙوڪ موهه ختم ٿي ويو هئو! سڄو ڪامپليڪس ۽ سڀ ڪجهه ٻيهر غمزده هئو. سڄي پاڙي ۾ مايوسي ۽ بيقراري ڦهليل هئي ۽ هر ڪنهن جي وات تي اهي ڳالهيون عام هيون ته: زارا عماد جي عشق ۾ ناڪاميءَ جي ڪري آپگهات ڪيو هئو ۽ مونا وري اُنس طرفان بريڪ اپ ڪرڻ ڪري مايوس ٿي، پاڻ کي بس جي تائر هيٺان ڪيرائي آپگهات ڪيو هئو.

چوڪيدار صاحب خان جو چوڻ هئو ته: 'مونا کي اُنس جهڙي 'درويش' ماڻهوءَ جي پِٺ لڳي هئي...' هڪ دفعو ٻيهر اپارٽمينٽ ڪامپليڪس کي جڻ ڪو ديوُ سُونگهي ويو هئو. ڪانسن تي ويٺل پاريهل اداس هئا. سمورا ماڻهو گهبرايل هُئا.

"ڇا دنيا ۾ موت ۽ محبت کان سواءِ به ڪا شيءِ وجود رکي ٿي؟" عماد بالڪني ۾ ويهي سوچي رهيو هئو. هيٺان رستن تي گاڏين جو ريلو وهي رهيو هئو.

"جن ماڻهن کي اسين تمام خراب سمجهندا آهيون، شايد سي اصل ۾ سُٺا ماڻهو هوندا آهن....؟ ۽ انهن کي الله به جلد ڳُهرائي وٺندو آهي...!" روميسا مغرب جي نماز پڙهي واندي ٿي ته عماد ڏانهن ايندي هن ڳالهايو.

ٻنهي جي موجودگيءَ باوجود ڪافي دير تائين خاموشي رهي. لڳو ٿي عماد جي دل رُڙي رهي هُئي.

اوچتو ئي هنن جي تازو ڄاول ڌيءَ ننڊ مان جاڳي ۽ روئڻ لڳي ته روميسا اوڏانهن هلي وئي.

"مون کي پيڪنگ به ڪرڻي آهي. سکر لاءِ...." رُوميسا ويندي ويندي ڳالهايو.



## [25]

# اب پايل باجن لاڳي ري

ساڳيو آسمان هئو، ساڳي زمين، ساڳيون موسمون ۽ سمورا نظارا بہ ساڳيا اهي ئي! جيڪڏهن ڪجهہ بدليو هيو تہ بس رڳو ماڻهو بدليا هئا.

ريبعا سندس بينڪر مڱيندي سان Broke-up ڪري ڇڏيو هو. پنهنجي ٽرانسفر هن شهر ۾ ڪرائي ڇڏي هُئي ۽ يا عمر شادي نہ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هئو!

زارا جي ماءُ اپارٽمينٽ خالي ڪري ڪنهن ٻئي هنڌ منتقل ٿي ويئي هئي.

شهاب پوپي پنهنجي پيءُ سان اختلافن جي ڪري پنهنجو گهر ڇڏي هاڻ مستقل اُنس جي گهر رهڻ لڳو هئو. ڪافي وقت پهرين هن ڪاليج آف فائين آرٽس ۾ پنهنجي تعليم اڌ ۾ ڇڏي ڏني هئي. پنهنجي پاڻ کي مصروف رکڻ لاءِ هن فيشن ڊزائننگ ۾ ڊپلوما ڪيو هئو ۽ ٻنهي، شهاب ۽ اُنس سمنڊ ڪناري ڊالمين مال ۾ 'Yellow' جي نالي سان هڪڙو شاهي دوڪان بُڪ ڪرايو هئو جنهن ۾ هنن سينٽ مائيڪل، Cat ۽ Nike جا بوٽ، ٽرائوزرس، شرٽس، جوراب، ٽوپيون، ٽايون ۽ شهاب جا ڊزائين ڪيل ڪپڙا سيل ڪرڻ لاءِ ٿي سيلزمين رکيا هُئا.

انس پنهنجا وار سِيزرڪٽ ڪرائي ڇڏيا هئا. هُو اڪثر پي ڪيپ پاتل نظر ايندو هو.

گهڻو ڪجهه بہ نہ بدليو هئو. لڳو ٿي زندگي تمام گهڻي نِرجي هئي، يا وري ڪائناتي قانون ۽ قائدا ايترا مضبوط هئا جو تبديل ٿيل صورتحال جو پَروئي نٿي پيو!

هَليو وڃڻ وارن جي جاءِ ٻيا ٿا پري ڇڏين! زندگي آهي، جنهن کي ڪا پرواهہ ئي ڪانهي! هميشہ روان دوان رهي ٿي! ڏينهن ٻيا ڦرن، ننڍا ٻيا ٿين ۽ وري وڏا ٻيا ٿين، روشن ٻيا ٿين ۽ وري اُونداها ٻيا ٿين. موسمون بدلجي بدلجي وريو موٽيو پيون اچن.

How people replace the persons,
One day such were every thing in their life,
The next day they are nothing,
Some day they pray to get them!
And another day they regret to love
Time Changes,
People changes.
It hurts, but it happens'!

❖

گذريل هڪ سال جي عرصي کان شهر جو معمول تقريبا ساڳيو هُئو. روزانو ڏهہ ٻارهن ماڻهو موت جو کاڄ بڻجندا هئا. جن مان اڪثر ٽارگيٽ ڪلنگ جو نشانو بڻبا هئا.

مسجدون ۽ محراب، درگاهون، مارڪيٽون، عدالتون، روڊ رستا، امام بارگاهون، مندر ۽ ڪليسائون ساڳيءَ طرح دهشت جي ڪوهيڙي ۾ ورتل هيون، پر زندگي هئي سا پوءِ بہ روان دوان ۽ هميشہ جيان هرڻ جان ڇال ڏيئي ڊوڙندڙ ۽ ڊوڙي اڳيان نڪري ويندڙ!

گاڏين جي شور ۽ تيزيءَ جيان هر شيءِ تبديل ٿيندڙ هئي، هر وٿ جي ڪايا پلٽجي رهي هئي تبديلي وجودن تي موسمن جيان اثرانداز پئي ٿي ۽ جڏهن بہ ان پاسو ٿي ورايو تہ وجودن جا بَخيا اُڌڙيو ٿي پيا، ڦٽ اُڪليو نوان ٿي ٿِي پيا.

□

[26]

## وه نہ آئين گي پلٽ ڪر، انهين لاک هم بلائين

ڊسمبر جي ٿڌ ماحول ۾ اداسي پري ڇڏي هئي، عماد صبح سان ئي ربيعا کي فون ڪري شام جو نوشيروان آغا جي گهر تي نيو ايئر ملهائڻ جي پروگرام بابت ٻڌايو. ان وقت هوءَ اينڪل بينڊ پائي ۾ مٽي جي وارن تي نيٽ چاڙهي جِم سائيڪلنگ مشين تي ورزش ڪري رهي هئي. ڪمري ۾ هلڪي موسيقي وڄي رهي هئي. عماد ربيعا کي سندس گهر لنچ ٽائيم تي اچڻ لاءِ فون ڪيو ان بعد فِليٽ پائي جاگنگ پارڪ ڏانهن هليو ويو.

*

واڪ تان موٽڻ مهل شهر جي رستن تي گاڏيون، انهن جو گوڙ ۽ دونهون وڌي ويو هئو. آسمان ڌنڌ ۾ جُهڙ سان ڀريل هئو. هو جڏهن گاڏي موڙيندو اپارٽمينٽ بلاڪس اندر پُهتو تہ هن کي ڪجهہ ڊرائيور گاڏيون ڌوئيندي ۽ مٽي بالڪنين، درين ۽ ڪانسن تي پاريل گنڪندي نظر آيا. لفٽ مان لهندي لابي ۾ هن کي اُنس سندس ڪتي 'مارشا' سان گڏ مليو جيڪا هميشہ جيان هن جي ٽنگن ۾ وچڙي رهي هئي. هنن کي هڪ ٻئي کي ڏٺي ڪافي ڏينهن ٿي ويا هُئا، عماد کي ڏسندي ئي اُنس ڳائڻ شروع ڪيو:

بدن پي ستاري لپيٽي

اوجانِ تمنا،

ذرا پاس آئو تو چين آجائي!

اُنس جي چهري تي مُرڪ هئي، هن جي مٿي جا وار ڪوڙيل، پي ڪيپ پاتل ۽ فرينچ ڪٽ ڏاڙهي رکيل هئي. هو هڪ هٿ هوا ۾ لوڏي سُر سان ڳائي رهيو هئو.

"Dear sir, how are you?" هن مسڪرائيندي عماد کان پڇيو. تہ عماد بہ مسڪرايو.

بزم وفا میں اپنی غریبی نہ پوچھئے،
اک درد، دل ہے وہ بھی کسی کا دیا ہوا!

انس شعر پڙهيو.

"ڪافي اباڻڪا پيا لڳس، اجڪلهہ اوهان پاڻ کي ڪافي اڪيلو محسوس ڪندا هوندئو مون وٽ اچو نہ؟" انس مسڪرائيندي ڳالهايو.

"Yes, dear. some times even more so...." عماد ورائيو ۽ پيهر مسڪرايو.

"I love & adore you more, than you will ever know, & think!"

اُنس مسڪرايو ۽ پوءِ شاهي ٺهڪ ڏنو.

"Will you please spend some moments from your precious time for this humble creature?........... you know today, is a last day of the year, be over dinner, my guest at new years eve sir!"

هن جهڪندي پنهنجي ڇاتيءَ تي هٿ رکندي، ڪورنش ادا ڪندي ڪورنش ادا ڪندي جڻ عماد کي منٿ ڪئي انس جي اکين ۾ خوشيءَ گاڏڙ اداسي پريل هئي. هن عماد جي سويٽر کي چنبڙيل هڪڙو ڌاڳو لاهيندي ڳالهايو.

"اوهان جو دوست شهاب ڪٿي آهي؟" عماد پڇيو.

"سر، پوپي دُبئي ويو هو اسانجي شاپ لاءِ بوٽن ۽ ڪپڙن جا آرڊر ڏيڻ..... ڪلهہ ئي آيو آهي ۽ اپارٽمينٽ تي ستو پيو آهي." هن ٻڌايو.

"پار ۽ پاپي ڪٿي آهي سر؟" هو عماد جي اکين ۾ نهاريندي لذت محسوس ڪري رهيو هئو.

اپنی آنکھوں سے پیار برسا دو،
میری اندر کا دشت پیاسا ہے!

اُنس مسڪرائيندي شعر پڙهيو.

"سپ سکر ويا آهن...." عماد فليٽ جا ڳشا کوليندي چيو.... ٻارن جي اسڪول جي موڪل آهي.

ڪُتي انس جي ٽنگن تي پير رکي پيٽ تائين چڙهڻ جي ڪوشش ۾ هُئي: اُنس هن کي ڀاڪر پاتو.

"جانو.... جانو هاڻ ڪافي ناتي ٿي ويئي آهين." هن مرڪندي مارشا سان ڳالهايو ۽ وري عماد ڏانهن متوجهه ٿيو هو ٻئي هلندي هلندي عماد جي دروازي تائين ڳالهائيندا آيا.

دروازي تي پهچي عماد بيل جي بٽڻ تي آڱر رکي ۽ انس کي ڪافي جي صلاح هنئي ته هُن انڪار نه ڪيو. امام بخش جيئن ئي دروازو کوليو ته پهرين مارشا گهر ۾ گهڙي ۽ پوءِ عماد ۽ انس اندر آيا. دروازي مان اندر ايندي ئي هوءَ ڪِچن ڏانهن ڀڳي جتي امام بخش هن کي کير جو باٿول پري ڏنو جيڪو پي هوءَ ڪنڌ ۾ ويهي سيني کي ڏسندي رهي.

ٽي وي ءَ تي بريڪنگ نيوز پئونڪي رهي هئي، صبح ساڻ سوات ۾ ٿيل خودڪش ڌماڪن ۾ پندرهن ماڻهن جي مري وڃڻ جي خَبر هئي ۽ شهر ۾ ڪجهه دهشت گردن کي خود۔ڪش جئڪيٽ سميت پڪڙڻ جو ذڪر پڻ هلي رهيو هئو.... ان سان گڏ ڪافي سالن کان شهر جي خراب امن امان جي صورتحال بابت ڪجهه وڏيڪ ڇرڪائيندڙ خبرون هُيون.... خبرن ۾ اهم خبر جيڪا ڪالهه شام کان مسلسل هلي رهي هئي هِڪ جسٽس ۽ سندس نوجوان پُٽ جي مارجڻ جي خبر هئي!

جسٽس ڪورٽ مان لنچ جي وقفي ۾ پنهنجي گهر لاءِ نڪتو هئو ۽ ان ڏينهن ڊرائيور بجاءِ هن جي گاڏي سندس ٻاهران پڙهي آيل پُٽ هلائي رهيو هئو. جيئن ئي هو ٻئي جڏا سندن گهر جي مين گيٽ وٽ پُهتا، ٻن موٽر سائيڪل سوارن هنن جي گاڏيءَ تي پهرين انڌاڌنڌ فائرنگ ڪئي ته گاڏي گيٽ پرسان پلر سان ٽڪرائجي ويئي ۽ دونهان ڪيڻ لڳي، ٽارگيٽ ڪلرس مان هڪ جڏي ڪنفرم ڪرڻ لاءِ ته جسٽس مري ويو آهي، گاڏيءَ تائين آيو ۽ پڳل دريءَ مان ٻيهر هڪ فائر هن جي مٿي تي ڪيو جيڪا گولي هن جو ميڄالو ڪيڍندي هَلي ويئي هئي، ٻنهي ڄڻن ٽڙپي ٽڙپي موقعي

تي ئي دم ڏٺيءَ حوالي ڪيو هئو! ڪالهه ڪان ٽي.وي تي بار بار گاڏيءَ جي سيٽن تي رت جا ٽِيها، ڀڳل شيشا ۽ گاڏيءَ جي نمبر پليٽ ڏيکاريا پئي ويا.

تفصيلن ۾ موت جي ڪارڻن مان هڪ اهم ڪارڻ جسٽس پاران ڪنهن مشهور ۽ طاقتور شخص جي هڪ پراپرٽي ڊيل جو ڪيس نئين سِر کولڻ ٻڌايو پئي ويو!

اڄ بار ڪائونسل احتجاجن ڪورٽن جو بائيڪاٽ ڪيو هو. هو ٻئي ٽيسٽائين ٽي وي رپورٽ غور سان ٻڌندا رهيا، جيسٽائين امام بخش ٽيبل تي مِلڪ ڪافي جا ٻہ مگ، ماڪيءَ جي بوتل، ڪيڪ ۽ نٽس جي ٽري اچي رکي.

عماد رموٽ ڪنيو ٽي وي جو آواز گهٽايو ۽ ڪافيءَ ۾ ماکي ملائيندي ڳالهايو: "يار جيڏي ڪيڏي مهل بريڪنگ نيوز پئي هلي... ڇا ٿي مصيبت آهي!..... ڪجهه ٻہ ڪونہ ٿيندو.... هيءُ شهر ٻہ هاڻ بيروت بڻجي ويو آهي..... هيءُ شهر اڪناميڪل حب سان گڏ ڪرِمنل حب ٻہ بڻجي ويو آهي!" عماد تبصرو ڪيو.

اس صبح بے کفن کو ضرورت ہے نوحہ گر کی،
اس شام بھی ردا کو عزادار چاہئیں!

انس شعر پڙهيو.

"ڇڏ يار! اهو سڀ ڪجهه تہ هلندو رهندو تون پنهنجو ٻڌاءِ..... Whats up? ڪيئن پيو هلي.....؟" عماد انس ڏانهن متوجہ ٿيندي پُڇيو.

"سر! منهنجو يونيورسٽي وڃڻ بند ٿي ويو آهي.... ڏينهن ڪافي ٿڪا ٿڪا ۽ ٻُسا ٻُسا پيا گذرن you know شهاب تہ..... منهنجي هر خوشيءَ ۾ ڀاڱي ڀائيوار آهي.... پر سَر مُونا جي ڳالهہ ٿي ٻي هُئي. هوءَ مون سان وڙهندي ۽ تنگ تہ ضرور ڪندي هئي پر هن جهڙي Dovoted ڇوڪريءَ سان بريڪ اپ ڪري مون وڏي غلطي ڪئي، !That decision was wrong..... مان شايد غرور ۾ اچي ويو هئس سر..... !It was wrong culmination" اُنس جي اکين ۾ هڪدم ڳوڙها اچي ويا. ماٺهو ڪيڏو بہ خراب هجي خراب نہ هوندو آهي.

"هوءَ مون سان گڏ هوندي هئي تہ ڪڏهن بہ واندي نہ ويئي، هوءَ منهنجي وارن ۾ ڪِريم هٿي برش ڪندي رهندي هئي، منهنجو ميني

ڪيور پيبڙي ڪيور ڪندي رهندي هئي. منهنجي پيرن کي زيتون جو تيل مکي نرم ڪندي رهندي هئي. منهنجي چپن تي لپ-اسٽڪ هٽندي هئي، ۽ منهنجي اکين ۾ ڪجل پائيندي رهندي هئي. منهنجي وارن جي پوني ڪندي رهندي هُئي ايستائين جو دوڪانن تي منهنجي ڪپڙن ۽ بوٽن جا رنگ ۽ اسٽائلز به هوءَ ئي پسند ڪندي هئي!" انس ٿڌو ساهه ڀريو ۽ پنهنجيون ڳوڙهن سان ترا ڪيون اکيون.

"She was a party animal, now I have a big job sir!" شهاب مون کي ڪيڏانهن ڏسڻ به نٿو ڏئي. هن جي ڪري مون وٽ ڪو دوست نٿو اچي!"

ماحول وڏيڪ اپاٽڪو ٿي ويو هو. عماد پنهنجو چهرو ٿي وي ڏانهن ڪري ڇڏيو.

میں اگر دست مسیحائی سی محروم رہا،
اس نے بھی درد سے پائی نہ شفا میری بعد!

شعر پڙهندي هن جي چهري تي مُرڪ هئي، هن عماد کي وڏيڪ پريشان نٿي ڪرڻ چاهيو.

"۽ توهان جو وقت ڪيئن ٿو گذري، لولي زارا ڪانسواءِ سر؟" اُنس عماد جي اکين ۾ نهاريو.

"ماڻهوءَ جو مرڪب خسيس شين مان ٺهيو آهي تارن جي رک مان ۽ هڪ ڏينهن ڀيهر رک تي وڃڻو آهي. انڪري هو خسيس پڻي جو مظاهرو ڪندو رهي ٿو.... ننڍين مفادن لاءِ ننڍيا ڪُوڙ ڳالهائي ٿو وَڏن مفادن لاءِ وڏا گهاٽ گهڙي ٿو!.... ذاتي مفادن کي سمورن مفادن تي ترجيح ڏئي ٿو... هميشه ڊپ ۾ رهي ٿو. پريشانيءَ ۽ تجسس ۾ گذاري ٿو!... خواهشون ڪيس سونهري جار ۾ ڦاسايو ويٺيون آهن!... بلڪ پوت جيان هن ۾ واسو ڪريو ويٺيون آهن! هُو جيئن ئي ننڊ مان جاڳي ٿو تہ خواهشن جا بگهڙ به جاڳيون پون."

"يار واقعي ڪڏهن تہ لڳندو آهي، دل ڪنهن باز جهڙي ورتي آهي. زارا کان سواءِ زندگيءَ ۾ ڪو مزو ڪونهي.... ڪافي راتين تائين تہ ننڊ ڦٽندي رهي!" عماد جي چهري تي اداسي پکڙجي ويئي.

"Any how sir, will you please come with me for dinner to night?" هن ڪافيءَ جو آخري سِپ پريو ۽ ٻيهر دعوت ڏني.

"يار! ڪنهن ٻئي ڀيري ڏسبو...... اڄ شام جو مان اڳي ئي نوشيروان آغا جو مهمان آهيان!" عماد وضاحت ڪئي.

"Then OK sir! ..... see you next year in jeruslaem!"

اُنس چيو ۽ مسڪرائيندي اٿي بيٺو ته مارشا به ڊوڙي اچي هن جي پرسان بيٺي ۽ هن جي منهن ۾ ڏسندي پڇ لوڏڻ لڳي. اُنس ڪي بليو ٽرائوزر تي بليڪ ڪوٽ پيل هئو جنهن هن جي چهري کي وڌيڪ روشن ڪري ڇڏيو هئو.

"Thank you sir, for a cup of coffee!" لڳي ٿو ته اوهان مون سان ڪڏهن ڪمپني نه ڪندئو!"

عماد ان جو جواب ڏيڻ مناسب نه سمجهيو.

اُنس جي هليو وڃڻ کان پوءِ ته عماد ڪنهن گهري سوچ ۾ ٻڏي ويو:

اسين سڀ هڪ ٻئي جي چاهت ۾ نه پيا اُسرڪون؟ آخرائين ڇو آهي ته اسان سمورن کي پنهنجو نه پر ٻين جو وقت ٿو گهرجي؟! ٻين جو وقت، ٻين جون ڳالهيون..... ٻين جي چاهت، ٻين جا جذبا، ٻين جون مصروفيتون، ......، ٻين جو ڀروسو ۽ ان سڀ ڪجهه سان گڏ ٻين جا جسم پڻ! ٻئي جي جسم کان سواءِ انسان اڌورو بلڪ ڪجهه به نه آهي. اڪيلو انسان بي معنيٰ آهي: ڪنهن به انسان کي معنيٰ تڏهن ملي ٿي جڏهن ٻئي انسان جو ان سان تعلق جڙي. آدم جڏهن اڪيلو هئو ته ڪجهه به نه هئو سندس ئي پاسري مان بيبي حوا پيدا ٿي ته دنيا ٿهي! ماڻهوءَ جو پنهنجو جسم ۽ وقت ان لاءِ ڪيترو نه بي معنيٰ ٿئي ٿو! بلڪ اڪيلو ماڻهو ڪيترو ته بي معنيٰ آهي؟ اسان کي ٻين جو وقت ۽ وجود ٿو گهرجي! ۽ اسان کي صحتمند ٿو رکي. سچ ته هيءَ آهي ته: ٻئي جي وقت ۽ وجود لاءِ ڪڏهن ڪڏهن اسين پنهنجو وقت ۽ وجود به وڃائي ٿا ويهون؟ جيئن زارا ڪيو هن جي اندر ۾ درد اوڪارا ڏيڻ لڳو هئو.

عماد صوفي تان اٿي بالڪنيءَ ۾ هليو ويو جتان هو شهر جو نظارو ڪري ٿي سگهيو. ساڳيون اجگر جيڏيون ڪر ڪٽي بيٺل ملتاءِ اسٽوري بلڊنگس، آسمان تي اڏامندڙ ڪانگ ۽ سرٽيون زمين، ٽرام ۽ ٽرين جون

سالن کان زنگجي ڪنجي ويل پٽڙيون، خالي بيئل مال گاڏا، روڊن تي تيزيءَ سان گذرندڙ گاڏيون.

شهر پنهنجيءَ مصروفيت جي عروج تي هئو. هو ڪافي دير اهو سڀ ڪجهہ ڏسندو ۽ سوچيندو رهيو. تہ ربيعا اچي بيل وجائي.

جيئن ئي هوءَ گهر ۾ داخل ٿي تہ عماد جا خيال بدلجي ويا. ربيعا هن کي ڏسي مسڪرايو تہ عماد جي چهري تي بہ مُرڪ ڦهلجي ويئي. هو ٻئي ڪجهہ دير لائونج ۾ ويٺا رهيا ۽ پوءِ ڪمري ۾ هليا ويا هو ٻئي جڏهن بيڊ تي هئا تہ عماد هن جي اکين ۾ نهاريو ۽ سندس ڊگهين پنبڻين لاءِ پڇيو: "هي باربي ڊال جهڙا ڊگها آءِ ليشز اصلي آهن؟"

"پنهنجي زبان سان تچ ڪري ڪنفرم ڪريو اصلي ئي آهن. توهان کي تہ خبر آهي، منهنجو جسم ڪيهہ جهڙو گداز آهي. ڪٿي ٿورو بہ زور آيو تہ ريڊ ريڊ نشان پئجي ٿا وڃن!"

هنن گڏجي لنچ ڪئي. ان بعد ڳالهائيندا ڳالهائيندا سمهي رهيا.



[27]

## پيمونا بيدي ڪي خماراستم

اداس شام ۾ ٿڌ شهر تي سنو فال جيان وسي رهيون هيون. سال جو آخري سج سمنڊ ۾ ٻڏي ويو هئو. آسمان ڏنڌ ۾ جُهڙ ۾ ورتل هئو. گهرن ۾ رستن جون بتيون ٻري ويون تہ عماد ۽ ربيعا گهريءَ ننڊ مان اٿيا.

هُنن پهرين شام جي ڪافي پيتي ۽ پوءِ وهنجي سهنجي تيار ٿيڻ لڳا. رَبيعا بليڪ ڪلر جي سلوار ۽ گري رنگ جي قميص مٿان بليڪ چاري دار جَرسي پاتي هئي ۽ پنهنجا سِلور اسٽريڪنگ ڪيل، فيڊر ڪٽ وار سيٽ ڪيا. هن جي پِس جهڙي رنگ تي ڪپڙا جرڪي رهيا هئا. هن جي ننهن تي ميٽ بليڪ واٽر پُروف ڊارڪ لپ اسٽڪ لڳل هئي، هن جي ساڄي هٿ جي ٻاچ ۾ ڊائمنڊ جَڙيل اها مُنڊي ڪافي خوبصورت لڳي رهي هئي جيڪا عماد کيس ڪجهہ مهينا پهرين سندس آٺاويهين سالگرهہ تي گفٽ ڪئي هئي. اکين تي هَني براؤن رنگ جا لينسز هٽڻ سان هن جي شخصيت ئي بدلجي ويئي هئي هن جي وڏين اکين مٿان نظر جو چشمو بہ خوبصورت لڳي رهيو هئو.

عماد اڄ نيوي بليو ڪلر جو ٿوپيس، بوسڪي ڪلر جي قميص ۽ ميرون رنگ جي ٽاءِ پاتي هئي. پيرن ۾ سينٽ مائيڪل جا گرم جوراب ۽ آسٽرچ ليدر جو بليڪ هينڊ ميڊ بوٽ پاتو هئو.

هو ٻئي ڪمري مان ڪنهن ڳالهہ تان کلندا نڪتا، ٻاهر اچي عماد امام بخش کي ڪجهہ هدايتون ڏنيون. امام بخش ٻاهريون دروازو کوليو تہ هو ٻئي اپارٽمينٽ مان نڪري هلندا اچي لفٽ ۾ چڙهيا. هيٺ پهچي عماد

چابي ربيعا کي ڏني جيڪا پارڪنگ لاٽ ۾ بيٺل ڪار تائين هلي وئي. عماد بعد ۾ آهستي آهستي هلندو وڃي گاڏيءَ ۾ ويٺو. ڪجهه ئي دير ۾ هو شهر جي رستن تي ڊوڙندڙ گاڏين جي ريلي ۾ شامل ٿي ويا. آسمان تارن سان ڀريل هئو ۽ رات ڪافي خوبصورت هئي. هو ٻئي ٽن تلوارن واري سگنل تي پهتا تہ هڪڙي ننڍڙي ڇوڪري هٿ ۾ وائپر کڻي آئي ۽ هنن جي گاڏيءَ جو ونڊ-اسڪرين صاف ڪرڻ لڳي. هڪڙي کدڙي هنن کان خيرات گهري. هڪڙو ڇوڪرو پولڙي جي ٻچي کي ڪلهي تي ويهاري دان وٺي رهيو هئو. اڳئين سگنل تي هنن کي موتئي جا گجرا ۽ گل وڪڻندڙ ڇوڪرو ڏسڻ ۾ آيو عماد ان کان گجرا وٺي ربيعا جي ٻانهن ۾ پارايا.

ٻن ٽن ڏينهن کان نئين سال کي ويلڪم ڪرڻ وارن نوجوانن لاءِ شهر ۾ ڌمڪيون گردش ڪري رهيون هيون: هوٽلن ۾ ۽ بيچ تي اچي هل هنگامو ڪرڻ وارن ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي انتها پسند جماعتن پاران اڳيئي وارننگز ڏنيون ويون هُيون تہ نيو ييئير جو غير اسلامي ڏينهن ملهائڻ وارن تي حملا ڪيا ويندا. نہ رڳو اهو پر انتظاميا پاران بہ ڪنٽينرز رکي سمنڊ ڏانهن ويندڙ سڀ رستا بند ڪيا ويا هئا، باقي پوش علائقن ۾ نئين سال ملهائڻ جو انتظام خاص طرح ڪيو ويو هئو. اهڙيون ئي ڌمڪيون Valentine Day تي بہ گردش ڪنديون رهنديون هيون.

'هن ملڪ ۾ قانون رڳو ٻنڌ هلڻ واري لاءِ آهي!' عماد تبصرو ڪيو. هنن جي گاڏي پنجاب چورنگي کان ٿيندي ڪلفٽن ڏانهن مڙي ۽ رستي جي ڪنارن بيٺل ٻڙ جي جهونن ۽ گهاٽن وڻن جي وچ مان ٿيندي تيزي سان ڊفينس وڃي رهي هئي. ڪجهه ئي وقت ۾ هنن جي گاڏي کڏو مارڪيٽ اُڪرندي هڪ شاهي بنگلي اندر گهڙي تہ صوبائي حڪومت جو وزير نوشيروان آغا ۽ ان جا گهاٽائي دوست دروازي اندر بيهي مهمانن ۽ معززين کي رِسيِو ڪري رَهيا هُئا. ڪجهه پريان بہ گارڊ بيٺا هئا.

عماد ۽ ربيعا گاڏيءَ مان لهي آغا سان مِلڻ آيا. آغا کي ان وقت براؤن رنگ جو ٽوئڊ جو ٿريپيس پيل هئو ۽ بليڪ ٽاءِ ٻڌل هُئي.

هو جڏهن لِونگ روم ۾ آيا تہ اهو مهمانن سان ڀريل هُئو. ڪافي ايم اين ايز، سينيٽر، ايم پي اي ۽ خوبصورت جوڙا موجود هُئا. محفل اڳي ئي جاري هئي.

شهر اندر مارا ماريءَ تي تبصرا ٿي رهيا هُئا. مُلڪ جون حالتون بهتر ٿيڻ بجاءِ ويتر خراب ٿي رهيون هُيون.

"اسان ڪي تہ بابا! حُڪومتي ڌر هئڻ جي ناتي اسيمبليءَ ۾ ڳالهائڻ بہ نٿو ڏنو وڃي!" هڪ ايم پي اي ٽري مان گلاس کڻندي ڳالهايو.

"مان پنهنجي تڪ ۾ رات جو ساڍي ٽئين وڳين تائين ليڊ تي هُئس ۽ منهنجو مخالف اميدوار هارائي رهيو هئو." هڪ ٻئي ايم پي اي جي سيٽ تي اليڪشن وڙهندڙ شخص ٻڌايو.

"صبح جو ننڊ مان اٿياسين تہ ڦرڪو ئي ڦِريو پيو هئو. صبح جو پتو پيو تہ دهشت گرد تنظيم جو هارائيندڙ اميدوار کٽي ويو هئو!.... وري هاءِ ڪورٽ ۾ پٽيشن داخل ڪئي سون تہ پارٽيءَ وارن ئي هَٿ کڻايو. هٿ وٺي ٻين کي کٽارايائون. سمجهہ ۾ ئي نٿو اچي تہ ڪنهن جي اسائنمنٽ آهي جنهن تي اسان کان ڪم ورتو پيو وڃي؟"

ٿوري ئي دير ۾ عماد کي خبر پئي تہ محفل ۾ ناچ گاني ۽ مهمانن کي خوش ڪرڻ لاءِ ٻين ڇوڪرين سان گڏ شريف ڀائي جون ٻہ خوبصورت ڌيئون مصباح ۽ غرناطہ بہ اچڻ واريون هُيون. عماد ربيعا جي ڪَن ۾ ڪجهہ چيو: ٻنهي پنهنجا گلاس کنيا ۽ اُٿي اچي هڪڙي اڪيلي ڪمري ۾ ويٺا.

*

نئون سال ملهائڻ لاءِ اُنس جي اپارٽمينٽ تي هن جا ڪافي دوست گڏ ٿيا هئا. هن جي دوست ماني سان گڏ اهب بہ آيل هئو. اهب يورن وارن پورين اکين ڊگهي نڪ، گلابي چپن ۽ خوبصورت چهري وارو عرب ڇوڪرو هئو جنهن کي ٻانهن ۾ ليدر برسيليٽ پيل هئو. تقريبا سمورن ڇوڪرن کي Sagging & Hipster Jeans* پيل هيون. اُنس ان ڏينهن بليڪ ڪلر جي شلوار

---

* Sagging & Hipster Jeans: دن کان گهٽ ۾ گهٽ ٽي انچ هيٺ ٻڌل پينٽ

قميص، اڇو بوٽ ۽ اڇا جوراب پاتا هئا. ان وقت هو گٽار وڄائي رهيو هو ۽ اهب کو عربي گيت ڳائي رهيو هئو. 'عربين گي ڪلب' جي هڪ مووي هلائي ويئي هئي انڪري ڊاڊو گوڙ هئو. سڀ وقفي وقفي سان رڙيون ڪري رهيا هُئا. اهب گيت ختم ڪيو ۽ نعرو هيو:

"SFA**.....Paint the town red!"

ڪچن ۾ بورچي پيزا ۽ ميڪروني پچائڻ ۾ مصروف هئا. سڀ ڇٽا B.P.H ناهڻ ۽ پيئڻ ۾ مگن هئا. شهاب ۽ ماني رم پي رهيو هو. رات جا ٺيڪ ٻارهن ٿيا تہ شور تهائين وڌي ويو. اُنس LCD تي ليري پليٽ جو گانو پينٽس آن دي گرائونڊ هلايو تہ سڀ ڇٽا اٿي نچڻ ۽ هڪ ٻئي کي ڪس ڪرڻ لڳا. اهب پنهنجي کيسي مان *** پاپرز جي بوتل ڪڍي ۽ نہ رڳو پاڻ سنگهيائين، پر سندس پرسان ويٺل انس کي بہ سونگهايائين ڪجهہ ئي دير بعد ٻيئي پر واري ڪمري ۾ هليا ويا.

'پينٽس آن دي گرائونڊ' کان پوءِ شهاب انڊين فلم 'هري راما هري ڪرشنا' جو زينت امان ۽ ديو آنند جي پراڻي گاني جو ري-مِڪس هلايو:

ہے پھر دیکھ رہا ہے؟
آج آنکھ سیک رہا ہے کل ہاتھ سیکے گا۔
آج ڈھیل چھوڑ رہا ہے کل خود ہی روکے گا۔
آج میرے لیے چیئر کھینچ رہا ہے۔
کل میری اسکرٹ کھینچے گا۔
کھینچے گا کہ نہیں ہاں؟
اکڑ بکڑ بمبے بو
اسی نوے پورے سو

** Sweet fuck all :SFA

*** Paupers: هڪ قسم جو ڪيميڪل يا فيرامون (Sexual arousal) جنهن جي سنگهڻ سان ماٺهو پاڻ کي هوا ۾ اڏامندو محسوس ڪندو آهي.

سو روپے کا دم جو لے
دو سو ہم ہوا اڑ نچی
(پھر کیوں میں تو کر رہی تیان تُو)
اونچے سے اونچا بندہ پائی پہ بیٹھے ننگا
پھر کہتے کاہے ہی سو سائٹی سالی، کاہے کا پاکھنڈا
بیچھے سے کلیجی سے کلیجی سے
میٹ جائے غم مارو گے تو جیو گے
دم مارو دم مٹ جاتِ غم
بولو صبح شام
ہرے کرشنا ہرے رام
(دنیا نے ہم کو دیا کیا
دنیا سے ہم نے لیا کیا؟
ہم سب کی پرواہ کریں کیوں
سب نے ہمارا کیا کیا؟)
دم مارو دم
مٹ جائے غم
بولو صبح شام
ہرے کرشنا ہرے رام

کیا ہے کہانی تیرے پاپا کی
ٹوپی ہے پیارے ہرناپ کی
کھلی ہے سپر مارکیٹ باپ کی
کیا ہے پسند تو آپکی

اندر کے بندر سے ہو گفتگو سی اک بات
تھی جستجو سی اک بات
ہو گفتگو سی اک بات
(پھر کیوں میں تو کر رہے تین تو)
او نچے سے اونچا بندہ
پاٹی پے بیٹھے ننگا
پھر کاہے کی سوسائٹی، سالی کاہے کا پاکھنڈا
دم مارو دم
مٹ جائے غم
بولو صبح شام
ہرے کرشنا ہرے رام

ان ئي دم ڪمري مان فائر جو آواز آيو تہ شور اچا بہ وڌي ويو. سڀ ڄڻا پريشان ٿي ويا جيئن ئي ڪمري جو دروازو کوليو ويو تہ سيني ڏٺو تہ اهب ڪمري ۾ ڦٽڪي رهيو هو. شهاب هٿ ۾ انس جو پستول لهرائيندو ٻاهر نڪتو. ۽ رڙيون ڪري رهيو هئو 'ماروگي تو جيو گي... ماروگي تو جيوگي!' LCD بند ڪئي ويئي. اشو دروازو کولي ٻاهر رڙيون ڪرڻ لڳو انس کي ڏڪڻي وٺي ويئي هئي. ڏڪندي ڏڪندي هو ڪپڙا پائي رهيو هُئو. چند منٽن ۾ ئي سڄي صورت حال بدلجي ويئي سڀ ڄڻا دهشت ۽ پريشاني مان رڙيون ڪندڙ شهاب کي ۽ ڪمري ۾ ڦٽڪندڙ اهب کي ڏسي رهيا هئا. جنهن جي رت جا ڦوهارا وچايل ڪارپيٽ ۽ بين شين کي رڱي رهيا هئا.

ماني جي رڙين تي هيٺان چوڪيدار بندوقون کڻي ڊوڙيا ۽ مٿي پهچي شهاب کي پستل اڇلائڻ لاءِ چيائون. دَهشت ڇانيل شهاب خاموشي سان پستل جي چيمبر مان گوليون ڪڍيون. فرش تي اڇلايون ۽ پوءِ ٻوهاڙون ڪري روئڻ لڳو ڪجهہ ئي دير ۾ اهب جو رت ۾ ٻڏل جسم ٿڌو ٿي ويو. هن

جڻ ڪجھ گھڙيون پهرين پنهنجي مرڻ جي اڳ ڪٽي ڪئي هئي: 'Paint the town red' اهب جي اگهاڙي جسم تي ڪافي Tatto's ٺهيل هُئا. هن جي ساڄي ٻانهن جي ڪارائيءَ تي لکيل هئو: 'Beleire in yourself' ۽ ٻي ٻانهن جي ڏونري تي چنڊ جا مختلف Phases ٺهيل هُئا. چوڏهينءَ جو چنڊ، اڌ چنڊ، منو چنڊ ۽ ڪرسينٽ.

ماني ڏڪندڙ هٿن سان هڪ بيڊشيٽ کڻي اهب جي رت سان ٻڏل لاش مٿان وڌي ۽ پوءِ رڙيون ڪري روئڻ لڳو.

قتل جي خبر پوڻ تي ڪافي بلاڪن جا ماڻهو اچي ٻاهر جمع ٿيا. شهاب کي هيڊ يونين جي آفيس ۾ ويهاريو ويو ۽ پوليس اسٽيشن تي اطلاع ڏنو ويو.

ڪجھ ئي دير ۾ پوليس آئي جنهن اپارٽمينٽ ۾ موجود سمورن چوڪرن کي گرفتار ڪيو. مشيرنامو لکيو ويو. اهب جي ڊيڊ باڊي ڪٽائي پوسٽ مارٽم لاءِ اسپتال موڪلي وئي ۽ انس جو اپارٽمينٽ سيل ڪيو ويو.

※

آغا جي نوڪر عماد جي ڪمري جو دروازو ٺڪڪايو ۽ هڪڙي ٽرالي ڌڪيندو اندر آيو. جنهن تي رَمَ شيڪ، ٽينيسي، بوربن، ليمن جوس، وودڪا، ٽڪيلا جا ڪجھ فليورن گلاس ۽ هيٺ ڊراءِ فروٽ جا ڊٻا رکيل هئا.

عماد گلاس ختم ڪري پنهنجي لاءِ هڪ 'ڊائڪوري' ٺاهي ۽ ربيعا کي 'ٽَڪيلا' جو شاٽ ٺاهي ڏنائين. ڪير، ماکي ۽ چاڪليٽ جي ذائقي واري ٽڪيلا جو شاٽ هٽندي ربيعا اکيون ٻوٽي رڙ ڪئي.

"Excellent. . . Wow!" هن مسڪرايو. هن جي هڪ ٻانهن مٿي هئي جنهن ۾ سون جو ڪڙو پيل هئو. ۽ چشمي مان نظر ايندڙ هَني برائون اکين جا ڏورا گلابي.

عماد دريءَ جو پردو ٺاهڻ لاءِ ويو تہ هن ڏٺو: ٻاهر سوئمنگ پول جي ڪناري گهٽ روشنيءَ ۾ ٻاتل پام جي وڻن جي هيٺان ٺهيل شيڊز ۾ رکيل ڪُرسين تي ٽي شخص رليڪس هئا ۽ ٽي چوڪريون انهن کي ٿائي مساج ڪري رَهيون هيون! هن پردو ٺيڪ ڪيو ۽ ربيعا کي سوئمنگ پول جي

ڪناري جو منظر ڀڏايو تہ هن ڪمري جي لائيٽ آف ڪري پردو هٽايو ۽ ٻاهر ڏسڻ لڳي. ٿنهي ڇوڪرين ڪي جينس ۽ جيڪٽ بوٽ پاتل هئا ۽ هو ٽيئي پنهنجي ڪمر ۾ ڪافي مهارت رکندڙ لڳي رهيون هيون.

لِونگ روم مان هارمونيم ۽ ٻين سازن جا آواز اچي رهيا هُئا.

"Wow!".... ربيعا ٻيهر رڙ ڪئي ۽ ٿهڪ ڏنو:

"عماد، مان ٻڪني باٿمس پائي سوئمنگ پول ۾ ترڻ ٿي چاهيان!" هن ٻيهر ٿهڪ ڏيندي چيو ۽ پردو بند ڪيو.

'Life is beautiful' هن ڳالهايو ۽ پرس مان پنهنجو موبائيل ڪڍيو. ۽ پوءِ عماد کي ياڪر پاتو.

عماد جي آڱرين کي ربيعا جي ڏُن وٽ ڪجهہ محسوس ٿيو. Its bead ring' جان!' ربيعا خمارن ۾ ڳالهايو.

"اوهو....!" عماد جي جسم ۾ لرزش اچي ويئي، هن ڇرڪ ڀريو هن جا وَارَ اُڀا ٿي ويا. 'اُف!' هن جون اکيون بند ٿي ويون.

"مون کي تہ هن وقت وهنجڻ جي تصور سان ئي ڏڪڻي ٿي وڃي." هن گلاس مان ڍڪ ڀريو ۽ سائيڊ ٽيبل ڏانهن ڏاٺائين، جنهن تي گلدستو پيو هئو.

"ڇا جي تصور سان؟" ربيعا پڇيو.

"يار نيول پيئرسنگ سان!" عماد جملو بدلايو. تہ ربيعا مسڪرايو.

"ڪوئيٽا ۾ ڪلهہ ٽيمپريچر مائينس تير هن هئو." هن ڳالهايو.

"It is December my dear! رات جو وهنجڻ جو تصور؟!" هن مسڪرايو تہ ربيعا بہ ٿهڪ ڏنو جيڪو اورينج ڪلر جي پوپٽ ۾ بدلجي ويو ۽ پوءِ ڪمري جي ڇت تي وڃي ويٺو.

"مارچ ۾ پروگرام ٺاهينداسون سوئمنگ پول ۾ ترڻ جو... موسم ٺيڪ ٿئي تہ ڪنهن ڏينهن مان بہ پنهنجا سوئمنگ ٽرنڪس ڪٽي ايندس ۽ پوءِ پول ۾ ترنداسون...... ترڻ جو پنهنجو مزو آهي!" عماد ڳالهايو ان بعد گلاس

---

* Bead Ring: ڏن ٽوپائي پاتل رِنگ

مان ڊڪ پريو ۽ ربيعا تي نظر وڌي، جيڪا اپسرا جيان لڳي رهي هئي. ربيعا جي ڳچيءَ ۾ پاتل سون جي چين عماد جي ڪنڌ سان ٽڪرائي ۽ سرير جي مهڪ هُن جي اندرَ ۾ خوشبو جيان پرجڻ لڳي.

"!Wow" عماد هن جي بليو چپن تي ڪِس ڪئي. ربيعا شاهي ٺهڪ ڏنو. جيڪو ليمن بٽر فلاءِ بڻجي ڪمري ۾ ڦيرا پائڻ لڳو.

"Wow... عمادا" ربيعا رڙ ڪئي. ۽ پنهنجي موبائيل تي 'The Afters lyrics جو گيت هلائي پاڻ به ڳائڻ شروع ٿي ويئي.

Through the window
I see you waiting
You are smiling
Cause I'm coming
Your eyes are a story
An ocean of memories
Pictures of faces and places
And all of the things
That make us feel like we have it all
All of the times
That make us realize
We have it all
We have it all
Life is beautiful
Life is beautiful
Living and dying
Laughing or crying
A father's love
A wedding dance
New year's dreams
A toast with friends
A soldier coming home from war
The faith the hope of so much more
A brand new life, mother's prayer

Shooting stars, ocean air
A lover's kiss and hard good byes
Fireworks, Christmas lights
These are things that make us feel alive
These are the times that make us realize
Life is beautiful
Life is beautiful
Life is beautiful

عماد بنان ڳالهائڻ جي ربيعا کي ڏسندو تنگ لوڏيندو ۽ مُرڪندو رهيو. ربيعا ڳائڻ ۽ جُهومڻ بند ڪيو ۽ آرسيءَ اڳيان وڃي پنهنجا وَار ٺاهيا. هن جا پُورا وار هن جي چيلهه کي ڇهي رهيا هُئا. هن جي ڪنن ۾ پرلز ڪافي خوبصورت لڳي رهيا هئا.

ان ئي دم عماد کي محسوس ٿيو ته ڪمرو ته اهوئي ساڳيو هئو جتي هو ۽ زارا ايندا رهيا هئا. ڪجهه ئي مهينا پهرين هن جو ۽ زارا جو تڪرار به ان ئي ڪمري ۾ ٿيو هو جنهن ۾ هوءَ عماد کان شاديءَ جو مطالبو ڪري رهي هئي.

ڪجهه دير تائين عماد ڪافي بي چيني محسوس ڪئي 'سڀ ماڻهو منافق آهن ۽ مان به ۽ سليف سنٽرڊ!' هن جي چپن مان نڪتو ۽ پوءِ گلاس کڻي هن هڪڙو نيٽ ٺاهيو ۽ يڪي سِر پي ويو.

"ڇا چَيَوَ؟" ربيعا پڇيو.

"ڪجهه به نه!" عماد جي چپن مان نڪتو. هن جي اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيا ته هو اٿيو ۽ واش روم ڏانهن هليو ويو.

اهو محسوس ڪري هن ڪافي تڪليف محسوس ڪئي ته جايون، ڪمرا ۽ شيون رهجي ٿيون، وڃن، ماڻهو هليا ٿا وڃن!؟ پر هر ماڻهوءَ جي موجودگي شين ۽ ماحول ۾ الڳ رنگ پري ٿي. اهو ماڻهو ئي آهي جنهن جي دم سان ماحول ۽ موسم کي الڳ معنيٰ ملي ٿي. ڇو ته هر ماڻهوءَ جي باڊي ڪيميسٽريءَ سان گڏ ان جي خوشبو به ڌار ٿئي ٿي!

عماد رموٽ کڻي LCD هلائي، هو ٻئي ڪجهه دير تائين چينلز بدلائيندا رهيا، ڪجهه چينلز تي سڄي سال جا 'Amazing Moments' ڏيکاريا پئي ويا. هر چينل تي خبرن ۾ مختلف ملڪن ۾ نئين سال جون تقريبون منعقد ڪرڻ جا احوال هئا. لکين ماڻهن جا هجوم سڄي دنيا جي وڏن شهرن جي چَئونڪن، ميدانن ۽ بيچز تي گڏ ٿي نئين سال کي ڀليڪار ڪري رهيا هئا، خوشي جو اظهار ڪري رهيا هُئا، شهرن جا آسمان رنگن ۽ روشنين سان پُر نور هُئا، آسمانن تي fire works جا گل ڦل ٻري ۽ ٽڙي پکڙي رهيا هُئا.

ڪمري جو دروازو ٻيهر ناڪ ٿيو عماد کوليو ته ٻه نوڪر ٽِري ۾ پليٽون، پاٽي، ٽشو ڪانٽا، چمچا، ٻڪر جي پڪل ران، ٿانون تي پڪل مڇي کڻي اندر آيا ۽ اچي ٽيبل تي رکيائون. لِونگ روم مان موسيقي ۽ ڳائڻ جو آواز مسلسل اچي رهيو هئو.

"سر، ڪنهن شيءِ جي ضرورت هجي ته بيل وڄائجو" جانو چيو.

عماد پنهنجي ويلٽ مان ڪجهه نوٽ ڪڍي هنن کي ڏنا ۽ دروازو بند ڪري ڇڏيو. هن مڇيءَ کي ڇُريءَ سان ڪٽيو ٻه پيس ڪڍي پليٽن ۾ رکيا ۽ ربيعا ڏانهن نهاريو. ان وقت هو LCD تي نيوزي لينڊ ۾ گڏ ٿي نئين سال کي ڀليڪار ڪندڙ ماڻهن جي هجومن کي ڏسي رهي هئي، جيڪي نچي، جهومي، ڳائي ۽ ٽناڪا ڦاڙي هئا.

گهڙين جيئن ئي رات جا ٻارهن وڄايا ته گوڙ وڌي ويو ٻاهران فائرنگ جا آواز اچڻ لڳا. عماد لِونگ روم ڏانهن آيو ته هن ڏٺو: آغا نوشيروان سان گڏ تقريبا سڀ ڄڻا مستيءَ ۾ نچي ۽ جهومي رَهيا هَئا. ڪجهه شيشو پي رهيا هئا. ڇوڪريون نوٽ وٺي رهيون هيون. لِونگ روم ۾ لڳل شاهي LCD تي انڊين مووي 'اومڪارا' جو گانو هلي رهيو هو: 'جگر مان ٻڙي آگ هي!'

هو واپس ڪمري ۾ آيو جتي هو ٻئي ڄڻا ڪجهه دير ڳالهائيندا ۽ جاڳندا رهيا ۽ پوءِ کين ننڊ اچي ويئي.

❖

ٻئي ڏينهن منجهند تائين هو ستا پيا هئا. عماد جي اک کلي ته هن پنهنجو پاڻ کي پهرين ربيعا جي ٽنگن مان، پوءِ آهستگيءَ سان ياڪر مان ڇڏايو ته ربيعا جاڳي پيئي ۽ ٻيهر هن کي ياڪر وجهي سمهڻ لڳي ته عماد ٽائيم ڏسندي چيس:

"محترما، منجهند ٿي ويئي آهي... منهنجي خيال ۾ هاڻ اٿڻ کپي!..." ربيعا جا ٻه ڏڱها وار اڃي وهاڻي تي پيا هئا.

"توهان پلي اٿو مان اَجا سمهان ٿي!" هوءَ اکيون بند ڪري مُسڪرائي رهي هئي.

"پنهنجو چهرو ته آرسيءَ ۾ ڏسو ڪيئن ٿي ويو آهي!" عماد ٻڌايس ته ربيعا جلدي اکيون کوليون ۽ پنهنجي ڳل تي هٿ ڦيرايو.

"ڇا ٿي ويو آهي منهنجي چهري کي؟" هوءَ پريشان ٿي ويئي، جلد ئي بيڊ تان لٿي چشمو پاتائين ۽ وڃي آرسيءَ ۾ ڏٺائين ۽ پوءِ مسڪرائڻ لڳي.

توهان جو ننڍاڪڙو ۽ بنا چشمي جي چهرو وڌيڪ خوبصورت لڳي رهيو هو. عماد ٻڌايس.

"توهان جي ٻانهن جي وارن جا ڪرلي نشان آهن." هن پنهنجي ڳل تي سندس مخروطي آڱريون ڦيرائيندي مسڪرائيندي چيو.

عماد اٿي بيل وڄائي، ملازم آيو ته هن کيس ڪافي آڻڻ لاءِ چيو.

۽ پوءِ جيئن ئي پنهنجي سيل فون جو رنگر کولڻ لاءِ کنيو ته اتي گهڻ ۾ گهٽ ڏهه ڪالون اُنس جون هُيون.

هن ڪال ملائي ته انس جو آواز بدليل ۽ ڏپ ۾ ورتل هئو اُنس رات سندس گهر تي ٿيل اهب جي قتل، سندس، شهاب ۽ ٻين ڇوڪرن جي گرفتاريءَ وارو قصو ٻڌايو. ۽ پوءِ روئڻ لڳو: 'سر! مون کي سمجهه ۾ نٿو اچي ته اهو سڀ ڪجهه ڪيئن ٿي ويو. مان دراصل نشي جي حالت ۾ هئس اهب مون کي پاپرز سونگهايو هو.'

عماد ڪنهن پوليس آفيسر سان ڳالهايو اُنس ۽ شهاب جو چالان ڪيو ويو ۽ ٻين ڇوڪرن کي ضمانتون ڪرائڻ بعد آزاد ڪيو ويو.

*

عماد ۽ ربيعا تيار ٿي نيرن ڪري ٻاهر نڪتا تہ موسم جهڙالو هئو.
رستا گاڏين سان ڍڪيل هئا. شهر روان دوان هُئو. اڳيان پوليس چوڪي تي
هڪ ايمبولينس جي تلاشي دوران خبر پئي تہ هڪ غسل ۽ ڪفن ڏنل ڍيڍ
باڊيءَ سان گڏ ڪافي هٿيار لڪائي ڪنهن طرف منتقل ڪيا پئي ويا.
جيڪي پوليس پڪڙيا.

ربيعا کي سندس گهر ڇڏڻ لاءِ عماد گاڏي انچولي طرف موڙي تہ اڳيان
کين فائرنگ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. هن اڳيان وڃي يوٽرن ورتو ۽ گاڏي ٻئي
رستي ڏانهن ڪٽي ويو.

اپارٽمينٽ ڪامپليڪس پهچڻ تي اڄ هن کي ٻيهر اُداسي محسوس
ٿي. لڳو ٿي سڀ ماڻهو پنهنجن پنهنجن گهرن ۾ بند هئا. دهشت هڪ ڀيرو
ٻيهر پنهنجا چنبا کوڙيا هئا. صاحب خان کيس انس جي اپارٽمينٽ ۾ ٿيل
راتوڪي حادثي بابت تفصيل ڏنا ۽ چيو: "اُنس کي مونا جهڙي ٻي ضرر ۽
درويش ڇوڪريءَ جي پٽ لڳي آهي!"

"سائين اُنس اهڙو ماڻهو ئي ڪونهي، پر چوندا ڪونہ آهن تہ: 'رب رُسي
مت کسي، هٽي ڪونہ هٿيار!' انس صاحب کي مونا جي پٽَ کائي ويئي."

ٽي.وي ڏسڻ سان عماد کي خبر پئي تہ صبح تائين شهر ۾ فائرنگ
ڪري ماريل ماڻهن جو تعداد تيرهن تي پُڄڪو هئو. ٻئي ڏينهن شهر ۾ هڙتال
جو سڏ ڏنو ويو هئو!





## پبليڪيشن جي ڇپايل ڪتابن جي فهرست

9_ربي چيمبر، حيدرچوڪ، حيدرآباد فون: 2728541_022
اِي ميل: mlmintel@yahoo.com

| | | | |
|---|---|---|---|
| (1) | ميرا درد (اردو شاعري) | لال چند لال | (ختم ٿيل) |
| (2) | ڀيھريءَ جا ٻه پل (آتم ڪٿا) | ريتا شهاڻي | (ختم ٿيل) |
| (3) | بارش سوچي ٿي (نثري ٽڪرا) | ايوب کوسو | (ختم ٿيل) |
| (4) | جمال ابڙو ۽ جديد... (مونوگراف) | ادريس جتوئي | 100/_ روپيا |
| (5) | آنسو (اردو شاعري) | لال چند لال | 120/_ روپيا |
| (6) | رشتن جو رقص (ڪهاڻيون) | ريتا شهاڻي | (ختم ٿيل) |
| (7) | زندگي هڪ وار وري (شاعري) | شريڪانت صدف | 150/_ روپيا |
| (8) | ميگهہ ونس اتهاس (تاريخ) | تيرٿداس اُميداڻي | 350/_ روپيا |
| (9) | ڪلجُگ جو ڪاپڙي (شخصيت) | ليکراج ڪي. راماڻي | (ختم ٿيل) |
| (10) | ويد اُپديش (اردو) (مذهب) | تيرٿداس اُميداڻي | 50/_ روپيا |
| (11) | ڪوتا _ ڦُلواڙي (شاعري) | ولي رام ولڀ | 200/_ روپيا |
| (12) | ٽانئبن متي ٿهڪ (شاعري) | منصور ملڪ | 120/_ روپيا |
| (13) | آلا نيڻ بهارن جا (شاعري) | فياض ڏاهري | (ختم ٿيل) |
| (14) | در کُليو ئي رهيو (ريڊيائي افسانا) | امين ارباب | 150/- روپيا |
| (15) | صاحبو! (اردو شاعري) | دانش مهدي | (ختم ٿيل) |
| (16) | سڄاڻ جون سمرتيون (يادگيريون) | ريتا شهاڻي | 120/_ روپيا |
| (17) | سنڌو لکت جي ياچ (تاريخ) | عطا محمد ڀنڀرو | (ختم ٿيل) |
| (18) | ووڙيم سڀ وٿاڻ (مهر جوئي) | اشتياق انصاري | (ختم ٿيل) |
| (19) | پاڻ هُر تڙيون مايون (ناول) | گوبند خوشحالاڻي | 120/_ روپيا |

| | | | |
|---|---|---|---|
| (20) | پارن جون بيماريون (ميڊيڪل سائنس) | ڊاڪٽر بشير احمد | 50/_ روپيا |
| (21) | ڊسمبر جي اڪيلائي (شاعري) | بخشل باغي | 130/_ روپيا |
| (22) | جيجي (فن ۽ شخصيت) | مرتب: نصير مرزا | (ختم ٿيل) |
| (23) | فاتح ڪربلا (تاريخ) | ترجمو: حسين بخش لغاري | (ختم ٿيل) |
| (24) | اور گُنگنائون اُسي (اردو شاعري) | شاهد قريشي | 160/_ روپيا |
| (25) | سمي صحرا, سمي دريا (نثري مضمون) | مرتب: آزاد انور ڪانڌڙو | 200 /_ روپيا |
| (26) | منڙا پاءُ (ڪهاڻيون) | ولي رام ولڀ | 180/_ روپيا |
| (27) | چلي گئي وه آڪر بهي (اردو شاعري) | شاهد قريشي | 160/_ روپيا |
| (28) | Globalization viz a viz Pakistan | Prof. Fakhrunisa Talpur | 80/_ روپيا |
| (29) | (Reviews) The Glorious Past | Dr. Kazi Khadim | 400/_ روپيا |
| (30) | چا لاڙ سجي پر آهي امن!؟ (شاعري) | ابراهيم ڪوسو | 100/_ روپيا |
| (31) | آئرويدڪ آسان علاج (صحت) | ترجمو: ڪيمپال شرما | (ختم ٿيل) |
| (32) | گيتا پوڌ (ڌرمي پُستڪ) | مهاتما گانڌي | 60/_ روپيا |
| (33) | بوتيڪ ڪان پيڊ روم تائين (ڪهاڻيون) | اڪبر سومرو | 150/_ روپيا |
| (34) | ٿي نہ سگهيس شاعر (شاعري) | نصير مرزا | 150/_ روپيا |
| (35) | پٿڪي ويل سپنا (ناول) | عزيز پنهور | 175/_ روپيا |
| (36) | ميري شاعري ميري صليب (اردو) | شيخ اياز | 75/_ روپيا |
| (37) | شهيدن جي علمدار (بينظير ڀٽو تي شاعري) | قاضي اياز مهيسر | (ختم ٿيل) |
| (38) | انيس انصاري: فن ۽ شخصيت (شخصيت) | اشتياق انصاري | 200/_ روپيا |
| (39) | گهاريل گهڙيون (آتم ڪٿا) | عبدالحميد ميمڻ | 250/_ روپيا |
| (40) | شاهہ جو گنج شاهہ لطيف جا بيت (سهيڙيندڙ: سگهڙ الهداد جنجهي) | | 1000/_ روپيا |
| (41) | ڪويءَ جي ڪٿا (آتم ڪٿا) | سوز هالائي | 250/_ روپيا |
| (42) | مٽيءَ پر ملاوٽ (ڪهاڻيون) | قاضي خادم | 200/_ روپيا |
| (43) | وِڪريل ماڻهو (ناول) | فاروق سولنگي | 250/_ روپيا |
| (44) | اکڙيون ڏيل ڏيئا (شاعري) | عامر سيال | 150/_ روپيا |
| (45) | اڪٿ ڪهاڻي ـ ڪبير (ناول) | ريٽا شهاڻي | 140/_ روپيا |
| (46) | سفر در سفر (سفرنامو) | ريٽا شهاڻي | 250/_ روپيا |
| (47) | اوڪا پنڌ پيار جا (ناول) | ڪلا پرڪاش | 150/_ روپيا |
| (48) | سامي سِچ وڙاءُ (ناول) | مراد علي مرزا | 300/_ روپيا |
| (49) | اُجهاميو برن (ڪهاڻيون) | ماڪن شاهہ رضوي | 250/_ روپيا |
| (50) | سنڌو تهذيب ۽ سنڌو ڌرم جا.. (تاريخ) | عطا محمد ڀنڀرو | 250/_ روپيا |

(51) منهنجي ڪهاڻي ڪجهه نئين (آتم ڪٿا) گڏيش ٻالاڻي 130/_ روپيا

(52) شهر جي ڳالهه (ناول) اڪبر سومرو 250/_ روپيا

(53) گورک:فطري حُسن جو تفريحي ماڳ(سياحت ۽ تاريخ)اشتياق انصاري 240/_ روپيا

(54) دل جي دفتر مان(ساروڻيون) قاضي خادم 450/_ روپيا

(55) سائل ڪوش (سنڌي-سنڌي لغت) پروفيسر سترامداس سائل 650/_ روپيا

(56) چنڊ، سمنڊ ۽ پٿر اڪيون(شاعري) سليمان سولنگي (ختم ٿيل)

(57) وچڙي ويل زندگي(شاعري) گلشن لغاري 150/_ روپيا

(58) ائين ڀلا ڪيئن هوندو؟(مضمون) عبدالقادر جوڻيجو 140/_ روپيا

(59) ساروڻيون (يادگيريون) قاضي خادم 350/_ روپيا

(60) چنڊ چهرا (خاڪا) ماهتاب محبوب 250/_ روپيا

(61) سچ جي ڳولا(تصوف ۽ انسانيت) ٽيڪم متائي 150/_ روپيا

(62) هلي ڏسجي هندوستان(سفرنامو) الطاف شيخ 450/_ روپيا

(63) ويجها ٿيا وصال ڪي(شاعري) غلام محمد جنجهي 275/_ روپيا

(64) ڪوڪيئن چوي ڪوڪيئن چوي؛امر جليل ترتيب: مختيار احمد ملاح 300/_ روپيا

(65) پيار جي هڪ ٻي صدي(ناويلا، ڪهاڻيون ۽ تاثر) رفيق سومرو 250/_ روپيا

(66) Ishtiaq Ansari (Trourism) Gorakh: Beautiful Resort of Sind 300/- روپيا

(67) اندر روح رهيام(يادگيريون) قاضي خادم 350 /_ روپيا

(68) سنڌ جون ڍنڍون(تاريخ، سياحت ۽ ماحوليات) عزيز رانجهاڻي (ختم ٿيل)

(69) اندر اُچ اُڪير(شاعري) اسير ڏاهري 150/_ روپيا

(70) فاني جڳ لافاني ماڻهو(سوانحي خاڪا) حميد سبزوئي 250/_ روپيا

(71) جوئي آهيان سوئي آهيان-امر جليل ترتيب: مختيار احمد ملاح 300/_ روپيا

(72) رُوبرو(جيون سنبنڌي مضمون) ريٽا شهاڻي 150/_ روپيا

(73) سنت تريڪم صاحب(ڌرمي چاڻ) سهيڙيندڙ: راڻا رام چوهاڻ 100/_ روپيا

(74) پترن جون پُڪارون(شاعري) ع.غ. تبسم 200/_ روپيا

(75) رابيل مُڪڙي(نثري ٽڪرا) محمد انور بلوچ 180/_ روپيا

(76) رڻ تي چانڊوڪي(شاعري) ايوب کوسو 200/_ روپيا

(77) خوبصورت ادبی چہرے(ادبی شخصيات) محمد تقی راجپوت 200/- روپيا

(78) پير اجا مون پنڌ ۾(يادگيريون) قاضي خادم 500/_ روپيا

(79) لڙيو پئي لاڙ تان سورج(اسٽوريز) امين ارباب 150/_ روپيا

(80) اُوچا پنڌ پهاڙ جا(آتم ڪٿا) عبدالستار ڪورائي 200/_ روپيا

(81) عُمر اوڻي اباڻن جا(خاڪا) عزيز گوپانگ 300/_ روپيا

(82) جھرُو ساٿ سُڳنڌ جو (شخصيت) مرتب: موھن مدھوش _/750 روپيا
(83) خواب اکين ۾ پلجن (شاعري) اسير ملاح _/200 روپيا
(84) ڳالھڙيون ڪُٺيون ناھن (يادگيريون) قاضي خادم _/500 روپيا
(85) ديس نماڻو اوڏا ماڻھو (ڪالم) محمد انور بلوچ _/180 روپيا
(86) زيرِ عِشق پيشِ حُسن (خاڪا ۽ تاثر) عزيز گوپانگ _/250 روپيا
(87) ريٽا شھاڻي - سنڌ ھند جي ڪھاڻي (شخصيت) مرتب: موھن مدھوش _/300 روپيا
(88) ھٺ يوڳي (ناول) تارا ميرچنداڻي _/300 روپيا
(89) ادب جا معيار ۽ سنڌي ادب (تنقيدي مضمون) ھيرو شيوڪاڻي _/250 روپيا
(90) علمِ عروض (شاعري فن جو گيان) سترامداس 'سائل _/80 روپيا
(91) سنڌ ھيرن کاڻ (خاڪا) رسول بخش درس _/250 روپيا
(92) سنڌ جون سون ورنيون دليون (ھندو ليکڪ) پروفيسر عبدالستار بلوچ _/350 روپيا
(93) سنڌ ۽ پاڪستان جو رياستي نظام (تحقيق) قاضي فضل سليمان _/350 روپيا
(94) حياتِ ڪوثر (آتم ڪٿا) مرزا علي بخش ڪوثر _/100 روپيا
(95) آچھي جي اُجري باک: محمد ابراھيم جويو تاج جويو _/150 روپيا
(96) رقص منھنجي روح جو (شاعري) سجاد مھر _/200 روپيا
(97) شاھ جو رسالو (بمبئي وارو ڇاپو) ڪلياڻ آڏواڻي _/600 روپيا
(98) سعودي سعادت (حج جو سفرنامو) محمد خان جروار _/200 روپيا
(99) ايلشبا (ناول) محمد انور بلوچ _/200 روپيا
(100) پونا ايڪسپريس (سفرنامو) موھن مدھوش _/350 روپيا
(101) پکا ۽ پنھوار ٿي مون ڏينھن ٿيا (سنڌ جو سفرنامو) وينا شرنگي _/250 روپيا
(102) اُساٽ (ناول) ھري ھمٿاڻي _/150 روپيا
(103) پوء بہ چنڊ اڪيلو (شاعري) زبير سومرو _/300 روپيا
(104) ٿي ننڍيا ناول (ناول) موتيلال جوتواڻي _/200 روپيا
(105) ياد ياد ھڪ زندگي (يادگيريون) قاضي خادم _/300 روپيا
(106) ڪڏھن بھار تہ ڪڏھن خزان (ڪھاڻيون) تارا ميرچنداڻي _/400 روپيا
(107) ادبي سفر (مضمون، مقالا، افسانا ۽ شاعري) قاضي خادم _/400 روپيا
(108) وچايل وارث (ناول) ايوب کوسو _/250 روپيا
(109) پھرين جنوري (ڪھاڻيون) انور ابڙو _/250 روپيا
(110) اُجھاميو ڀران (ناول) ظفر جوڻيجو _/300 روپيا
(111) ھاءِ وي (شاعري) موھن ھمٿاڻي _/300 روپيا
(112) حشو ڪيولراماڻي:..شخصيت (سارونيون) مدد علي سنڌي _/100 روپيا

(113) ادبي سفر-ياڳو پيو (پيش لفظ مهاڳ, تنقيد) قاضي خادم _/400 روپيا
(114) ڳِنان شناسي (تحقيق: اساسي سنڌي ادب) ڊاڪٽر غلام علي الانا _/500 روپيا
(115) درد جو سفر (ڪهاڻيون) عزيز ڪينجهرائي _/250 روپيا
(116) برف سي لڙڪي (اردو شاعري) جاويد سوز هالائي _/150 روپيا
(117) سنڌي لکت جا اصول (تعليم) پروفيسر رستم خاصخيلي _/130 روپيا
(118) لڇمڻ ڪومل جا خط (خط) مرتب: رڪيل مورائي _/150 روپيا
(119) هئنگ اوور (شاعري) فياض ڏاهري _/200 روپيا
(120) نجم عباسي: جديد انقلابي فڪر جو ترجمان (تحقيق) ڊاڪٽر ريحانہ نظير _/700 روپيا
(121) هڪ مهمان ڇوڪري (ناول) انور ابڙو _/300 روپيا
(122) ڄِتي سنڌي اُتي سنڌ (پروفائيل) ذوالفقار هاليپوٽو _/300 روپيا
(123) ڪتابِ زندگيءَ جا ورق (آتم ڪٿا) پروانو ڀٽي _/450 روپيا
(124) پاڇو (چونڊ ڪهاڻيون) غلام نبي مغل _/150 روپيا
(125) ڌرتي ڌڪاڻا (ڪهاڻيون) علي بابا _/300 روپيا
(126) آدرشي ناريون (عورت شخصيتون) ارجنداس بي. ٺارواڻي _/200 روپيا
(127) شاهہ جو رسالو (بيت وار سمجهاڻيءَ سان) استاد لغاري _/1400 روپيا
(128) ننڊ سپنا جاڳ سپنا (شاعري) عرفان قادري _/200 روپيا
(129) اوڙاهہ (ناول) غلام نبي مغل _/750 روپيا
(130) ڪلياتِ ٻاجهي (شاعري) مرتب: اُستاد لغاري _/650 روپيا
(131) تاريخ اسلام (تاريخ) مترجم: حسين بخش لغاري _/400 روپيا
(132) سنڌ ۽ سنڌي (تحقيق) فضل سليمان قاضي _/800 روپيا
(133) صوبائي خودمختياري ۽ مرڪزي سياست (تحقيق) فضل سليمان قاضي _/400 روپيا
(134) لمحي جو سواد (ڪهاڻيون) رزاق سهتو _/400 روپيا
(135) مابل گرل محبت ۽ چترڪار (ڪهاڻيون) غلام نبي سومرو _/300 روپيا
(136) وفا جي سفر ۾ (شاعري) سُپاش بابو _/300 روپيا
(137) وطن جا وڻ ۽ زندگيءَ جو سفر (ساروڻيون) پيرجي ٺڪر _/200 روپيا
(138) ڪُليل اکين جا سپنا (يادگيريون) قاضي خادم _/350 روپيا
(139) ماهتاب محبوب (فن ۽ شخصيت) مرتب: ارم محبوب _/800 روپيا
(140) ڪُماچ (ناول) اڪبر سومرو _/350 روپيا
(141) هنج نہ آيا هيل (شاعري) سرواڻ سنڌي _/400 روپيا

اڪبر سومرو سنڌي ادب جو روشن ستارو آهي.
(غلام رباني آگرو

اڪبر سومرو جهڙا ليکڪ سنڌي ٻوليءَ جي قدرن جا صحيح وارث ۽ لڄ رکندڙ آهن.
(حميد سنڌي

اڪبر ينگ اينگري مين نوجوانن جو ساٿاري آهي.
(مدد علي سنڌي

اڪبر ۾ تخليقي ڏچو شروع کان ئي موجود آهي. اڪبر سومري جهڙي ليکڪ کي ڪنهن جي ٻه ٿپي جي ضرورت ناهي.
(عبدالقادر جوڻيجو

اڪبر سومرو لاءِ مان فقط ايترو چوندس ته اڪبر شل تون لکندو رهين.
(امر جليل

ادب جي اپ ڪپرين لاهين چاڙهين تي وڏيون ٻرانگهون ڀري هلندڙ اڪبر سومرو مونکي يوناني ڏند ـ ڪٿائي ڪهاڻين جو ڪو ديوتا لڳندو آهي.
(حسن درس

اڪبر جو روح مون کي هڪ شاعر جو رُوح ڀاسي ٿو. ڪنهن فلسفيءَ جو روح، هڪ اداس عاشق، اڪبر جي اهڙي رنگ ۾ ورتل تحريرن کي پڙهي لڳو هن جي ڪهاڻين جو هڪڙو ڪردار مان ٻه آهيان.
(نصير مرزا

اڪبر سومرو محبتن جو سفير آهي، هن جي پندورا پيتيءَ ۾ محبت، وڇوڙو ۽ ڏک ڀريل آهن.
(آدرش

اڪبر سومرو ڪهاڻي ڪلا جو اهو باڪمال ڪاريگر آهي جيڪو ڪهاڻي جوڙي ۽ لکي ڄاڻي ٿو.
(غلام نبي سومرو

ISBN: 978-969-9329-86-9

Rs. 350-00

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناданيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڃي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)